پهرين اليڪٽرانڪ بوڪ ايڊيشن

25اپريل 2010

ڪتاب جي ڊيزائننگ، لي آئوٽ ۽ ٽائيپ سيٽنگ

عبدالماجد ڀرڳڙي ڪئي



First eBook (PDF) Edition

25 April 2010

Text & Book Design and Layout by

Abdul-Majid Bhurgri



www.bhurgri.com

Email contact:

majidbhurgri@yahoo.com

## اي بوڪ جو انتساب

# حضرت قبله سيد فريد حسين شاهه زيدي چشتي

جن جي قدمن ۾ ويهي راهِ عشق جي باري ۾ آگاهي پرايم

عبدالماجد پربڙي

# فهرست

# ٻه اکر

سائين سچل سرمستؒ جو سنڌي رسالو حاضر خدمت آهي. هي اليڪٽرانڪ ايڊيشن، گهٽي پاڳي، عثمان علي انصاري صاحب جي مرتب ڪيل رسالي جي آڌار تي آهي. سنڌ کان پري، آمريڪا ۾ رهندي، مون لاءِ رسالي جا مختلف نسخا هٿ ڪرڻ، انهن کي پيش ۽ مناسب اپياس کان پوءِ اهو طئي ڪرڻ ته ڪهڙي ترتيب ۽ ترڪيب مناسب ۽ موزون رهندي، بيحد مشڪل ۽ وقت طلب ڪم هو. سچ ته اهو آهي مون وٽ نه ايترو وقت هو ۽ نه ئي اهليت. انصاري صاحب جي علمي قابليت ۾ ته مون کي ڪو شڪ ڪو نه هو، پر سندن ترتيب ڏنل رسالي جو ڇپائي جي غلطين کان آجو نسخو هٿ اچڻ مسئلو هو. ساڳئي وقت منهنجي اها تمنا به هئي ته جلد از جلد رسالي (سنڌي ڪلام) جي انٽرنيٽ تي اشاعت ڪريان.

مهربان دوست گل آغا صاحب وٽ سندن چاچي آغا غلام نبي گل حسن خان جي ترتيب ڏنل سچل سائين جي زندگي ۽ ڪلام متعلق لکيل ڪتاب ”سچل سر مست“ جو 1933 ۾ ڇپيل ناياب نسخو هو ، جنهنجي ڪاپي مهرباني ڪري مون ڏانهن موڪليائون. ان ايڊيشن ۾ اعراب ڪونه هئا، پر ٻئي هر لحاظ کان ڇاپي جي چُڪن کان آجي هُئي. ان کان علاوه، سچل سائين جي ڪلام ۽ زندگي بابت به ڪافي قيمتي مواد به منجهس هو. پر جيئن ته انصاري صاحب جي تدوين ڪيل نسخي ۾ انهيءَ ايڊيشن کي به مدنظر رکيو ويو هو، تنهنڪري مون اهو وڌيڪ مناسب ڄاتو ته انصاري صاحب جي ايڊيشن کي استعمال ڪجي. بهرحال، جڏهن ۽ جتي نئين ڇاپي جي غلطين سان واسطو پيو اتي آغا صاحب جي نسخي منهنجي مدد ڪئي. وقت ۽ وسائل اجازت ڏني ته آغا صاحب جي ناياب ڪتاب کي انٽرنيٽ تي آڻبو، انشاالله.

ٻي اها ڳالهه هئي ته رسالي جي ڪتابت لاءِ جن ٻن مهربانن هي ڪم پنهنجي ذمي ڪنيو، تنهن به اهو ضروري ٻڌايو ته اسان ٽنهي وٽ ساڳي ئي ايڊيشن هجي. مون وٽ روشني پبليڪيشن جو ڇاپايل رسالو هٿيڪو هو، سو دوستن کي عرض ڪيم ته هو به اهو وٺي ۽ ڪتابت شروع ڪن. پروف ريڊنگ جي ڪم ۾ به انهن دوستن ڪافي مدد ڪئي. حبيب سنائي صاحب ته علي قلي بيگ صاحب جي تدوين ڪيل رسالي سان ڀيٽ ڪري ڪجھ واڌارا ۽ ڪجھ

تبديليون بہ ڏيان تي آنديون، جن کي پڻ مدنظر رکيو ويو. ڪوشش ڪئي اٿسون تہ غلطيون گهٽ ۾ گهٽ هجن، پر پوءِ بہ غلطين جو امڪان رهجي ٿو وڃي. ساڳي طرح، سهڻي سائين جي سهڻي ڪلام کي سهڻي انداز ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، اميد تہ پسند ايندي، پر ان سلسلي ۾ بہ ٿي سگهي ٿو تہ مون کان ڪجھ رهجي ويو هجي. مان ٿورائتو رهندس، جيڪڏهن پڙهندڙ مهربان مون ڏانهن اي ميل ذريعي پنهنجن قيمتي راءِ سان نوازيندا تہ جيئن ايندڙ ايڊيشن ۾ اهي گهٽتايون پوريون ڪري سگهجن.

اها ڏٽي جي اڻ کُٽ ٻاجھ آهي جو مون هيٺي جي هٿان شاه سائين جي رسالي جي انٽرنيٽ تي اشاعت کانپوءِ سچل سائين جي سنڌي ڪلام جي، ساڳي طرح سان اشاعت جي سعادت بہ، منهنجي نصيب ۾ آئي. 14 رمضان المبارڪ 1426هه (نومبر 2005) تي، سچل سائين جي عرس جي مبارڪ موقعي تي، مون ورلڊ وائيڊ ويب تي هن آفاقي ڪلام جي اشاعت ڪري، هي سوکڙي سنڌواسين جي آڏو پيش ڪئي. ارادو تہ اهو هو تہ جلد از جلد ان جي eBook ايڊيشن بہ ترتيب ڏيئي پيش ڪندس پر قدرت کي ڪجھ ٻيو منظور هو. 2006 کان منهنجا ذاتي حالات ڪجھ اهڙا رهيا جو ان تاخير ۾ ٿيندي وئي. دوستن جي مسلسل اصرار ۽ همت افزائي جي ڪري، تاخير سان ئي، پر آخرڪار هي ڪم تڪميل رسيو.

سچل سائين يا سندن شاعري جي باري ۾ ڪجھ چوڻ جي نہ مون ۾ ڪا اهليت ڪانهي. بس ايترو چوندس تہ سچل سارو عشق آهي. بقول حضرت سلطان باهوؒ ”خود عشق وخود عاشق و خود معشوق، اگر پرده را ازخود بر اندازي، همہ يڪ ذات و دوئي همہ از احول چشميست.“

مان مهربان ۽ عزيز دوستن شاه نواز سومري ۽ محمد حبيب سنائي جو بيحد ٿورائتو آهيان، جن جي محنت بنان، منهنجي ڪاوش اڌوري هجي ها.

خاڪپائي درويشان

عبدالماجد ڀرڳڙي

سياٽل، 25 اپريل 2010

# وحدت نامو

اول سا راهه ڪر سبحان جي، مولىٰ جو ملڪن؛

مڙيائي محضوض ڪيا ، ڏسو ڏيهه ڏٽين؛

ڪي ڪامل ڪُرسين تي چڙهي، وَهه وَهه وعظ ڪن؛

ڪي ڪاتب ڪتابن جا ، سوين سبق ڏين؛

ڪي مسئلا مسائل ڪيون، ناميان نيرن؛

ڪي پڙهيا پاڻ پروجهه سان، پڙهيون پڙهائن؛

ڪي وردن وظيفن ۾، شاغل روز رهن؛

ڏسيون وائسيون ورق ڪي، وريون ورائن؛

سِڪَ سچيءَ ڪَئُون ڪونڪو، سبق سُور سِڪن؛

اکر لِکن نه دل تي، ٿا ڪاغَذَ ڪارا ڪن؛

مَسُ ڪاريءَ جان مَنَ ڪي، ٿا ڪاري ڪارو ڪن؛

مُدعا ٿئي جنهن ڳالهه ۾، تنهن ويجهو ڪِين وَڃَن؛

جو فرمودو واحدَ جو، تا ڏي ڪَنُ نه ڪن؛

”وَ فِي اَنفُسِڪُم اَفَلاَ تُبصِرُون“، هِن ويسَهه نه وسَهن؛

پين مَعنائن ۾، ڪاهَت ڪَيون ڪَهن؛

اِهو فِڪر فائدو نه ڪري، توڙئون ڪي تَن؛

فڪر ڪن نه فنا جو، ٿا بقا ڪي نه پُڇَن؛

هي اُتي حيران ٿيا ، اوڳا ۾ اڪَرن؛

معنیٰ تن جي طرح سان، هڪڙي ٻي چَوَن؛

پڙهيو سمجهيو عِلمَ تي، عمل نه آڻن؛

”مَن تَعلَمّ العلم للمُنَاظَرَة وَالمُڪَابَرَة“ اُهي منافق مرن؛

هينئُن مِٺيءَ جي پسِي، ٿا پاڻ ئي لِڪائن؛

آهي آفتاب اَبر ۾، پرَ لائق ڪِين لهَن؛

مُنجهايو ماڻهن کي، ماضين مَذهبن؛

محڪم ماڻهن کي ڪيو، تن جي زنجيرن؛

هُون حديثن ڪِينَڪِي، نه ۾ آيتن؛

مجن تن کي ڪِين، ٿيو ملا ٿا مَجن؛

سي سوڳها سِپئي ڪيا، نامراد نِيَرَن؛

اکيا اکين وڏڙا، توڙؤن ئي ڏَسُ تن؛

بِرهَ جي بَٻان ڪُون، پاسي اوءِ پوَن؛

سي پَسڻ ڪَون پري ٿيا، ڪين پسا پَسَن؛

محبت جي مهراڻ مَنُون، جي مُلا چاش چَکَن؛

نه ڪنز قدوري ڪافيا، لهن ۾ لوڙهن؛

ڪن سلام صرف کي، هوند نحو نه نها رن؛

پرڪَ لاءِ تنهن ڳالهه جي، باس نٿا باسن؛

اُهي رهيا اِتهين، مَٿي ڪِين چڙهن؛

ڪيئي آهن قالَ ۾، باتيون بَس نه ڪن؛

ڪي وجي رسيا حالَ کي، ڪي بينا ٻاڏائن؛

ڪي لَنگهي هليا حال ڪَون، نڪِي قال ڪهَن؛
ڪي دنيا جي طلبَ ۾، هنيا حرص حَجن؛
”طالِبَ الدُّنيا مُونث“، محبت ناهي تَن؛
ڪي ڪوڏيا عقبىٰ جا ٿيا، هنيا لئہ حورن؛
”طالِبُ العُقبىٰ مُخنث“، مڙس سي نہ چئجن؛
عاشق جي الله جا، سي سائين سيبائن؛
”لاَ مَوجُودَ اِلّاَ الله“، حاضر ڪيون وتن؛
”طالِبُ المولىٰ مُذَڪر“، هن رسايا رمزن؛
ٻئي جهان ڦِٽا ڪيو، ٿا ٽئي جهان وڃن؛
اَصلئون ئي اختيار ڪيو، فقر فقيرن؛
”اَلفقرُ خَزِينَۃٌ مِن خَزائِنِ الله“، بعض ڪي بخشن؛
”اَلفَقِيرُ لاَ يَحتاجُ اِلَى الله“، ٻيون ڏنائون ٻن؛
”اَلفَقرُفَخرى ولفقرمِنى“، اِئين اُتو عجيبن؛
وَتن ويڳاڻا وِرهه ۾، نيڻين ننڊ نہ ڪَن؛
راتو ڏينهان روح ۾، چَپ نہ ڪو چورن؛
”مَن عَرَفَ رَبه ڪَلّ لِسانہ“، ٻَڌي زبان اُنهن؛
نَشي تن ڪي ”نانهہ“ ڪيو، مورئون ”مان“ نہ چوَن؛
”قُل ڪُلٌ مِن عِندِالله“، اِهو ڪيائون ڪَن؛
”وَالقَدر خيرہُ وَشرہ مِنَ اللهِ تَعالىٰ“، سڀ اوڏانهون ڄاڻن؛
موليٰ جي محبتَ ۾، ڪِيا ٿيا وَتن؛

سُڌڪا سَپَئَي سوز جا، پنيءَ رات پَرن؛
آديسي اَرمانَ ۾، گهوما ٿيا گُهمن؛
ڪِين رئَڻ ڪُون اُن جيون، اکيون اوڪا رن؛
"هرآن سِرى که با محبوب دا رند، خبرنبود ڪراما ڪاتين را"، سِر اهو سانين؛
هَيهات هَيهاتَ، اِها عادت اُداسن؛
پنهنجيءَ پَر ۾ پاڻَ کي، ٿا پَرتَئون پَچائن؛
نِهائيءَ ڪُون نينهڙو سکيو سا ميڙن؛
مَچ مَچايو مَنَ ۾، ٻاڦ نه ٻَهر وجهن؛
عاشق مَٺُون آگ جي، اولارا ڏين؛
طالب جي ئي حق جا، طَلَب نه پِئي ڇڏن؛
عينان سندين اوجا ريون، اچن اوجاڳن؛
انئي پَهر عجيب کي، ڪَنڌ اونڌي اورن؛
ڪا ساعت هَڏِ نه سنرا، اُنهين ري آهِن؛
ظاهِر سي ئي زبان سان، پيو تا ڪين ڪَهَن؛
مامن سان ماڻهن کي، سالڪ سمجهائن؛
صُمٌ بُکمٌ سڪوت ۾، اکيون پئي عامن؛
"عَينُها باڪيةٌ و قَلوبُها ذاڪِرٌ"، اهوذڪر چوَن؛
"عَينُهَا تَنَامُ وَلاَ تَنَام قُلوبُهَا" دل طرف دوسَن؛
آئي آڏو عامَ جي، اکِين ڪا نه ڪَهَن؛
"اِنّ اَوليائى تحت قَبائى"، لائق لعل لِڪن؛

"الصّبرُ مفتاحُ الفَرَح"، صبر صابرن:

بعضي موحد وحدتي، اهڙا پِي آهن؛

مست ڪئين منصور جان، سوريءَ سِرُ سَٽِن:

محبت مِ مخمور ٿيا، ڪامل ڪوڏ ڪُسَن؛

ڪُرڪَن ڪِنجهن ڪِينڪِي، جڙ پار وِهانءَ وَڃَن؛

رتَ منجها رُون پانهنجي، وضو وِير ڪرن؛

اِيءَ نماز عشق جِي، تهؤن پوءِ پڙهن؛

جي محبت وِڌا مامري، سي ڪيئن مُڙس مُڙن؛

سوريءَ اُتي صابري، ڪيون چيچ چڙهن؛

تَحتون تريءَ تي رکيون، صادق سِرُ ڏِين؛

ڪن سِرُ صدِقي دوست تَئُون، پيا پهه ڪين پُڇن؛

نِينهن نهوڙيا نڪِٽيان، جنهن پَر ڪاپڙين؛

هِٽي درد دهيون ڪيا، سندي سپيرين؛

ڪڏهن اچا ڪپڙا پار نه ڪنهن ڏِڪن؛

منهن ميرا مَٿي ٿيرا، اهڙيون طرحان تن؛

ڪائي تن جي ڪانه ڪا، جُڙي لِيڙَ لڱن؛

مٿين پيرين برهنه، ايڏا سور سَهَن؛

پرٿيو پروانن جان، ڪاهيو تِت پَوَن؛

پَنيڙ باهه عشقَ جي، سپورَن سَڙَن؛

ڪامِي لَهسي لُوسجي، لائق لعل ٿين؛

آوڙي عام نہ اُن کي، جي سينڌائي سجڻ؛

اَچو پون آڙاهَ ۾، سِرَ جو سانگ نہ ڪن؛

ڏِچو ڪنهن جِس جهوپڙا، آڌا ڪين اڏن؛

اوڏَنهن وٺ متان پوي، ڪنگهرِ اِي گهارن؛

ري پِريان تن ڪين ٻيون، ڳالهيون ڪَس لڳن؛

ڏاڍا ڦٽ فراقَ جا، تن جي چت چاڪن؛

ورھ وڏي واڍوڙ ڪيا، رويو رت رئن؛

”مُوتوا قَبلَ اَن تَمُوتُو“، ائين مَن مارِن؛

اُهي مَرَڻ ڪئُون اڳي مُئا، ”مان“ کي ڪين مَجن؛

دشمن دوستَ هڪ ڪيون، ڳودڙيا ڳڏجن؛

ان جي اکين آگم سِٽيا، ٻوندان بس نہ ڪن؛

سِرُ ڏيو سَنوپرا، وَٺي ورھ وَٺن؛

”تَرڪُ الدُّنيا سُنة طَلَبُ المولىٰ فرضُ“ هو دِل ڏرِن؛

سويون چڏيون سُکڙا، ڳوندَر ڳذارن؛

جوڳي جانبَ ڪاڻ ٿيا، مثل مَستانن؛

اَبتر ڪيائون پاڻ کي، پَسَڻ لئہ پرين؛

هاءِ وِڇايو حالڙو، ويتر ويچارن؛

هو ”مشتاق على لقاءِالله“، ائين محفوظ رهن؛

ڪي فنا فراق ڪيا، ڪي مليا محبوبن؛

آهِ لقاءُ لطيفَ جو، عيدون عاشقن؛

محبت جي مڪان ڪُون، لاهوتي لنگھن؛
واديءَ ۾ وحدتَ جي، دانھ پير ڏَرنِ؛
”تون- مان“ وجي وچ مَڻُون، تہ ڪِي پاڻ پَسَن؛
شڪ يقين اُٿي ويو، برابر چوَن؛
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نہ ڪن؛
عابد ۽ معبود سو، هڪ نگاهہ پَسَن؛
پاڻ پڙهِي پاڻ ٻُھي، پاڻ ئي سجدو ڪن؛
”پاڻ“ مڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، نِوڙي نوڙَت ڪَن؛
پاڻ اُٿي پاڻ ويهي، پاڻ رموز رکن؛
پُرجھ مِڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، غير نہ پَسائن؛
ڪافر مومن هڪ ٿيو، پلا ٿا پائن؛
سوئي فَلَڪ سوئي مَلَڪ، سوئي آدمن؛
سوئي اَحمد سوئي علي، سوئي هڪ سَمجھن؛
نانوَ ڪَنن اکِين جا، وچون ئي وڃَن؛
بازيون بازيگر ڏِسِي، اِنهيءَ پَتِ پُلَن؛
تان اکيون، ڪَن، زبان سي، بوليون ٿيون بولن؛
اسين آهيون آدمي، بيحد مون بشرن؛
نا تہ مِڙيوئي پاڻ ٿيو، سميع بصير ڏسن؛
عين عليم ڪليم ٿيو، قادر قدرتن؛
هي مڙيون ئي وصفان، اندر آدمن؛

هي مڙيوئي حق ٿيو، ٻيا باقي ڇا ٻچن؛
وصفن اُنهن ساڻ، اصل آدمي سڏن؛
هِت آدمَ مَنُّون الله ٿيو، ٻيا سڀ شڪ پَچن؛
اصل الله مَنُّون آدمي، ثابت صورتن؛
مورَت صورتَ هڪ ٿئي، ڏسج دل نيڻن؛
سوئي ڏسڻ وارو، سو منظور مَجن؛
خالي ڪانه جاءِ ٿي، ٻنا محبوبن؛
سڀ ڪنهن هنڌين سپرين، ڇا جِي جاءِ خسن؛
ڪاٿئين پٽڙيون پَٽ جون، ڪاٿئين دلقا ڪن؛
ڪاٿئين جاما زر جا، ڪاٿئين پشمينا پَهرن؛
ڪاٿئين سَناسِن ۾، ڪاٿئين منجھ مُلن؛
ڪاٿئين معرڪن ۾، ڪاٿئين منجھ ڪُندن؛
ڪاٿئين مَسين ۾، ڪاٿئين ۾ دائرن؛
ڪاٿئين رهن تقوىٰ ۾، ڪاٿئين ۾ ناچن؛
ڪاٿئين تماشن ۾، ڪاٿئين ۾ سيرن؛
”خَلَقَ الاَشياءَ فَهُوَعَينُهَا“، منجھ عربيءَ ائين چون؛
پاڻ چوندڙ، پاڻ ٻڌندڙَ، پاڻئي ۾ ٻولن؛
سمونڊ سرگردان ٿيو، پيو ۾ عَجَبن؛
”آءُ اصل پاڻي آهيان، ڪيئن سمنڊ سڏن؛
نانوَ مٿم ناحق جا، رکيا الاجي ڪَن!“

جي رسيا وجي وصالَ کي، سي چؤرنگ يار پَسَن؛

اول ڪفر پوءِ مَجَڻ، پوءِ تان مَنجھ ڪُفرن؛

پر ڪفر مسلماني هڪ ٿِي، مِڙيوئي مَجن؛

نفيءَ مَٿُون اثبات ٿيو، بيا سڀ "لا" ٿين؛

مرشد ڪامل هادي منهنجو، دائم درازن؛

عارف عبدالحق آهي، صوفي صاف سَيَن؛

هُئي شالَ چراغ سو، روز شبان روشن؛

عارف جي اولاد کي، دعا سڀ ڪَرِن؛

حيرت مِ هميشه سي، غازي سڀ هُئَن؛

عشق منجھ الوٺ هُئَن، سڀئي صاحبن؛

تا گهڻين طرحين نوڙا، مَٿي "نانهه" رکن؛

ڏيو روشن تن جو، تائين قيامتن؛

اُجرائي آفتاب کان، هادي شال هُئَن؛

اَظهر هُئَن دارَين ۾، برڪت پنجتنن؛

هوئن خليفا غوث جا، سي روشن ڪانئن هُئَن؛

قائم مَسند تن جي، حُرمت خير سندن؛

"سچو" سگ انهن جو، سندن دروازن؛

ڪَلمو چئو نبيءَ تي، تا چٺو ڪان چِين.

# وحدت

## داستان پهريون

1

اَول پيري پَچُ، جي بَندَ خيالات جا؛

تَنهِن پڇاڻا وَڃُ، حَلّاجِي حيرتَ ۾.

2

هِيءَ نہ واتَ هُئاءِ جي، آهي نڪا تَقلِيدَ؛

تَحقيقًا توحيدَ، آهي راهَ رسُولَ جِي.

3

هِڪُ سَفرساعَتَ، ٻيو سَفر سالَ جو؛

پهريون تا راحتَ، پويون تا پوءِ رَهيو.

4

جي تو ادب آهہ، تا ٻَنداڻَن ٻَڌِي وَڏين؛

ڪَلَ نہ پِيَڙءِ ڪاءِ، اُصولِي اِسرار جي.

5

پُنيءَ جَڃَ نہ جُلُ، مَنجھ تَماشي نہ پَوين؛

گھوٽُ ڪري تون پاڻ ڪي، ڪَر هَنگامان هُلُ؛

پولِ نہ ٻئي ڪَنهِن ٻُلُ، وَنِج حالُ حَلاجَ جو.

6

پُنھيءَ جَجَ نہ چُل، تون ڪَر پاڻ کي گھوٽُ؛

مَردَ نہ ھِتَئُون موٽُ، پنھيءَ لائي ڇجڙي.

7

جَڏھن وِھين فڪر ۾، خاصو ڪري خيال؛

تَڏھن فراق وارا فِي الحالُ، بَندَ ٻَڌنديءِ وچَ ۾.

8

حُڪم ھَلي ٿو جَنھِن سان، سو ڪر پيدا پاڻُ؛

صورت سا سڃاڻُ، مُنھن ڪَري مورتَ ڪي.

9

”تون“ ھي سان ”تون“ لَين، ”مان“ لَيان ”تو“ سان؛

”تون“، ”ھي“، ”آءٌ“ سَڀِين، ”لا“ ۾ موجودات ٿي.

10

جي تو ڄاتو ”پاڻُ“، تہ ”آءٌ“ ٻيو ڪو آھيان؛

ڪَندُءِ غرقُ گمان، ڳَھلا انھيءَ ڳالھہ ۾.

11

اَدبُ اَٿئي اوٺ، اوٺِ تہ اَڳاھون ٿَئين؛

ما رنغا ري چوٺَ، عاشِقَ ”اَنَاالحق“ جِي.

12

جي فِڪر ڪَئُون فارغ ٿيا، ٿيا دنيا کان دور؛

هوندا سي حضور، آءُ ڳرهيون ڳالهڙيون.

13

بيرنگيءَ مَنُّون رنگُ، پَسو جو پيدا ٿيو؛

ظاهِرَ ۾ پيو زَنگُ، موسىٰ ۽ فرعونَ جو.

14

تون جا پائين مَوجَ، سا مِڙيائي مِهراڻ ٿي؛

هِي اُنهن جا اوجَ، جَن سنبَت سوريءَ پار ڏي.

15

دِين ڪُفر دِل دامِ، ڏج مڙيوئي موج ۾؛

تنهن ڪان پوءِ حُڪامُ، هَر ڪنهن هَنڌ تنهنجو هَلي.

16

جاڏي ڪيا ڙي، سجدو تاڏي نہ ٿئي؛

جاڏي مُها ڙي، سجدو تِت صحيح ٿيو.

17

ظاهر ڪَڪَرُ آنءِ، مِينهُن توئي باطن ۾؛

پاڻُ اُهوئي پانءِ، جنهن وَسي سان وَسَ ٿئي.

18

سوزُ گدازُءِ غَمُ، مِڙيوئي معافِي ٿيو؛

ماردَمامين دَمُ، عاشِقَ "اناالحقَ" جو.

19

جي ادب کان نِڳَّا، سي ٿيا اللّٰهَ؛
هُن وڃايو راهُ، هو هاڃي ۾ هِڃي وِيا.

20

تون تاڪا ٿي آنءِ، پاڻُ اَول لهُ پانهنجو؛
جيلَهان ٻِئي نانءِ، پَئين تيلهان تفاوت ۾.

21

ڄاڻُ نہ تَفاوتُ، عبد ۽ اللّٰهَ جو؛
هو آهي اَمرُت، هِي پِي ڏُور نہ اُن کَئُون.

22

اللّٰهُ ڄاڻُ نہ هن کي، هِي مِڙيوئي حَقُ؛
ناهي شبهو شَڪُ، جو مَعلوم ٿيو مرشِدَ کَئُون.

23

معلوم ٿِي مرشدَ کَئُون، ٻِي جا ڳُجهي ڳالهہ؛
هِن جِي چاهِ مجالَ، ”هو“ لِپِي ”هن“ سين.

24

هِي تان مور نہ وَيڄُو، ڇئُو وڃي ڪاڏي؟
”هوُ“ ”هِي“، هِڪُ ڪري، مورک ڇَڏِ ماڏي.

25

جهڙو پائيندين، ”پاڻ“ پَنهنجو پاڻهين؛

ٿِهڙو ئي ٿيندين، هُت پِي ساڻ يقين جي.

26

جيڪي آهي هِتِ، هُت پي اُهو ئي اٿَئي؛
پَڇ اُهائي پِتِ، تان تون اهو ئي رَهين.

27

جِهڙو آهين ٿِهڙوهوندين، فانِي ٿيندين ڇا ؟
سُڌَ پنهنجي سِر جي، ڪامِلَ پِيڙَءِ ڪا؛
ڳالھ نہ سمجهيئِي سَا، آوازي ”اَنَاالحَقَ“ جِي.

### ڪافي 1

بيو ڪو ڄاڻُ مَحض گناهَ،
هر ڪَنهِن صورت آپ اللهَ.

ڪِٿي گدا گدائِي والا، ڪِٿي شهنشاه.
دونهان ڏيک متان ڪو پولي، اولي اَبر ماه.
”وَنَفَخْتُ فِيهِ مِن رُّوحِى“ آهي، سَهِي ڪر ساه.
”خَلَقَ الاَشيَاءَ وَهُوَ عَينُها“، اِهو قول گواه.
صورت منجھ ”سچوءَ“ جي، پولي پاڻ ئي بيپرواه.

### ڪافي 2

عاشق ڏِسڻ ۾ آيو، محبوب گل سَناسِي؛
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسِي.

برهي جِي اک ببيني، ڪائي مثال چيني؛
توڙي رنگون رنگيني، چيني جي مَٽ نہ ڪاسي.

گِل آب جاءِ جاتي، محبوب راز تاتي؛
عاشِق ڏِسڻ ڳُون ڪاتي، رَهندو پتنگ پياسي.

”صورتَ“ ۾ جاءِ ”دَمَ“ جِي، ”دَمَ“ ريءَ نہ ”صورتِ“ ڪَمَ جِي؛
دَمَ ۾ جا لذت غَمَ جي، وه واه ڳالھ خاصِي.

ابليس جِي وڏائي، هَر سانس تي سوائي؛
جيوَڻ تہ دَم پلائي، نہ تہ تحت نحس ناسِي.

ثابت ”سچل“ سچاري، يارن جي ياد ياري؛
وحدت جنين وساري، تَنِ تَنَ مِٿي اَٽاسِي.

## ڪافي 3

هُتِ تان ڪير هُياسِ، ميان وو!
هِتِ ٿي ڪير آيس، نہ ڄاڻان!

نانءُ پئو هُتِ هو منهنجو، هِتِ پئي نانءَ ٿِياس.
اچڻ نہ هو هِت منهنجو، پَرڪَنهن تا خواهش ڪَنياس.
هُتِ هُيَس معشوقيءَ ۾، هِت عاشِق ٿي آياس.
هيءَ هَي هُئي هُت ڪا نَڪا . هِت مَنجه پروڙ پياس.
”سچو“ سا رو، وو، سَچ ٿيو، وچون ”آءُ“ وياس.

### ڪافي 4

ميلو ٿيندئي، ميلو ٿيندئي، نينهڙو لايو،

جُڙيا جانِي، مون سان ميلو ٿيندئي!

”وهُوَمَعَکُمۡ“ چيو وصالون، وري سو وره وسايو.

”وَنحۡنُ اَقۡرَبُ“ پاڻ اُتيوئي، مونِي تا بِرهُ بَچايو.

”اسين تو سان، تون اسان سان“، پاڻ پِرين فرمايو.

زلفان ڪوليوَ خيال اسان جي، ڏاڍو ڪو ستم سَهايو.

ڪري اُما رو اکيون اسان جي، تيرن ساڻ تپايو.

راند روئڻ جِي سِڪئين ”سچو“ ري، ڏاڍو ڪو پور پِرايو.

### ڪافي 5

آءُ تا پِيڙس اُتي، جِت جاءِ ادب جِي ناهي.

نادانن ناداني آهي، بيهڻ اُتي بُتي؛

وحدت جو پيو باز جتي، مُئو مرغ اَدب جو اُتي؛

وهم خيال وڃايا غيري، خيال هڪڙي ڪُتي؛

سر ڪٽايو، سو ڪيئن موٽي، ويڙو جو شرط اُتي؛

”سچو“ سَچ آهي اِهوئي، وسرئي نه پَنج سُتي.

## ڪافي6

نانءُ اِهوئي، اِهوئي نانون وَارو، صورتَ مورتَ سائي وو.
اِسم خاني وِچؤن اِسما ، اِهو ڏَسُ هادِيءَ جو جانِي، وو.

آهِ تَعجب اِهو جو، ڪَر لوڪان ذاتي لِڪائي، وو.
گاهي طاعَت گاهي عبادت، سَجدو سَهو سَهائي، وو.
ٻئي پارون تان ڏئي ڏيکاري، اوڙَڪ خَلق مُنجهائي، وو.
”سچو“ سهي ڪَئي اِها سپائي، جا بازِي يار بنائي، وو.

## ڪافي7

آءُ، ادا سالڪَ، سهِي ڪر تون طلسمات کي؛
پَجُ دوئي تا ڪل پوئي، دور ڪر درجات کي.

سِر اهو سارو سڏائج، ڪَن نہ ڏي ڪرامات کي؛
ظاهر ٿئين تان ”ذات“ مون، پر سمجھ تون ”صفات“ کي.

غازي نہ پائنج غير تون، هن محض موجودات کي؛
سِرسَنج هن سِر ۾، ڏي منهن نہ بِي مصلحات کي.

بي اعتباريءَ سان ڪرين، هَرهَر نفي اثبات کي؛
اثبات ڪئُون اڳيان لنگهي، ڪَر تَہ تون طاعات کي.

تون ڪيئن ونيِ ويهي رهين، هَي هاءِ حڪايات ڪي؛
ڳالهين مَنجهُون تان ڪِين ٿئي، پَچ اوٿ عزىٰ لات ڪي.

”سچو“ روئين چو هيترو، بس ڪر هن برسات ڪي؛
تَصديعَ تون چو ٿو ڏئين، محبوب جي محلات ڪي.

## ڪافي 8

ڳالهِ سَهِي ڪَيَم ساري، ڀَڙي جيڏيون، يارَ جي، ووءِ
پلو جيڏيون، هوءِ... هوءِ... هوءِ... !

جي مون وسهَو جيڏيون، آءُ اهو آهيان آري.
پوءِ پَروڙُڻ پانهنجي، لاتِي خَلق خواري.
پانِ ڪري ٿو پانڻَ ڪي، يارُ زور آور زاري.
”سچو“ ري سِر پانهنجي، بِرهُ ڪَيائُون باري.

## ڪافي 9

هو سو سَجَڻ مُون سانڻ،
جنهن جي ڪارڻ مُون ٿي پوٿيون پٿايون!

”وَهُوَ مَعَكُمۡ اَيۡنَ مَا كُنۡتُمۡ“، آهي سَندس اُهجاڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ مون ٿي فالون وِجهايون!
سَدا مون وٽ سپرين، مُحب ناهي مِهماڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ مون ٿي واٿون پُڇايون!

اَهڙيءَ اوڏائيءَ ۾، ڪونه پيو مون چاڻُ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون ٿي راتيون لَنگهايون!
هيڏي هوڏي ٿي ڏٺُم، ڪِينَ پَروڙيِم پاڻُ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون ٿي وِرهون وَسايون!
پري پُڇُ نہ پنڌ ڙا، "سچو" تون پاڻ سُڃاڻ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون ٿي ميڙيون سَنباهيون!

## ڪافي 10

هيڏي هوڏي نہ نِهارِ،
تُنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي ٿو!

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پِرين نَہ آهي بي پارِ.
قولهي لَهج، پاڻَ مَئُون، چو تو وَجين وڻڪارِ.
"وَفِي اَنفُسِڪُم اَفَلاَ تُبصِرون"، وِيڃهو ڪِيمَ وسار.
پِرِيَن نہ پُڇج پَنڌ ڙا، تُون "سچو" پاڻُ سَنڀارِ.

## ڪافي 11

اُهو ويو هاڻي ڪاڏي، جنهن "سچُو" سو نانءُ سَڏايو!

مُڪڙيءَ مَنجهؤن، نِي وي ميان، ٿيو گُل پيدا، وي ميان،
مُنهُن ڪري بِينو ماڏي.
سُڌ نہ پَئي، نِي وي ميان، طَرفَ اُنهي جي، وي ميان،

جان جُٺو ويو جاڏي.

اهو هلي ٿو، نِي وي ميان، اهو چلي ٿو، وي ميان،

گوشو ڪيو وڃي ڪاڏي!

ڏيهُ ڏاڏاڻو، نِي وي ميان، اڳُ ڏنوسي، وي ميان،

پَلَٽَ ڪَئي پَڙاڏي!

نانءُ ”سچوءَ“ جو، نِي وي ميان، ويو اوڏاهين، وي ميان،

طَلَب ويئي پي تاڏي.

### ڪافي 12

پولِ نہ پئي ڪَنهِن پُلُ،

تون تہ آدم ناهيين.

لِڪو تو لاتِيُون ڪَرين، جيئن باغَ اَندر بُلبُلُ.

مَلڪن تي سجدا ڪيا، واه مِٺي تنهنجو مُلُ!

ڪير ٿِيائي، ڪير ڪُڏائي، شاه بنا دُلدُلُ.

اَحد مَنجها رَؤن عَبد سڏاءِيءِ، هُئين تا پاڻَ اَصلُ.

”سَچَل“ چوي سَچُ ٿي آئين، ڪونهي تنهنجو تُلُ.

### ڪافي 13

آهيان آءٌ اِسرارُ،

جيڏيون مون کي ڪير پانيو ٿيون!

ڪَنُ نه ڏيان ڪيچ ڏي، پنهورؤن بيزارُ.

چَڏي بادشاهِي پانهنجي، ڪِيَڙُم هت شِڪار.

آيُسِ هِنَ عالَمَ ۾، باري چاڙهي بارُ.

آڻيو صِدق يقين سان، اديون ڙي اعتبارُ.

نوري ناري ناهيان، آهيان ربُ جبارُ.

مُرشِدَ پانهو نه چيو، تون ”سچو“ آهين سَردارُ.

## ڪافي 14

پَنهِنجي ذاتِ لِڪائي، ڪِيئن بي ذاتِ سَڏايان!

ظاهِر ڪَريان ذاتِ ڪي، تا هي بُتَ پَجايان.

مَنصُوريءَ جي مَوجَ ۾، ٿو ”اَناالحَقُ“ اَلايان.

واديءَ ۾ وَحدتَ جي، گهوري سِرُ گهُمايان.

”اعلىٰ اَعظم شانَ“ جي نوبَتَ نِينهَن وَڄايان.

ظاهِرُ باطِن هِڪڙو، آءٌ تا حُڪم هَلايان.

”سچو“ سارو سَچُ ٿيو، حِڪمت هيءَ چَلايان.

## ڪافي 15

اوهِين سَپِئي چونهَ چاڻو،

نانءُ مَثِمِ آهي ڪهڙو!

اِسم اصلَ ڪٿُون وِرهَ وَڌايو، صورتَ هيءَ سُجاڻو.
پاڻِيءَ منجهون پا رو ٿيو پيدا ، واءُ عجب ڪوئي واڻو.
شاهُ جهانِ جو پانهو ٿي، ڪَرَ وائيءَ هِنَ وِڪاڻو.
ڏِسي تماشو اِهو سو سارو، وَتي تان پاڻَ ويڳاڻو.
نانءَ وارو، سُڻو ري سَرتيون، ٿيو هِتِ ڪِيئَن نماڻو:
مَستيءَ واري ساکَ نَہ سلجي، ”سَچُو“ تون ٿِيءُ سِياڻو.

## ڪافي 16

آهي بي نام و نشان،
سِر اِنهيءَ جو ناهي امڪان.

طرحِين طَرح پوشاڪون پهريئِن، ”كُلَّ يَوۡمٍ هُوَ فِى شَانٍ.“
ظاهر ذاتِ صفات سهي ڪَر، ”سِري سِرهُ الانسان.“
منصوري آهي راهُ اِهو ئي، جوشَ تنهين ۾ آ جولان.
غَرض گداگر يارَ اچي ٿو، نا تہ ”سَچُو“ سارو ئي سلطان.

## ڪافي 17

پاڻَ پِرين اُهو آهي،
متان پينر پولو پانيو.

جَنهن تي آهي تَنهن تي آهي، نانءُ بِئي تي ناهي.
پاڻُ پنهنجو سَهِي ڪيو سين، ڪيچ وَڃُون ڪِيئَن ڪاهي؟

هِيئن تنهن جو اوهِين نہ ڄاڻو، ڇؤ تَڏهِن ٻئو ڇا هي؟

”سَچو“ سارِي صورت اُهائي، لوڏا لَڪَن جا لاهي.

### ڪافي 18

تاڏي مُنهُن نہ پيو ڙِي مُنهنجو،

جاڏي لوڪُ لَڙي ٿو.

جيڪو هُنُڙِس جيڏيون، ساڳو آءُ ٿيو.

پاڻَ ئي پُنهلُ آهيان، ڄاڻو ڪونہَ پيو.

ظاهِرُ مُنهنجي ذاتِ کي، ڪيچن پاڻَ ڪِيو.

”سچو“ سارو سَچُ ٿيو، وِڇؤن وِره وِيو.

### ڪافي 19

اُتي پيو وَڃي خيال منهنجو، جِتي دَمَ قَدمَ جي جاءِ نہ آءِ.

لامڪانَ مَنُؤن لَهر لڙهِي، جَنهن مَٿي سَپ هوءِ هاءِ.

وحدتَ جي درياءَ مَنجها رؤن، تون پِي وڃين موجَ مَناءِ.

برِهَ توتي بادَلُ آندو، ”اَ نَاالحق“ جي هڪَل سڻاءِ.

قَطرو پاڻُ نہ پانئج عاشِقَ، سارو ئي تون بحر سَڏاءِ.

ٻَئي جهان هِڪو ڪَرجاڻين، جلوو تنهنجو جاءِ بجاءِ.

”سچو“ آهِين سِرُ سُبحاني، ظاهِر جو تون نانءُ وِڃاءِ.

## ڪافي 20

پاڻ کي يار نه ڄاتوم، پينر پُلي آهيان.

ٻُڌيس ٻيائيءَ ۾، جو پاڻ نه سُڃاتوم.
موڳائيءَ جي موڻجهَ ۾، ٿي ورهُ وسايوم.
اَٿڻُ ويهڻ پانهنجو، هِي پينر ٿي پانيوم.
خاص مُناري خاڪ جي، سوسرتيُون سمايوم.
ڏِسڻ ٻُڌڻ هِڪڙو، هي ڪاڏهُن الايوم.
"ينطِقُ" واريءَ رمز ۾، هِي سِرُ سَلايوم.
نالو آدَم جو رکي، هِن حيرت هلايوم.
نانءُ مَنجهؤن نانهِ ٿِي، هِت "سچو" ٿي آيوم.

## ڪافي 21

ڪَجو اوهين وِساه،
سَرتيون، مُنهنجي ڳالهه سچيءَ تي!

آيو ڪنهِن تا ڳالهه ڪَئُون، شهود ۾ شاه.
لَذم هِهڙو هوتَ جو، ريجهائي مون راه.
جوئي هدايت ۾، سوئي آهي گُمراهُ.
اَحد اَحمد هِڪڙو، آهي پاڻَ الله.
ساڳيون اَٿو پاڻ سو، چئو جو اَرواح.
"سچو" سچيءَ ڳالهه ۾، ڪهڙو ڪَيَم گُناه؟

## ڪافي 22

سپ ڪنهن ويڙهي تون وسين، ڪونہ آهي ٻيو تو ري!

جاٽي هِيئَن جا تومِ، توکي سانوَلَ سجا تومِ،
هر جا آهين تون حاطي.
هَر جا حاضر "تون"، موتي ڪهڙي آهي "مُون"،
هادِي ڪَرُ حِجاب ڪي.
ڪاٿئين قاضِي ٿئين، ويهِي ناحق فتوىٰ ڏئين،
سوريءَ تي منصور جي.
موتِي ٿئين منصور، ڪَيئي مُلَن جو مذڪور،
شاهد ٿي بيهين، شَرَع تي.
"اَناالحَق" آواز هِي، تا سارو تنهنجو راز،
ظاهِر ڪُيئي بيهي زمين تي.
سرمد تي اَسرارَ، ڪَيءِ عالم تي اِظهار،
وري وڌُءِ شور شهرَ ڪي.
هي سَپُ ڪَم سنداءِ، آهن جاني جاءِ بجاءِ،
جيڪي ڪرين تون سو ٿي.
حاضر ناظر تون، باطن ظاهِر تون،
تُنهنجو هُل هَنگام هي.
اُپريو آفتابُ، جهَليو تا رَن هَڏِ نہ تابُ،

گوشا ويا ٿي گُم سي.

”سچو“ پَچُ گُمانُ، ٿي حيرت ۾ حيرانُ،

جو مولا مَئُون پانهون ٿي.

### ڪافي 23

اَحوال عشق لائي،

”سِرُسِرهٗ“ بُلائي.

سِسِي شيخ عطار جي، تو چوٽين چَلائي.

ڏٺُو تماشو تيغ جو، ڪُوپَن ڪَنڌ ڪَپائي.

دينَ ڪُفرَ مَئُون نِڪري، تو ”اَناالحَق“ اَلائي.

واديءَ ۾ وحدتَ جي، ڪوڙين سِرَ گَنوائي.

”سچوءَ“ ڪي تنهِن صِفَت ۾، سائين مانَ سڏائي!

### ڪافي 24

رانجهو چاڪَ ٿي آيو،

نه ڄاڻان ڪهڙيءَ ڳالهه ڪئُون.

پَدَر وِجهي پاڻ ڪي، لالَن پاڻ لِڪايو.

بَنگُلي ۾ آدمَ جي، ساڄَنُ پاڻ سمايو.

سوئي چَوندَ ڙ، سوئي پڌندڙ، ڪيائين ڪونه ڪِنايو.

”مَا راءيتُ شيئًا اِلا ورايتُ اللّٰهَ فيهِ“ فائق اِئين فرمايو.

”لَوكَفاالغِطَاء مَا زتّ يَقِينَا“، حيدر هِي رنگُ لايو.

مَاڻهوءَ جي مَظهَر ۾، آڻي سونِينهن نوايو.

”سچوءَ“ جي صِفَت ۾، الله اِئين الايو.

## ڪافي 25

نانوَن حَق چيايو، پلو جيڏيون، وو... هوءِ، هوءِ، هوءِ!

هِنيَڙي کي حيرتَ، يار وي، آهي اُهائي.

لَهرن بحرُ لِڪايو.

هِنيَڙي سان لائين، يار وي، رمز اِهائي.

هاديءَ هِيئَن سمجهايو.

جان جسم جِي، يار وي، ڏيئي ڏيکاري.

لِڪ لِڪوٽي ٿي آيو.

رنگ بيرنگَ ۾، يار وي، طرحين طرحين.

يار ”سچوءَ“ رنگ لايو.

## داستان ٻيو

1

اَول گُمراهي، آهي رباني راه ۾؛

تِنهان پوءِ هَمراهِي، آهي هيءَ هدايت جِي.

2

جي اول هِدايت، تحقيقًا ڄاڻيج تون؛

زياده ضَلالت، آهي اُنهيَءَ وچ ۾.

3

قَدرُ هِدايتَ جو، آهي ۾ ضَلالتَ؛

جي ضَلالت نہ هُئي، تا ڪاٿي هِدايت؟

4

جي تو نہ تجَريدَ، تا آئين نہ تَفريدَ ۾؛

ڪاٿي ٿِي توحيدَ، ڪاٿي بيهَڻَ تانهِنجو!

5

جِتي ماڻُهن ميڙ آهِ، آءُ تِتي ناهيان؛

سِسِي سَنباهِيان، پُنيءَ شاهَ حلاجَ جي.

6

جي مَحِن ٿا آدمِي، سي نہ مَڃان مان؛

ڪوئي آهيان اَن، جو ڀانهو ڪَنهِن جو نہ ٿيان.

7

پَسِي پَٽ پُليوس، تا آءُ آدمِي آهيان؛

وڃان جان ويوس، نہ ساڳيو سائين آهيان.

8

بيائي ڀانهَپ ڇڏِ، آءُ تون اَحديَت ۾؛

لَحمُون دَمُون لَڌِ، تا پاڪائي پاڪُ ٿِئي.

9

آچِيا اَول آهِه، پوءِ ٽِڪُٽ جو پنڌ ڙوءِ؛

جڏهن ٽِڪٽ جاءِ، وَڏُ تڏهن اُن حَد ڪي.

10

فِراقاءُ فَرقُ، شالَ نہ پوي جيڏيون؛

مون کي آهه مَرَڪُ، سَدا سوزُ پِرين جو.

11

جَهڙوياڻيم پاڻ کي، تَهڙو آهيان آءٌ؛

باقِي رهيو ناڻءُ، ”سَچو“ مون صاحِبَ جو.

## ڪافي 1

ذاتِيءَ مَنجهه ذاتِ ڇُپائي،

بازي جا يارَ بنائي!

هاديءَ حقيقت حالَ جي، مون کي ساري سُڻائي.

سَپ ڪَنهن ۾ سَڄڻِ، نوبت نينهن وڄائي.

ڪاٿئين ”اَنا الحق“ جي، تن چوٽ تہ چَلائي.

”انا اَحمد بلا مِيم“، اِها معنىٰ مِڙيائي.

ڪاٿئين مَسيتن ۾، ٿيو خاصو خدائي.

موتِي مَڙهين وِچ ۾، تِنهن ماڪان ڦيرائي.

ڪاٿئين وٽِ نہ وارَ جي، ٿِي ڪاٿئين جُدائي.

ڪا ٿئين مَٿي تخت جي، ڪا ٿئين گدائي.

اندر ٻاهر هڪڙو، آهي صورت سَپائي.

ڳالھ نہ سَمجھڻ جھڙي، پر سپا سَمجھائي.

ڪافِر مومِن هڪڙو، ”سچو“ ٻوڙج، ٻيائي.

### ڪافي 2

سپَ ڪَنهِن يا رِ پرينءَ جو پَر تو، خوابون عينُ ڪلايو.

وحدتَ مَنُون، ور، ڪَثرَتَ ڪِيائين، رَنگيءَ رنگُ رَچايو:

تو مان جي پَردي مَنُون ٻاهر، سرتيُون چو نہ سِڏايو:

طرحين طَرح پوشاڪان پَهري، لالَن پاڻُ لِڪايو:

هِي سَپ حُسن هادِيءَ جو آهي، پينر ڪِيمَ پُلايو:

پاڻ ڳُجهو ڪِيائين پَڌ رائيءَ ۾، هِيءُ تَنهن هُنر هَلايو:

”سَچيڏني“ جي صورتَ ۾ تَنهِن، اِهڙي رمَز رلايو.

### ڪافي 3

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تان يار وَسي ٿو.

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پِرين نہ آهي ٻي پار.

ڦولهي لَهج پاڻَ مَنُون، چوٿو وَڃين وڻڪارِ.

پِرينءَ نہ پُڇج پَنڌ ڙا، تون ”سَچو“ پاڻ سَنيارِ.

## ڪافي 4

ناهي يا روچو ڪو ٻيو، آهي اُهو جو مان روز ڏِسان ٿي!

وِيني هُيَڙَس وَاٽَ تي، اَچي وسيلو ٿيو؛
ما ڙِيءَ مَنجهه معشوقُ ڏِنوسِين، لالَن پائي لِيو؛
دريءَ مَنجهون ديدَ ڏِنيسُون، لالَن پاتو لِيو؛
جَتَن ڪَج جَتَن جو، سَڳ سَبب سان ٿِيو؛
صحِي سُڃاتَم سُپُرين، يار يقينئُون ٿيو؛
"خَلَق الاَشيَاءَ وَهُوَ عَينُهَا"، شَڪ وڃئُون ٻِيو ويو؛
ڪِٿي وڃان آءٌ خوشِيءَ سان، سَرِتيُون جي سُنهن ڏيو؛
سَير سا روئِي صُورَتين، پاڻَ قريبَن ڪيو؛
يارَ "سچل" تون صحيح ڪر جاڻج، ڪيو خمارن ڪيو.

## ڪافي 5

حاجي حَجُ اَجُ ڪيوسي، ڪعبَو مُنهُن محبوبَ جو.

هاڻ حاصل سَرتيون، اَڪبر حَج ٿيوسي.
ٿِيو قَبوليت مُنهنجو، جيڪو عرضُ ڇَيوسي.
هِيءُ تَنُ طَوافِي ٿيو، وڃؤن غيرُ ويوسي.
ها ريون ڙِي حَرمين ڏي، سَندن نامُ نِيوسي.
اُنِهيءَ ٻاجُهون ناهه ڪو، اِهو احرامُ ٻَڌوسي.
اُهو ڪَعبو اُهو قبلو، "سچو" ڏَسُ ڏيوسي.

## ڪافي 6

تو ڪِيئن وڃايو پاڻ، ڳولي لَهج پاڻ کي!

پاڻ وڃايو نہ لَهين، پَڇي شَڪ گمان!
آخر ڳَڌُيُي گهرَ ۾، ميان سوئِي گهرُ سُڃاڻ.
مَڪَڙُ اڪر هِيڪڙو، ميان سوئِي ڪِيرُ سنياڻ.
آهين ناهين آهه سَپوئِي، آهه نڪو اُهڃاڻ.
ڇا جي ٿيندو، ڇا جي لَيندو، صورت وچ سُڃاڻ.
”سچو“ ٿي سَچُ آئيو، ماڳ اِنهيءَ مِهمان.

## ڪافي 7

سَپ ڪنهن صورتَ ۾ سُپرينَ، سَرتيون ڏِي، ساري ڳالِه سَلِيائون.

ڏيو ياري سِجَ کي، ڪاٿي ڪِينَ ڏِناڻُون.
سانُ روشنيءَ سِجَ جي، پُرجهِي سِجُ پسيائون.
وحدتَ ڪثرتَ هِڪڙِي، جيئن مِينهَن قُڙيون مورائُون.
”سچوءَ“ سندي نانءَ ۾، اِهڙِيءَ طرحَ اُتائون.

## ڪافي 8

جيئَن سِجُ آهي پرِيشان، سوئِي ڳولي سِجَ کي.
مَڇلي جيئَي آبَ سان، آب پڇي طغيان.
تارو پڇي نجَمَ کي، موجَ پُڇي مِهراڻ.

ڦڙي پڇي مِينهَن کي، شاهُ ڳولي سلطان.
هو مِڙيئي پاڻَ ٿيو، ڪير ٿِيا حيران!
”سچوءَ“ جي صفت ۾، اِهو باريءَ ڪيو بيان.

## ڪافي 9

صورتَ سَڀ سلطان، پاڻَ ڏسڻ آيو پنهنجو تَماشو!

ڪاٿئين حَنبل، شافِعي، ڪاٿئين مالِڪ، نعمان؛
ڪاٿئين پَڙهي پوٿيون، ڪاٿئين پِڙهي قرآن؛
ڪاٿئين اَنَاالحق چوي، ڪاٿئين ڦيرائي فرمان؛
ڪاٿئين طفوليت ۾، ڪاٿئين پِيرُ جوان؛
ڪاٿئين مِير وزير ٿيو، ڪاٿئين هنومان؛
”سچُو“ پيو صَبرَ ۾، هوءِ حَيرتَ ۾ حَيران!

## ڪافي 10

ٻانهون ٻانءِ مَ ٻاڻُ،
تو هِين مالِڪ مُلڪَ جو!

”لاَ خَير فِي عَبدِي“ اِهو اَٿَئي اُهجاڻ؛
پاڻ پنهنجو پاڻِهين، صورت مَنجِه سُڃاڻ؛
تون ئي ڄاڻَندڙ سَيڪِي ميان، ٿِئين ڪِيئَن اَڄاڻ؛

اللهُ اللهُ چو چَوين، پاڻ ئي اللهُ جاڻ؛

”سچو“ سائين هِڪڙو، ناهي شَڪ گمان.

## ڪافي 11

آءُ پُنهون پاڻ آهيان،

ڪاڪِيون مُنجان قاصِد ڪاڏي!

اِها صورت سَمجِهي ڏِٺيَم، ساٿي ٻِيا ڪيئَن سَنباهِيان.

ڳالِهه پَري هُئي، ٿِي پَئي اوري، ڪيڏي سي ڪانگ اُڏايان.

مُدعا مَطلب هو مِڙيوئِي، پوٿيون سي ڪيهُون پَڙهايان.

سُڌِ پَئي مون سِر انهيءَ جي، ڪيچ پنپور ڪي پايان.

”سچوءَ“ مَنجهَون ٿيو سچ پيدا، ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان!

## ڪافي 12

مون سان تون آهين آهين،

ڪَڏهن ڪِيئَن ڪَڏهِن ڪِيئَن!

اسان نماڻن نِٺُون سُهڻا سائين، هَٿ هَٿُون مَان لاهِين.

آءُ ڪَنيزڪ، تون تان سائين، سَگُ نہ تَنهن سان ڪو ساهِين ساهِين.

ڪَڏهن آرامي ڪَرين اسان کي، ڪَڏهن ٻَچين ٿو ٻاهِين ٻاهِين.

ڪَڏهن مَنصوري دمُ اَناالحق، ڪَڏهن ڏَسين ٿو ڦاهِين ڦاهِين.

حاظر ناظر آهين اسان سان، ڪِيئَن چوان تان ناهِين ناهِين.

اَستغفِرُاللہ ڳالھ اِهائي، جو ڪُجھ مُون سان تون ناهِين ناهِين.

”سچو“ جي عاشِقُ آهِين اسان جو، ٿِج نہ درد جون دانھِين دانھِين.

## ڪافي 13

تو مِ تَنڍُ تنوار،

ٻُڌِين نِٿي ٻوڙِي، الا!

ڳالھ اِهائي ناهي سَلَڙَ جي، خَرچِين سَو لک هزارَ.

سائِيڙن، ميان، ڪِيا هي سَڏڙا، لاهي سَپ مَيارَ.

دم غنيمت جا هِت آهِن، ڏينهَن دنيا مِ چار.

”سَچلُ“ آکي عِشق مَنجها رؤن، تِيڳان تنهنِجيءَ تار.

## ڪافي 14

محبوب ڳولي ڏسُ مَنَ مِ،

مَنَ مِ تون، ڏسُ دل مِ تون.

واهَ ڪاريگر سازُ بَنائِي، ”ڪُن فَيڪُون“ جي ڪُنَ مِ.

بي فائدو بازارگهمين ٿو، گُلَ ڦُلَ باغَ بَدنَ مِ.

چوريءَ چوريءَ سَيرِ ڪرين ٿو، تُنهنجو چاند چَمَنَ مِ.

”سَچَلَ“، سائِين صَحي ڪَر جاڻُ، يار گَڏيو ڪَکَ پَنَ مِ.

## ڪافي 15

مون ساري سُجاتِي، بازي بازيگر جِي!

مَستيءَ مُئُون مَنصورَ جو، ٿِئين جي جماعَتِي؛
سورهيه باسِج سِرَ تي، تون ڪُسَڻ جي ڪَاتِي؛
غيرُ نَہ آڱج وچ ۾، آهين ظاهِر تون ذاتِي؛
مَتان پائين پاڻ ڪي، تون ”سَچو“ صفاتِي.

## ڪافي 16

پاڻُ سُڃاڻڻ آيو، ڙي، سڃَڻ پاڻ سڃاڻڻ آيو.
ڪَم نہ هُيَڙس ڪو بيو!

پاڻون جاڻِي پاڻ سان، هِت لَوَن تان لائڻ آيو.
عَرش مَنجها رؤن اُلَهِي، هِت ورهُ وسائڻ آيو.
سولِيءَ تي مَنصُورِيءِ، هِت سِر سَلائڻ آيو.
مِصر جي بازار ۾، هِت مُلهِ وڪامڻ آيو.
”سچو“ ري سنسارَ ۾، هِت پير گهمائڻ آيو.

## ڪافي 17

توڙي پُنيءَ لڳي سارو جَڳُ، تان پي چا ٿيو؟
ناهي مَجتا ۾ مَطلبُ.

نَفي، سِري، خفي، اخفا، توڙي جاري ٿِيئي قلب.
ڳالِهين ڪَئي ڪِين ٿِئي، مَنصُوري منصَب.
ڪاڻ تماشي ڪِيترا، پُچن پار عَرب.

ڪَري ڏيکارين ڪيترو، عالمَ کي ٻه عَجب.
نَفلَ نما زان وردَ وَظِيفا ۽ اِهو ڪوڙ ڪَسَب.
دائرا دَعوتَ جا قِرين، ڪَرين تَسخِيرات طَلب.
ٻاجھون عشقَ اللهَ جي، ”سچو“ ٿِئي نه سَبب.

## ڪافي18

ڇَئُون ميان عشقا ڪِيئَن، تُون سَوين سيلَ ٻنائَين ٿو!
يا تُون آهِين ذاتِ ديوانو، جو ڪيڏا ناهه نهائَين ٿو.

ڪاٿئَين مُلا قاضِي تُون، ڪاٿئَين سَيد سڏائين ٿو.
ڪاٿئَين مُغ برهمڻ تون، ڪاٿئَين ٻانگ ٻڌائين ٿو.
ڪاٿئَين مُنهن مِ محراب، ڪَاٿئين تِلڪ لائَين ٿو.
ڪاٿئَين تسبيحان تون سورين، ڪاٿئَين جٽيان پائَين ٿو.
ڪاٿئين پيرين آهِين پيادو، ڪاٿئَين بور ٻَچائَين ٿو.
ڪاٿئَين منبر واعِظي، ڪاٿئَين پوٿيون پَڙائَين ٿو.
ڪاٿئَين زربفت قبائون، ڪاٿئَين لِيڙا لڙڪائين ٿو.
ڪاٿئَين ڏيئَي شرعي فتوىٰ، ڪاٿئَين مَنصُور ما رائين ٿو.
ڪاٿئَين هَنومان ڪونائين، ڪاٿئَين ڏهيسر سڏَائين ٿو.
ڪاٿئَين ٿئَين رام يا سيتا ۽ ڪاٿئين لَڇمڻ لکائَين ٿو.
ڪاٿِئين نمرود ابراهيم ٿي، ڪيئَي پيڪ ٻنائين ٿو.

ڪاٿئين ٿي فرعون يا موسىٰ، سڀ صورت ۾ سَمائين ٿو.

ڪاٿئين ٿي بادشاھ مُلڪ جو، سارو ديس ڏيائين ٿو.

ڪاٿئين ٿئين غرض گداگر، ڪاٿئين ٽوليون ٽڪائين ٿو.

ڪاٿِئين مفتي تون ”خدائي“، ڪاٿئين ”اَنَاالحق“ فرمائين ٿو.

# حقيقت

## داستان پهريون

1

هُو پِي ڪِينَ اَڇٽو، هي پي ڪِينَ وِيو؛
نَفيءَ ۽ اثبات ڪُون، پَري خيال پِيو؛
”سچو“ سَچُ ٿِيو، ٻي ٻانهپ ٻولِي ناهِ ڪا.

2

”سَچُو“ سَارو سَچُ ٿِيو، مَنجهان ڪَثرتَ ڪُلُ؛
الف مَئُون آدَم ٿِيو، ڪَري هنگامون هُلُ؛
هِندو مؤمِن سو ٿِيو، پول نَہ ٻئي ڪَنهِن پلُ؛
”خلَقَ الاشيآءِ فَهُوَ عَينُها“ اِهو آڻ عمَلُ؛
ٿِڄ گلابِي گُلُ، مَرُ ما رِنئِي مَنصُورَ جان.

3

قلبِيءَ ۾ نَہ قرارُ، آهي عاشِقَن کي؛
روحيءَ لکَ رُلايا، نہ نفيءَ نفع دارُ؛
سِريءَ سَوَ وِڃايا، خَفِيءَ ڪيا خوارُ؛
اِپرَ اِخفا ناهِ ڪو، طالِبَ کي تَڪرارُ؛
رِيءَ پَروڙڻ پانهنجي، آهِ شيطانن شِڪارُ؛
”سچو“ هِي سَنسارُ، سارو پاڻَ سَهِي ڪَرِين.

4

سائرَ مَنجھ سَھسَ، گھيڙا گھِڙَڻ آئيا ؛
ڪو سِرُ سِيڱا ھِيو ڪَڍي، ماني ڪُون مَسَ؛
”سچو“ لَنگھي لَس، شَرط وَڃِي پيو شَھ ۾.

5

اَچِي اَوَ تڙياءُ، گھِڙيس گھوري جند ڙِي؛
چڙھِيَس ڏَاڍي چَاھَ مَنُّون، مَستِي مَوج مٿاءُ؛
تَڙَ لَھِي تِرياءُ، شَرط لنگھي پِيس شَھ ۾.

6

جي وَڃِي شَھ پيا، مُشڪل موٽَڻ تن جو؛
چا تانگھي چا تارِ ۾، ڀِڏي پَوَن پيا ؛
جي وِڃُؤن پاڻ ويا، سي پاڻ ئي پاڻِي ٿيا.

7

گھِڙَن جي گھيڙاءُ، تانگھو عِشقُ تَن جو؛
جن کي عشق عَلِيل ڪيو، سي ايندي اَوَتڙاءُ؛
جي سُورَ چکَنديُون ساءُ، ميھَرُ سي ماڻِيندِيُون.

8

اسان پِرين وِچَ ۾، وَھي ٿو دَرياھُ؛
آھي ڪونَہ اسانجو، ھاديءَ ري ھَمراھُ؛
سُپيريان تئُون ساھُ، ”سچوءَ“ تان صَدقي ڪِيو.

9

ڏاھا ڏوريون پنڌُ، متان پائين پِرين جو؛
حَبيباڻو ھنڌ، وچِي ڏِسج اکڙين سان.

10

پِرين مُنهنجا پارِ، تون ڪِيئن ھِت ويلا ڪَرين؟
قاصِد قرِيَن ڏي، دوڙَنُ تو دَرڪارِ؛
ڏسي وَرج سکِھڙو، دوساڻي دَربارِ؛
لِڳي اَٿَم لَونءَ جِي، عَجيبن سان عارِ؛
ڏاتَرَ مُون ڏيکار، صورتَ سانگِيڙَن جي!

11

اَسان پِريَن وِچَ ۾، دور وهي دَرياءُ؛
چوليُون چَران ٿي ڪري، پِيو وِچُٽي واءُ؛
سُٽي آهان آءُ، مِيان ھِن مُشتاقَ جُون!

12

اسان پرين وچَ ۾، جَرُ وهي جاري؛
هِڪُ ڪَڙڪو ڪُنَن جو پَوي، بيون وِيرِيُون ڏي واري؛
هُت ساجَن جا سارِيِ، سا دَهلي ڪِيَن دَرياءَ کَنئُون.

13

مُون تان توڏي موڪلِي، لِکي ڪتابَتَ؛

ڏُکَن جي هِنَ ٻَالهَڙيءَ، مُنجهائي مَصلحتَ؛
ڪِيو فَنا فرض سُنتَ، سِڪَ توهان جيءَ سپريمِ.

14

ڇَري ڇَري مَ ڇئُو، ڇَريو آهي لوڪُ؛
جو ڇَرئي لَڌو ٺوڪُ، سو "سَچُو" آهِ نَه سڀ ڪنهن.

## ڪافي 1

سالِڪ راهَ سُڃاڻِي، پاڻُ نَظَر ۾ آڻِين.

جاءِ نَظَرجي آهِين اَصلَ ڪُون، يار يَقينًا ڄاڻِي؛
پاڻُ وڃائِج نُور نَظَرِ ۾، تَه وسرئي بِي آڪاڻِي؛
فنا ڪُون اڳي بَقا نَه ٿيندين، جيئَن پا روءِ پاڻِي؛
صورتَ مَنجهان ٿِي بي صورَت، وِڃُون گَرد اُڏاڻِي؛
هادِيءَ حقيقَتَ هيءَ سَمجهائي، "سَچو" ساهَ سيڀاڻِي.

## ڪافي 2

لَئون اَچِي پاڻُ لاَ يَوَ، نا تَه مون کي ڪَل نَه هوئِي.

اصلَ لاَڪُون عِشق لائِڻ جي، ڳالهِ اِها خوش آيَوَ؛
دَردَ فِراقَ جي ڏِنيو اَمانت، اِها سانوَلَ سيبايوَ؛
عَرشَ ڪَرسيءَ جا ڪِين قبولِي، اُها اسان ڏي هوت هَلاَيوَ؛

ڳالهِ پُرجهڻ جهڙي نا هُئي، پاڻَ سَڄڻَ سَمجهايوَ؛
ڏينهَن اُنهيءَ جي، يار ”سَچوءَ“ کَئُون، سچي ڳالهِ سَلايوَ.

## ڪافي 3

تُنهنجو دَردُ اصلَ کَئُون، اِختيار ڪيوسين ميان؛
تُنهنجي سُخنن سَچَن اُتي، اِعتبار ڪيوسين ميان.

ڪِي ٿا پُڇَن پِرينءَ کي، ڪُرسِيءَ يَا عَرشَ اُتي؛
تُنهنجي اکين مَنجهان سُهڻا، اِسرار ڏٺوسين ميان.

ڪي تا تابع تجليّ، يا شُعلي نوري يار؛
اسان صورتَ هِن ۾ تا، دِيدار ڏٺوسين ميان.

تنهنجو حُسن ٻنهي جهانين، يار سَڄڻ سَهي ڪيوسين ميان؛
تُنهنجي سچيءَ ڳالهِ هِنَ تي، اِقرار ڪيوسين ميان.

هو جو ڪَيَڙو مون سان، سو پانهنجو وعدو پا ڙيو؛
سِر ساهُ صدقي، صدبار ڪيوسين، ميان؛

”سچو“ سَگ دروازه، آهي روز اَزلَ کَئُون ميان؛
تو پِيرَ عبدالحَق جو، پيزار ڪيوسين ميان.

## ڪافي 4

وِڇي اکيون ڪاٿي لائُيي،
حالَ حقيقتَ جي سان.

فِڪرانِهيءَ ۾ ميان ٿِي فنا تون، پاڻ پَنهنجو پائُيي؛
اِهڙيون ڳالهيون سُڻ ري عاشِقَ، سارو سو عشق وڌائُيي؛
محبت وارو دل جي اندر، ڏاڍو ڪو مَچ مَچائُيي؛
ڪَنيئي پَلڪ ۾ پاڻهي، پولِي ڪَنهن نہ پُلائُيي؛
جي ٿِئين عاشِق يار "سچو" ري، اِئين سو عِشقُ ڪَمائُيي.

## ڪافي 5

ڪَلَ نہ پوندي ڪائُي،
عَجب جيهي اسرارُ اُنهِي جي.

هُئي حَلاجَ ذرو سڌ سِرَ جِي، تنهِن سِسِي ڪوڏَ ڪپائي؛
لاهي حِجابُ حجابُ وڌائِين، هِيءَ حِرفتَ يارَ هَلائي؛
"سَچو" سوئي صاحب آهِين، پر سڀ ۾ ذات سَمائي.

## ڪافي 6

جِهڙو هيءُ عجائب آهِ،
ناهي عجب بيو ڪو اِهڙو؛

هيڏي هوڏي نہ ڏسين، مُنهُن پاڻيءَ ۾ پاءِ؛
پوءِ تصور هن ۾، بي بازي ڪا نہ بناءِ؛
اکيون پَٽي جي ڏسين، هادِي آهي هَر جاءِ؛
”سَچوءَ“ سارو سچ چيو، هيءَ رمز دل ئي سان لاءِ.

## ڪافي 7

اِهو ڏاهيون ڏَس آهِ،
سانول اِتي وسي ٿو.

ڦولهي لَهج پاڻ مَنُون، پَري نہ پيرا پاءِ؛
دائم آهي دوستَ جي، تُنهنجي جيءَ ۾ جاءِ؛
ڪَنِهن جي ڪارڻ ٿي ڪَرين، هاري ڙي هاءِ هاءِ؛
سوئي ڏسندڙ، سوئي سُڻندڙ، پاڻَ ئي ڳالهيون ڳاءِ؛
سارا ڏونگر ڏورئين، ڪاڪِي ڙي ڪَنهِن لاءِ؟
”سَچو“ ويڏو ساهَ کَنئُون، ڪير چَوي تا ناءِ!

## ڪافي 8

هِي چَڏيج هو ونيج،
متان ڪا بِي ڳالِهه پُڇيج.

ڏُوئيءَ واري دامَ کَنُون، پِهريون طالِبُ پاڻ ڪَڍيج؛
مُرشِدَ جِيئَن فَرمائيو، واقف سو تان ڏَسُ وَنيج؛

سِر سَهي ڪَرِ پانهنجو، ٻئا آڏا ڪِيم آڏيج؛
لاري لِڱُ نه ڪَنهِن ٻِئي، عاشِقَ اِنهيءَ پند پئيج؛
وِسَهُ واريءَ واٽ تي، ”سچو“ ڙي تُون سِر سَٽيج.

## ڪافي9

پاڻهين پا رؤن يارَ، قاصِدُ مون ڏي اَچُ آيو!

اَڄ سَندي اُن جي، اُٺي ويا آزارَ،
ٺورو ڪيڏو تَن لايو.
ڏنا دلاسا دل کي، رهبر رات هزارَ،
سَندن روحَ جو رايو.
هيڏي هوڏي نه وڃي، اَچ مِ اِعتبارِ،
محبت مِڙيوئي مايو.
اَڄ جا محبوبَ ڪيا، پَڪا قولَ قَرارَ،
”سچو“ توڏي هُئُنِ سَعيو.

## ڪافي10

پَلي ڪَري آئين، هِت تون گهرجين يارَ!

هِت تُنهنِجي گهُرَ گهِڻي هُئي، دوست مِنا دلدارَ!
جاڏي تاڏي جَلوو تُنهنجو، عَجب تُنهنجا چَمڪارَ.

هِي پي هو پي هِڪ، ديسُ تُنهنجو چئِين ڪُندين چوڌار.

اَچي ٿئين هِڪُ ”سَچوءَ“ سان، لاهي بيائيءَ بارُ.

### ڪافي 11

عاشِق مَرندا ڪِينڪِي، رهندا ڪِينَ مَڪانَ مِ.

ديواني درياءَ جو، پيتئون پيالو پُر ڪَري،

اَجرمَنجهه اَمر ٿيا، اُهي گَڏيا ڪِينَ جهانَ مِ.

غيبَ مِ جي غَرق ٿِيا، تن گهاءِ گَردن مِ لڳا،

بولي بولن ٿا بي نڪا، اُهي رَهن ”الاَمانَ“ مِ.

ڪيئي پَڙهندي سالَ ٿيا، روزا نمازون نَفل نِي،

تَن ڪُنَن ڪَلَ ڪانہ ڪا، باطون جي بيانَ مِ.

چِين ولايت گهر ڪَري، گهِڙي گها رن ڪِينَڪِي،

پَسَن هادِي حَق کي، رهن ٿا بيُانَ مِ.

هَر دم آهي دم دوستَ ڏي، اهي سُونهَنَ ٿا سَر انجام مِ،

سو ”سچوءَ“ کي ئي مليو، هي گُر اچي نہ کِيانَ مِ.

### ڪافي 12

ڪِيئَن وساري تو ويهون ويهون،

پِريان سَندي پارَ جِي، وومِيان.

ساهہ سَنيون تان يادِ ڪَيُون، سي آهِن عجائبَ جيهون جيهون.

ڪهڙيون ڳالهيون عاشِق اَسان کي، ڏُکَ ڏوراپا ٿو ڏيهون ڏيهون.

اِهي عتابَ تون رکين ٿو ڪيها ۽ پَکي اسان جڙي پيهون پيهون.

هِنَ پچاڻون مَتان اَسان تي، ڳالهيُون رکين تون ايهون ايهون.

”سچو“ اسان جو تون، اسين تنهنجا ۽ ڳالهيون ڪرين تون ڪيهون ڪيهون.

## ڪافي 13

آءُ ڪانگا ڪَرِ ڳالِ.

آهِن ڪيهيون اَسان جيون ڳالهيون.

مون سان ڪري جي ڪالهہ وئين، اُهي تان وعدا پال.

هِنَ غريب سان پرين گذائج، برہَ ڪَيَس بيحال.

هيڏي اچڻ جي هُئِي اُنهن کي، ڪا تان قيل مقال.

ٻاجهہ پوئي وي ٻا روچا ۽ نج نماڻي نال.

ياد ڪَرن تا هُتِ توئي کي، وجهُہ نہَ جيءُ جنجال.

”فَاذڪُرُونِي اذڪُرڪُم“ ۽ پَئين تُون ڪيهي خيال.

قولَ پرينءَ ڪَيا جي توسان، سي تان سَڀ بجال.

دل بَدل آهي توءِ پرينَ جي، ”سچو“ تُون پاڻُ سَنڀال.

## ڪافي 14

پاڻَ پُنهون آءُ آهِيان،

اڙي پيئر پُلي ناهِيان.

ٿيو ٿيون مُنڪرِ ڳالهه اِنهيءَ ڪُون، چو تَڏهِن بيو چاهِيان؟
ڪيچ پنيورِپي وسَنوَ اسانجي، ڪهڙي طَرف آءُ ڪاهيان؟
هَر ڪو چوي تا سَهسِين عاشقَ، نانءُ پاڻَ ئي تُون لاهِيان،
هِت هُت آهي صورتَ منهنجي، ٿاهه نه ڪو بيو ٿاهِين،
پَنهنجو پاڻَ ئي سان يارَ ”سچو“ ڙي نينهُن اِهوئي لايان.

## ڪافي 15

محبوبُ مِنو آهي مَن ۾،
معشوق مِنو آهي مَن ۾!

بيفائدو بازار گُهمين چو، اَٿئي بُلبُل باغ بَدَن ۾؛
بِيائيءَ سان ٿو ڀاهر ڳولين، نه ٿي بَرَ بَحرَ ءِ بَن ۾؛
چِهرا چوريءَ چليو ڏسئين چو، اَٿئي سو چاند چمَنَ ۾؛
زلفَ زنجيرَ ڪُون زاهِدَ ڀَڳا، اُهي ظاهِرپرَستَ ظن ۾؛
عاشِق سوين اَحوال ۾، آکِن اَناالحق اُنَ ۾؛
سَت زيورَ سينگارَ ڪري ٿي، دوست آيو درسَنَ ۾؛
”ڪُل يومٍ، هُوَ فِي شَانِ“ آيو ورنهَ هر ڪنهن ون ۾؛
دلبَرَ ديرو دائم دل تي، چو ديکين درپَن ۾؛
ڪري ٿو آهُون ڪِينَ سُٽي ٿو، اَٿئي قُدسِي ڪلام ڪَنَ ۾؛
مُرشد ڪامِل سانولُ سُپرين، آيو صاف صحن ۾؛
فيض ”فاروقِي“ فائقَ بَخشيو، فهمائي هِن فَنَ ۾.

## ڪافي 16

سِگهڙي لهج سَنپالَ،
هادي هِنَ جي حالَ جي.

ڪوتهَ ڪَريو قَال ڪي، آڻي مِ اَحوالَ؛
سگهو موٽج سُپرين، تو ريءَ ڪَيَم ڪَشالَ؛
فَنا ڪَريو فِراق کي، وبجهو ڪريو وِصال؛
گهڻا لايوَ ڏينهڙا، ما ريَس هِنَ مِثالَ؛
اَوهان ٻاجهون سُپرين، هِهڙا ٿيڙم حال؛
اگَڻ هِنَ جي آءُ تون، ”سچوءَ“ مَچ سوال.

## ڪافي 17

زاري پينَر زاري،
اڳيُون عَجيبَن جي، آهي اسان جي!

روز اَزل کُون عاشقَن جِي، سُوريءَ تي هسوارِي،
شاه مَنصور حلاج حُسَيني، سُوري ڪِيئَن سينگاري،
هِيءُ ٿئي گُم اُهو ٿئي ظاهِر، چُپ چُپان چوڏاري،
”سچو“ ساهُ سِري ڪر صدقي، سَرسُ وٺين سَرداري.

## ڪافي 18

تو دوستِيءَ جو دَمُ هَڻين، پَر ڪِيئَن ڪُسِي قُربان ٿئين.

مَهَند مَنصُوريءَ جي تُون، مَنجهه مَعرڪي مَردان ٿئين.

وري صحِي ”اَنَا سِرهٗ“، تَنهِن اسم مَئُون انسان ٿئين.

جي تو پوري سُڌ سِر جي، حيرتَ انهيءَ حيران ٿئين.

نعرو ”اَنَاالحَقُ“ جو هڻِي، تِي مرد سر ميدان ٿئين.

جي دم سُڃاڻين پانهنجو، تُون دين، تون ايمان ٿئين.

هِي پَنڌ سو پُرزا ٿئي، جي نينهن جو نيشان ٿئين.

”سچو“ يَڪايَڪ، يَڪ ٿئين، تون شمع، تون پروانو ٿئين.

## ڪافي 19

مين ماهي دي لِڳ ماري،

ماري آئون فِر جياري.

چَوندِيَس پيش پِرينءَ جي، حال حَقيقَت ساري.

جا نالو وٺَندي نِينهَن جو، تَنهن کي اِيندي شَهَر نِڪاري.

دم نَه رهندي دوست ري، شَوقُ سَندو شِڪاري.

مَستَن کي محبَتَ جي، آهي پِڇيءَ ۾ ڳاري.

جي اَول ماريو پوءِ جيارن، تَنين گَڏ قطاري.

چڱِي ٿِيَڙس چِت ۾، دوستَ ڏِني دلداري.

”سچيڏني“ کي عِشق جِي، صاحِب ڏِي سَرداري.

## ڪافي20

عاشِقَ ڪَيَئي اُداسِي،
وَه واه ڳالهِ خاصي.

لَؤن لَؤن مَنجھ روز ازل کئون، آهي وِرھ اَوهان جي واسِي.
”عشق نار احِترَق“ سُڻي اشارتَ، هيءَ دل تا ڪِين هِراسي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، بات اهِا اسان باسِي.
برهَ اوهان جي ڪِيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سَناسِي.

## ڪافي21

هُت تا ڪير هُياس، پلو ميان، ٿِي آس ڪيرِ نہ ڄاڻان.

نانءُ بيو هُت هو منهنجو، سائين الا، هِت ٻِئي نانءَ ٿياس.
اڇڻ نَہ هو هِت مُنهنجو، سائين الا، پَرَ ڪَنهن تا خواهش ڪنياس.
هُت هُيَس مَعشوقيءَ مِ، سائين الا، هِت عاشِق ٿي آياس.
هَي هَي هُئِي ڪانہ ڪا، سائين الا، هِت مَنجھ پَروڙ پياس.
”سَچو“ سارو سَچ ٿيو، سائين الا، وِچَئُون ”آءٌ“ وياس.

# داستان ٻيو

1

جي اچين تان اَچُ، نَہ تَہ هِت پُورَن پَچا ڙيو؛

محبَتَ ٻا ريو مَچُ، سِيني مَنجھ ”سچوءَ“ جي.

2

ڪِيم مَهِينا لاءِ، آءُ ٻَلا ٻُلي آهِيان؛

اَچي اَکڙيُون ڪِٽي، ”سچوءَ“ کي سَرچاءِ؛

جانِي جوڙيِم جاءِ، تو لڳ اَکڙيُن ۾.

3

چَشمَن جِيءَ چمَڪارَ، ساھ مُنهنجو سوگهو ڪِيو؛

ويهي واٽڙيُن تي، رُئان زارو زار؛

هوت اَچج هيڪار، اَگڻ آسروند جي.

4

مات ڪريان نہ مُشرڪ ٿيان، ڪُچان نہ ڪافِر؛

اِنهيءَ وائيءَ وَرُ، ڪو سَمجهي ”سَچيڊنو“ چوي.

5

روئَڻ ڪان نہ رهن، آيَل اِهي اَکِيُون؛

سپڪنهن ويل وَهن، اَٿن اَٿر اوهِيرن جا.

6

لَحظو نہ لاھِين، بارَ مَنٿ بَرسات جا؛
اکين کي آھِين، اَثَر اوھِيرن جا.

7

بادلَ وارا بارَ، چشمَن تي چڙھيا؛
رئن زارو زار، اَٿن اثر اوھيرن.

8

آئي نِي مُند مِينهَن، آھي اکڙين کي؛
رُئن راتو ڏينهن، اَٿن اَثر اوھيرن جا.

9

آھِ اِھا ئي تاتِ، آگم اکڙين کي؛
ڏينهن اَئُون راتِ، اَٿَن اَثر اوھيرن جا.

10

آگم اکڙين کي، سدائين آھِين؛
سي ڪِيئن اوگِھائين، جن کي اَثر اوھيرن جا.

11

اکِين کي آگمَ، ھِن سَدائين سَرتيون؛
گُوندر گڏيون غمَ، اٿن اثر اوھيرن جا.

12

لايون پرت پِسن، آئون آگم اکين ميڙيا؛

سي تان ڪِيئن نہ وسَن، جن کي اثر اوهيرن جا.

13

ڏسن ۽ رئَن، اِها عادت اکين کي؛
سي سرِهون شالَ هُئَن، جن کي اثر اوهِيرن جا.

14

آهي ريجهه رئڻ، آيَل اکڙين کي؛
هُئي تَن هُئڻ، جن کي اَثر اوهِيرن جا.

## ڪافي 1

آءُ نہ "مان" "تون" وَجي، يارَ،
بِي ڳالهه ڪَرِ مَ ڪائي.

ڳُجهي ڳالهه هاديءَ واري دل تي دائم،
فراموش ٿِي بِي ورونهن وائي.
بَحَرَ تي جا لَهَرلڳي ٿي،
اَسان پاڻ بازي اصل ڪَئُون بَنائي.
آهي هُوءَ حيرَت هُو جي جِسمَ تي،
حَرفُ حَقَ جو آهي صورتَ سَپائي.
لَٿو جُهڙ جو هو نَظَرَ مِ، ظاهر ٿيو سِجُ،
ٿِي اَجُ سراسر سهائِي.

آهي ”سچو“ سَچُ تحقيق ڄاڻين،

جَنهن مَست ماريو دم خدائي.

## ڪافي 2

سچا سي سخن هاديءَ جا، يارو، اڄ ياد آيا سي؛

تَنهِن ڏينهَن لاڪُون اڄ تائين، اُهي بَرچشمِ چايا سي.

ڪَيوَ تان قولُ سائين هي، مِڙن آڏو پَڪو مون سان؛

هونداسين دَم بَدم توسان، اِنهيءَ وعدي وٺايا سي.

ڏيو هِي تن طَاعَت ۾، گَڏيو هِي جان جانان سان؛

پَري ڄاڻيجو پاڻِيءَ کي، لاڙي هِن يارَ لايا سي.

روزا ڪيئي، نفل نِماز ان، توڙي سَو ورد وظيفا؛

سَپيئي لِڳَ ظاهِر آهن، سبق ساڄن پَڙهَايا سي.

پَئو جي خيال خاصي ۾، سڄاڻو پانهنجِي صورتَ؛

ٻڌي، ٻولِي، ڏسي ٿو ڪير، فڪرَ ٻيا سڀ ڦَلايا سي.

وِينو مَنجھ بادشھ محلي، ٻولِي ٿو ڪِيئن اُهي ٻولِيُون؛

اُهو بادشاھ اُهو بنگلو، نہ ٻي ٻولي ٻُلايا سي.

جيڪي ڪيا دوستن مون سان، اُهي ڳُڻَ تان نَہ وسرن ٿا؛

هُئا گَڏ جي حبيبن سان، چڱا سي دمَ لَنگهيا سي.

شڪر اَلحمدلله ٿو پڙهان لک بار شڪرانا؛
اُهي پيهي پَکي آيا، جَنِين لءِ پَنڌ پُڇاياسي.

”سچو“ سگ آهي دروازي، ازل جي روز سائين جو؛
پَنهنجو سي ڪِيئن ڇڏيندا هي، توڙي عَين اُناياسي.

### ڪافي 3

چو ڪَرين ٿو اَرمان،
جيڪي آهين، سوئي ٿيندين!

اُتر، اُپر، اولَهه، ڏکڻ، سَر زمين چا اُهو آسمان.
پاڻُون جاڙِي پير گُهمايُئي، ٿي صورتَ ۾ انسان.
اُٿَڻ ويهَڻ جاڻِ اِهو ئي آهي، ”ڪُلَّ يَوۡمٍ هُوَ فِی شَانٍ“.
”ڪُلُّ شَيءٍ يَرجَعُ اِلیٰ اَصلِهٖ“، قادرَ ٿيو فرمان.
هاديءَ حقيقَتَ هِيءَ پُرجهائي، ”سَچو“ تون سُلطان.

### ڪافي 4

بِرهه جي بازار،
جيڪا ڏسَڻ اِيندي.
جيڪا جو ڏسَندي تجلو تُنهنجو، وهَندي سا ڪِينَ قرار؛
سودو جا ڪندي سِرَ جو، وهَندي سا ڪِينَ قرار؛
چَوسُولَ اَندر، سُرخِيءَ مائل، تيز گُهمي تلوار؛

جي ڪَنهن چمڪو ڏنو تنهنجو، سا سِرُ ڏيندي سَردار؛

”سچو“ اِنهيءَ سيرَ ۾، آهي ڪُسَڻَ جي ڪار.

### ڪافي 5

پانهنجا وعدا پاڙيا، سانولَ سائِينءَ!

هو جي ڪِيائون اصل اسان سان، سي قولَ نه يار وسار يا؛

ڏينهن اُهي مون ڪَئون تا نه وسِرن، جي مون گَڏ گُذار يا؛

سُخن سَچائيءَ يارَ سَجَڻ جا، سي هِنَ ساهَ سنپا ريا؛

اُنهن ڪارڻ شَهر بحر هي، مون تان نِتُ نِها ريا؛

دوستَ ”سَچوءَ“ جا دور هنّا جي، سي واليءَ هِت ورايا.

### ڪافي 6

جو تو ڳولين يار، سو تان تو ۾ آهي!

ڏونگرَ ڪيڏا ڏورئين، ڇوُ تون ڪَنِي لاءِ ؟

هيڏي هوڏي نه وجين، پاڻَ ئي ۾ مُنهن پاءِ؛

دل واري خاني ۾، سَندي جانِبَ جاءِ؛

اِهڙيءَ اوڏائيءَ جي، ”سچو“ ڪَلَ نه ڪاءِ.

### ڪافي 7

سَل سوداگَرَ يارَ ڙي مِيان،

ڪَهڙي ديسؤن آئِين آئِين ؟

ظاهر ٿِئين تُون وو اَچي زمِينَ تي، ڪِٿي ڪٿوريءَ بارَ؛
هَلي اُتاهُون وو اَچي اِتاهِين، هَنجين سو پُوتَئي هارَ؛
طَرحين طَرحين وو اَچي ڪَيَئي هِت، صورتَ جا سِينگارَ؛
شاهه آهين وو يا تہ گُماشتو، لائِي ڪَڏِ قَطارَ؛
اَچي پِياسي وو سُرُ ”سَچو“ ڙي، شوقَئن مَنجهه شُمارَ.

## ڪافي 8

جهُليو جَن تي حالُ،
اُنَهن کي آءٌ ڪِيئَن نہ سُڃاڻا!

مَجن ماضِي ڪِينَڪِي، نَڪو اِستقبال؛
لِڪو ناهي لوڪَ کَئُون، اُنهن جو اَحوال؛
جي مُون پُڇيو جيڏيُون، آهي ورهه وصال؛
ووءِ ووءِ ٻاجهُون تن کي نڪو قيل نہ قال؛
”سچوءَ“ سُڃاتو تن کي، جن کي عِشقُ ڪمال.

## ڪافي 9

مُون کي عِبرتَ آهي، اَهڙي حالَ جي،
هاريون حيرتَ آهي، اِنهيءَ ڳالِهه جي.

ڪاٿَئين ڏاڍو، ڪاٿئين هِيڻو، ڪاٿَئين جوڙ جَٽيا تو پائي؛
ڪاٿَئين ڪوري، ڪاٿَئين موچِي، ڪاٿَئين سيد سَڏائي؛

ڪاٿئين تارڪ، ڪاٿئين سارقُ، ڪاٿئين مُڪ مِلائي؛

ڪاٿئين شاهِي، ڪاٿئين سِپاهي، ڪاٿئين حُڪم هَلائي؛

ڪاٿئين ڪافِر، ڪاٿئين مومِن، ڪاٿئين سوريءَ سِرُ هَلائي؛

ڪاٿئين گُسائي، ڪاٿئين سَنياسِي، ڪاٿئين بُتَ بَنائي؛

ڪاٿئين سامِي، ڪاٿئين اِنعامِي، ڪاٿئين تِلڪ لڳائي؛

ڪاٿئين قادر، ڪاٿئين نادر، ڪاٿئين ”سَچو“ نانءُ سُڏائي.

## ڪافي 10

پِرِين سان پَتِ پَري، ڙي جيڏيون، منهنجي!

دعا ڪريجو جيڏيون، وري سو هوتُ وري؛

ڏونگَرُ مُون ڏورائيو، سَندي ذوق ذري؛

صحي سُڃاڻم پاڻَ ڪئُون، پُنهون ناهي پَري؛

توڪِئن سَري سُپرين، تو ريءَ مون نا سَري.

## ڪافي 11

وِني خَبَر خاطو آيو، خَير صَلاحَ جي مون ڏي.

يارِ پنيورَ جي اَڄُ صُبحاڻي، تان هو ڏِٺِن ڪي سَعيو.

طرف تنهنجي آهِ اصلَ ڪئُون، روحَ سندن جو رايو.

نينهَن جي نياپَن جِڙُ اسان ڪي، محبَن ساڻ ملايو.

ٿيان قربانِي آءٌ تَنين تَئُون، جَن تان نينهُن نِباهيو.

اِينديُ اُهي جن جي ڪارڻ، ويني تو ورهه وسايو.

پيو پرينءَ وٽِ، هاڻي تُنهنجو، ”سچو“ ڙي پَنڌُ سَجايو.

### ڪافي 12

جَن لائي توڙ نِباهِي، آءُ صَدقي وڃان تَن تَئُون!

شابس آهي اکڙين کي، جن وئي دل ورائي.

پَلي پاڇي پرين ڏَهُن، اڄُ اَسان ڏي آئي.

راتو ڏينهان آهي ئي، واتِ اُنَهن جي وائي.

ڏيها ڙِي ڏسَڻ سان، مَحبت آگ مَچائي.

ووءِ ووءِ وائي وات ۾، ”سچوءَ“ آهي سَدائي.

### ڪافي 13

سُهڻي سَجَڻَ سان نِينهڙو لايوسي!

وردَ پَڙهِيَم تي وچَ ۾، اَديون ڙي، آڏو عَشق آيو سي.

سَپ وسا ريئين ڳالِهيون ڏسڻ سان، اديون ڙي، ڏاڍو پُور پرايوسي.

پَن وِجهي بيون ڳالَهڙيون، اديون ڙي، ڳليءَ ڳليءَ يارُ ڳايوسي.

اول وقَت عجِيب جي، اديون ڙي، اِنهيءَ گُهورَ گهايوسي.

”سَچوءَ“ سَوَ مبارڪان، اديون ڙي، چاهؤن سِرَ تي چايوسي.

## ڪافي 14

شوريدن ڪَڪُون حال،

پڇج وڃِي پوءِ هوءِ ۾.

مجلس وڃج اُن جي، تان ڏسني خاص خيال.

اگھ لھج اُن جي، تان تو وٽ ٿَڻ آهي وصال.

ورق وسارج وڃَ جا، تا فارغ ٿئين في الحال.

عقل اُڇلج آبَ ۾، تا بِرهُ ڪَرئي بيحال.

جي تون وسهين وسيلا، هي ”سچو“ سَچ سوال.

## ڪافي 15

ساري ڏيهُ نَه ڏي ڙي،

پانهنِجي دل سَمجهه سَنيالين.

ڳالھ پُڇين جي پرينءَ جي، حَرف حالَئي جا هِي ڙي.

اُچل نَه تِڪرِ پترَ جان، نِينهُن پاڻَئي سان ني ڙي.

هاريُون، انهيءَ حالَ جوءِ قُرب سُجاڻن ڪي ڙي.

پاڻهين آهِن پَڌرا، ”سچو“ سالِڪ سي ڙي.

## ڪافي 16

تُنهنجي حُسن ماريا، سوريءَ سي سنيا ريا، اِنهيءَ ڳالھ ڳاريا،

هزارين هزار!

اُهي يا رَ آيا ، نيزن جي نِوايا ، نِيئي سِر سلايا ،

تنهِين تو اگها ر.

جنهِين موج آئي، تنهِين سُڌِ سَپائي، ڪيهي ڳالهه ڪائي،

لنگهيا شهسوار.

ڪمر جا ٻَڌائون، وري نا چوڙيائون، نَئي سِر ڏنائون،

لاٿائون مَيا ر.

مَچَڙ هَٿ هٿي سي، اِها ڳالهه ڳَٺي سي، تريءَ سِر ڪٺي سي،

ڪيائون نِثا ر.

جن موجن چڙهيا سي، لَهرن لُڙهيا سي، ”اَنَاالحقُ“ پڙهياسي،

ڪنيا هِن خُما ر.

هِي نعرو هنيائون، ”اَنَاالحَقُ“ پَڙهيائون، نَئي سِر سَليائون،

ٿيا گم غبا ر.

مَئي جا پيتائون، هي سهرا ڳُنائون، وڏي وک وڌائون،

پا ڙيائون قَرا ر.

پهلوانَ پاسي، نہ ٿيندا ڪَڌهان سي، اِها باتِ پاسي،

هَليا حُڪمدا ر.

مُلڪان مُلڪَ مِ، مَلڪَ ۽ فَلڪَ مِ، سڄو سپ خلَقَ مِ،

پَئي هِيءَ پَچا رَ.

منجهُون حُبَ هلياسي، مَا ري چوٽَ چلياسي، وجي رنگ رلياسي،

تَنهِين هِي تَنوا ر.

اِها اعتباري، سُوري جَن سواري، عجب خوشي خُماري،

ڪُنن جِي قَطار.

نِشانا کوڙيائون، مُنهن نا مُوڙيائون، ٻئي هَٿ ٻڌائون،

ڪُنا قُربدار.

ٿي مَنصورَ مَستِي، ڪيئِين گُم هَستِي، هَنيائِين دو دسَتِي،

تيش جي تَرار.

ٿي شِبليءَ شابس آءِ، سُورن جي سَراپاءِ، ڏيکيائِين لِکَن لاءِ،

وجودَئُون وسار.

مُلا سو قاضي، ڪڙي ڪيائون بازي، منجهن ڪُنؤ غازي،

ڪڙا ها جوبَهار.

هنيئِين پير جَنهن تي، ڏنئِين سِرُ پي تنهن تي، نه سُڌ هي سِين تي،

ڏِنئِين سَچُ سچار.

”سچو“ سِڪَ تنهِين جي، جذب جاءِ جَنهِين جي، نه پرواه ڪنهِين جي،

رکي نِي سنپار.

وڏي سِر پچاڻون، ”اَناالحَق“ واڻون، اهو سِر سُچاڻون،

آڻيو اِعتبار.

هنيائِين هَڪل هيءَ، وئي تان شڪل هيءَ، نه حاجت عقل هيءَ،

جَليا جلوه دار.

ڏنئون مُنهن مَتاري، نه ڪاڏي نهاري، سٽيو سِر سچاري،

دليون دوستدار.

سچي ڳالھ ڪيائين، نہ ڪوڙي چيائين، نِباھي نينھن نيائين،

ڪارڻ ھڪ نظار.

باھِن ۾ وڌائون، پوءِ لھرين لوڙھيائون، ”اَناالحق“ ٻڌائون،

ٿي ھَي ھي ھونگار.

پِي بغداد سارو، مڙيو بَھت پارو، منجھن نَر نعرو،

ھٽي ھوشدار.

”سچو“ عشق ايندئي، اچي ڏاڻ ڏيندئي، ”مَن وَ مَا“ نِيندُئي،

ڪَندُئي گل بھار.

## ڪافي 17

ھٿون پيتو مون تان پير مُغان جي، جام شرابون شوري.

دَور ڪارائي دل کي ٿو، چشمان ڪيف ڪَڪوري؛

اصل ڪَٺُون منصور جو اُنھيءَ، ڪاٺيو ڪنڌ ڪوري؛

نشي منجھ نواز ٿي، گھوريون ھي سر گھوري؛

جنھن ساقيءَ سُرڪ پيا ريو، آءٌ ڪيئن پُڇان تنھنجي ٿوري؛

پِنھان ڪيائين پاڻ کي، چِت ”سچوءَ“ جو چوري.

## ڪافي 18

مونکي آھن ياد، مِنيون تنھجون ڳالھيون ڳالھيون !

هي نماڻي ڏوهن هاڻِي، دوست پهچائين داد؛

پرين پنهنجي پار جو، عشق ڪرين امداد؛

”سچو“ آهي اوهان جو، تَنهن جي دوست ڪريو دل شاد.

## ڪافي 19

مين ماري،

محبت تنهنجي ميان!

ورتم دڳ درد جو، تنهن سڀ ڪا واٽ وساري؛

گِلا ءِ غيبت جي، سِر تي ڪنيم ڪاري؛

چندِ اُبري آئيو، ويئي سڀ اَنڌاري؛

مِڙني مِٺياڻن ۾، نينهن ڪَئي نِرواري.

## ڪافي 20

جا چوڻ جيهي ناهه،

سائي ڪيئن چوان؟

ڳجهي آهي ڳالهڙي، ڪنهن ڪَل نه آهي ڪاءِ؛

اوڏي ناهه پَروز کي، ويجهي نه وساهه؛

هُئڙي سُڌ حلاج کي، تنهن سِسي ڪوڏ ڪياءِ؛

پوڻ آهي اونهن ۾، جتي هوءِ هواءِ؛

”سچو“ سِر نه سَلڻ جو، سو تان سڀ منجهاءِ.

## ڪافي 21

جنهن دل تي آهي جوش،
سا دل سورن سان سنري.

آءٌ هڏ ڳوري اُن ٺئُون، جنهن تي جوش خروش؛
ڳالهه ڳرهڻ ڪهڙي، خلق اڳئُون خاموش؛
اثر اُهي عشق جا، اول وڃائي هوش؛
سالڪ سُک نہ سرها، گوندر ڏي ڪن گوش؛
”خَلَقَ الْاِنسَانَ عَلیٰ صُورَتِہٖ“ پادشاهي پوش؛
”سچوءَ“ سوريءَ وڃاڻا جي، مَي مِ ٿيا مدهوش.

# سسئـي

## داستان پهريون

1

ناهي ويچاريءَ وَسُ، جو ڪَري مات پَئي رَهي؛
ڪَنهِين چَن نہ چڏيوم، سندو گورَنِ گَسُ؛
ڏونگر منجهان ڏَسُ، پوندم هوت پُنهونءَ جو.

2

وَيُرِ لالَنُ لوءِ، هِيءَ اَڻاسِي نند ۾؛
پُليءَ هيئن نہ پانئيو، پيو پروڙڻُ پوءِ؛
هوتُ وَرِئم جي هوءِ، تا سُڪ گُذاريون ڏينهڙا.

3

منهن ڏيئي آيام، جبل جهاڳڻ ڪيچ جا؛
طعنا تهمتَ لوڪ جا، سِر چَڱا چايام؛
پَت پَليءَ پايام، سِهرا سُور پرينَ جا.

4

هيءَ نماڻي نال، سنگت نِجو ساٿيو!
اندي پُنيءَ آن جي، جيهي تيهي حال؛
هِن گُوليند ڙ جي ڳالهہ، ڪا هئي هوتياڻِن ۾؟

5

رُئڻ زارو زار، راتو ڏينهان آهه مون؛
ڪوڙي ڪان قريبُ ويو، هِنيڙي مَنجهه هزار؛
هن ڳوليءَ جي ڳُڻتار، ڪا پُڇيوَ پا روچن مِ؟

6

وجڻ ذوق ضرور، هِن ڪاهِل آهي ڪيچ ڏي؛
ڏسان شال اکين سان، هوتاڻو حُضور؛
منهنجو ڪو مَذڪور، پُڇوَ پا روچن مِ؟

7

سرتيون سڪ سِبيلَ، اَندر منجهه عجيب جِي؛
راتو ڏينهان ٿي ڪريان، زاريون منجهان زِيلَ؛
هن ڪمينيءَ جي قِيلَ، ڪا هئي هوتياڻن مِ؟

8

پِرين ڏئي پُور، ويا ويچاريءَ کي؛
تنهن دنيا جو دُور ڪيو، سپو شوق شعُور؛
هن مُئيءَ جو مذڪُور، ڪو پُڇوَ پا روچن مِ؟

9

ريءَ ڪر تنهن ڳولي، آهيان آرياڻي ءَ جي؛
جو ڏنائون ڏِيل کي، سو جهليم مِ جهولي؛
هن پانهيءَ جي ٻولي، ڪا پُڇيوَ پا روچن مِ؟

10

سا ريون پڇي ساٿَ، سنديون ڪيچن خبرون؛
هيڏي اچڻ جي هئي، ڪيچَيڙن کي ڪا تہ؛
منهنجي پي مَصلحات، ڪا ٻُڌيوَ يا روچن ۾؟

11

لَڪين ڏئي لت، پاڻ ئي ڪريان پڌرو؛
سارو وندر وُوڙيان، جيڏيون ڪا رڻ جت؛
منهنجي ڪا مَصلِحَت، هئي هوتياڻِ ۾؟

12

ڪري ساٿ سوال، تہ ڪيچن جي ڪا ڪَل ڏيو؛
جا چڏيائون چَپرين، موتڻ تنهن مجال؛
هَي هَي آرياڻيءَ ري، هھڙا ٿيڙم حال؛
سندي هِن سنپال، ڪا هئي هوتياڻين ۾؟

13

راتو ڏينهان رَت، اوتڻ آيم اُن ري؛
آيل عشق عليل ۾، شال نہ پوي قَطُ؛
جبل سب جهاڳي وجي، جيڏيون ڏسان جَتُ؛
هِن مُئيءَ جو مَتُ، پوي مذڪور پِرين ۾.

14

اَثر ڪيو اَفسوس، مُئيءَ جي مِرُن کي؛
جُودَ تنهين جي جوش، سارو روح رتيون ڪيون.

گوندر گذاريام، سي تان پلا ڏينهڙا؛
سپ ڪنهن ساعت سپرين، ٿي صحي ساريام؛
هي ڪشالا ڪاريام، ساعت هڪ سمهڻ جي.

### ڪافي 1

ڏونگر آهي ني ڏَسُ، ميان، هاريون منهنجي هوت جو.

هلان ته هلڻ نه ٿئي، ناهه ويچاريءَ جو وَسُ؛
راتيون رهڻ روهَ ۾، ڪاڪِيون آهي ڪَسُ؛
ڪِيَڙو عشق عجيب جي، هِنيَڙي منجهه هَنبَسُ؛
آهي عجبين جي، ”سچو“ سِڪ سَرسُ.

### ڪافي 2

منهنجو، پانديئڙا، پِرينءَ کي ڏيج هي نياپو.

ڏئي باھ ڀنڀور کي، هيءَ ڪيچ ڪندي ڪاپو؛
اَصل لاڪُون آهي، منهنجو ساڻن سياپو؛
آهي اوهان جو سپرين، هن چوريءَ تي چاپو؛
منهنجو محبوبن کي، ڀيو ڏيج نه ڏوراپو؛
سدا آهين ”سچوءَ“ کي، تون جيءَ جو جياپو.

## ڪافي 3

پري ٿين نہ شال، پرين پا ڙيچا پرڏيهي!

ساٽن ٿيس نہ سنگتي، هَي هَي ههڙي حال؛
جَتن ڪِيڙم جيڏيون، جتِن سان مون جال؛
دوستن بنا ديس ۾، جيئڻ منجھ جنجال؛
ڪنهن در ڏيان دانهڙِي، هو جي ڪُهي ويڙم ڪال؛
ڪوڙين ڪَيَڙم ڪيترا، اُنهن ڪاڻ ڪشال؛
سي ئي ”سچو“ آئيا، جن لڳ وجهايم فال.

## ڪافي 4

پينر هي پنپور، اَسين چڏي ويندا سون!

وس نہ آهيان پانهنجي، پلو ميان، پورن ڪِيَڙو پور،
هِت رتي نہ رهنداسون.
جاءِ عقل جي ناه ڪا، پلو ميان، عشق ڏيکا ريو هت زور،
اُهي وٺي ويندا سون.
پورهيو ڪنديَس پرَ جو، پلو ميان، چَڏي ٻيو تَڪ تورُ،
اَسين جا ڪي جِيندا سون.
ڪاڪِيُون وَجي ڪيچَ ۾، پلو ميان، لاهي هِنئِين جو هورُ،
ڏُکَ ڏوراپا ڏيندا سُون.

”سچو“ ڏني سَڄڻَ، پلو ميان، شوق مَچايو شورُ،
تَن جي پڪي پَهنداسُون.

### ڪافي5

آهي ويچاري ڪا وَسِ، ميان، توکي معلوم مِڙيوئي!

وينِي آهيان واٽ تي، گولِي ڪَجو گَسِ، ميان.
سارو وِندُر ووڙيان، ڏاها تُنهنجي ڏَسِ، ميان.
ماڻهو شَهر پَنهورَ جا، رُوحَ نه اَچَن رَسِ، ميان.
”سَچو“ پوءِ پِرين کَئُون، آهي پَنهوران بَسِ، ميان.

### ڪافي6

ڳوٺَ ساري جون ڳِليُون ڳِليُون، وو، نِتُ ڏِسَڻ مون کي آئيون.

رَت روئڻ کئُون اُهي اکِڙيُون، ڪين سي جهلجَن جَهليون جهليون.
ڪيچڙن جُون وَري قَطارون، هيڏي پُڏيونسين هِليون هَليون.
سي نه وسرَن ڳالهيون اُهي، يارَ سَجَڻ جي تو سَلِيُون سَلِيُون.
چا ڙهيئي اَسان تي دردَ فِراقَ جون، چُوه ڏاڍي مَئُون چَلِيون چِليون.
روز اَزل کَئُون ڪَيوَ ”سچوءَ“ سان، يارَ پَلاءُ ڪيئي پَلِيون پَليون.

### ڪافي7

هوت اچج هت هاڻين، پنهنجا ڏک ڏَسيندس، ميان.

دوست اوهانجڙي آهيان، ميان، سائين لڳ سُجاڻين،
پاڻ ڳولِنَ ڳڏيندس، ميان.
تون تان صاحب سُپرين، ميان، هيءَ نانءَ نماڻي،
توکي سائين سڏيندس ميان.
ڀَڪا ڀَڪن سامهان، ميان، آرياڻي مون آڻي،
توکي اوڏا اڏيندس، ميان.
ڀُنيءَ لڳس تانهنجي، ميان، حُبَ مَنجهؤن هوتياڻي،
آءُ ڪا پاندُ ڇڏيندس، ميان!
سچو اُوتي سپرين، ميان، پِنبڻ مان پاڻي،
ڏک ڏوراپا ڏيندس ميان.

## ڪافي 8

هوتَ پِرين هڪواري، مُونکي اچي مِلج، ميان!

ڏونگر ڏورڻُ مون نه ٿئي، ميان الاءِ آءُ اوري تون آري.
ڳِچيءَ پائي ڪپڙو، ميان الاءِ زور ڪريندس زاري.
جا اوهانجڙي ڪونجي، ميان الاءِ سا توکيئَن وساري؟
هيجؤن ڪنيم سر تي، ميان الاءِ بارُ برھ جو باري.
ويني ڏسان واٽڙي، ميان الاءِ مونجھ اَوهان جي ماري.
”سچوءَ“ سندو سجڻا، ميان الاءِ ٿيو فراقُ فراري.

## ڪافي 9

آيَس آءُ ڪي اوڍي، جهاڳيا مون تان جبل جالَ!

جي مون وِسهَو جيڏيون، آهيان ڪيچِن جي آءُ ڪوڍِي.
حُب جنهن جي هوت ڪي، درد نہ ٻئي ڪَنهِن ڏوڍِي.
ڪيئن ڪريان آءُ ڪاڪيون، هوتُ منهنجو سو هوڍِي.
دَردُ جنهين کي دوست جو، لَڪَن سَا نا لوڍِي.
سيڻن خاطر سُڻ "سچو" ڙي، گاهُ ڪنديس ٻَدي گوڍِي.

## ڪافي 10

وِيَڙا جي وڻڪار، اجا وري ايندا سي!

ڪي ڏينهن پهچڻ ڪيچ ۾، قصد ڪندا ڪوهيار،
اَسين ڪاڏي نہ ويندا سي.
پوءِ منهن رکي جيڏيون، پاڻون جاڙِي هِن پار،
اَسين ڪاڏي نہ ٿيندا سي.
آيا جاڙي سپرين، جيءَ نِي پيڙو جار،
نينهن نيبهُ نينداسي.
هاڻي "سچو" مون ڪئُون وسري، ڪَتڻ واري ڪار،
اسين جا ڪِي جينداسي.

## ڪافي 11

اُهي ڪهڙي طرف ويام، آءٌ ڳوٺ رَهِيس سَپ ڳولي!

عشق ته عاشقن جا، ميان، اُگهين ٿي ٻڌام،

هاٽي ٽوليءَ مون سو ٽولي.

ڪوڪان چڙهي ڪوهَ تي، ميان ڪيچڙن ڪيام،

هاٽي چوليءَ مون سو چولي.

ڏوريندي مون ڏونگرين، ميان، سرتيون سال ٿيام،

هاٽي رمز لڌي مون رولي.

"سچل" آءٌ تان ناهيان، ميان، ساري سُڌ پُيام،

اِتي پاڻ پا روچل پولي.

## ڪافي 12

واڻ وندر جي ڪو ڏَسي، وو ڏَسي، مون کي جيڏيون!

سپريان جي ساٿ جا، آهيون سو عاشق اَسي، وو اَسي.

سُڌ تنهن کي سُور جي، جام پُنهون جا پَسي، وو پَسي.

وهان ڪيئن پنپور ۾، خانُ ويو دل کَسي، وو کَسي.

پِريان سندي پار ڏَهون، مانَ ڪو رهبر رَسي، وو رَسي.

هيڪند ٿيان جي هوت سان، هينئڙو منهنجو هَسي، وو هَسي.

سِر "سچوءَ" جي سانوڻ وانگر، بِرهه جو بادل وَسي، وو وَسي.

## ڪافي 31

ناهه ويچاريءَ جو وس نِي، توکي معلوم مِڙيوئِي، ميان!

آهي هِن ڪميڻيءَ کي، ميان، ڏونگر سندو ڏَس نِي.
چڙي ڏونگر ڏاکڙو، ميان، ويڙهي اسان جي وَس، نِي.
حالُ هِن جو هِيڻو، ميان، پاڻ پنهون اَچي پَس، نِي.
ٻا روچاڻِي جاتِ ۾، ميان، تون سانول آهين سَرس، نِي.

## ڪافي 41

مون وٽ هو مهمان، پلو جيڏيون، اَچا ڪالهه قافلو!

اَٿم اوٺا رن جو، ميان، آيل ڙي اَرمان.
ڏئي ڏُکيءَ کي ويا، سورن جو سامان.
جتن سندي جات لءِ، هَي هَي هيءَ حيران.
ڪندي وجي ڪيچ ۾، هيءَ برهه جو ٻه بيان.

## ڪافي 15

صدقي صدقي هي سِر، ميان، آهي ڪوهيارل تَئُون صدقي!

ڪافَ ڪشالا ڪيچ جا، ظاهر ٻُجهَن ٿا زِر، ميان.
جبل گهايا جوش مَئُون، گهائي ڪِيَڙُوَ گهِرُ، ميان.
محبت جي ميدان ۾، گهيڙ ڏسي وڃي گهِڙ، ميان.
ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، ترسان هَڏِ نه تِرُ، ميان.

جيڏيون جانب جت لءِ، پئي پئي وتي هيءَ بڙ، ميان.

حبيباڻي هنج ۾، ڪيهَ ڪري وجي ڪِرُ، ميان.

”سچو“ سچيءَ سڪ مَئُون، فاقو ڏِسِي نا ڦِرُ، ميان.

## ڪافي 16

يار توسان منهنجي زاري، آهي سَوَلک واري، ميان!

وندر جي وڻن ۾، واجهه وجهي ويچاري،

سا تان محبت ماري.

هي تان حال حقير جو، اَچي ڏس آري،

ڪَئُم برهه باري.

اَزل لاڪُون آهي ئي، يار توسان منهنجي ياري،

پاتم ڳچيءَ ڳاري.

سور تنهنجا سپرين، چُڪيءَ کي چوڌاري،

وجهج ڳهوٽ نه ڳهاري.

آهي هَٿِ حبيب جي، ڳالهه ”سچوءَ“ جي ساري،

ڪندا نِي پوئواري.

## ڪافي 17

پورهيت پاڻيءَ ديوئي، خان ٻاروچا تُنهنجي!

حاضر خدمت اَچِي اوهان جي، حال چونديس روئي؛
ساٿي اسان جي سُڌ لهڻ لءِ، ڪڏهن نه مُڪو ڪوئي؛
قولُ ڪيو هوءِ هوت اسان سان، سائين پورو ڪر سوئي؛
ڪيئن وساري وهان اوهان کي، ڪَئَي تا هھڙي توئي؛
طوطي جي ٻچيءَ سَوَ سَلامن، ”سچوءَ“ مُڪا پڙ پوئي.

## ڪافي 18

هوت ڏهون هاڻي آيُون، مان ڏي خوشخبران جي!

اَچِي اڏيون اوڏ ڙيون، جاءِ تُنهِنجَڙيءَ جايون؛
چڏي شهر ڀنڀور کي، پير وري ايڏنهن پايون؛
ٿيون جِيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون؛
”سچوءَ“ سَنديون دانهڙيون، دوست وري ورنايون.

## ڪافي 19

ڙي جيڏيون، هاڻي هوت ويا جي، وو، سي موٽي مانَ اچن!

دعا ڪريجو جيڏيون، پَري نه هوت وڃن؛
سِڳها موٽن پوئتي، اچي ويڙهي هِن وسن؛
وجي ڪيچ وڻن ۾، پورهيائت پُچَن؛
ڪيچي ڪميٽيءَ جي هُت، ڪَچي شالَ نه ڪَن؛
”سچو“ اَصلئون آهي، سرتيون سَگ سندن.

## ڪافي20

يارَ ساٿيو، ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان...

پلو ڙي ميان، ڪيچن جي، وو، ڪَلَ مونکي ڪائي ڏيجو.
هيءَ نماڻي، وو، وَر وڪاڻي ميان، نال نباهي نيجو.
ڪيم وساريو مُئي نہ ماريو، ميان، چوري تان مَ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن ايندا، ميان، لوڪئون تان نہ لڏيجو.
آءٌ اوهانجِڙيي اصل آهيان، گوِلي سانڻ گڏيجو.
جنهن ويلي، وو، هلو اِتاهون، ”سچو“ نانءُ سَڏيجو.

## داستان پهريون

1

ڪوڙين قرباني، ٿيان هوت پنهونءَ تان؛
ساهہ سِري صدقي ڪريان، سندن مهماني؛
هي جوڀن جواني، ٿي اَجائي گذري.

2

جبل جالون جال، سو مون ڏورڻ نہ ٿئي؛
وڏا وڻ وڻڪار جا، ڪافن ڪوهَ ڪشال؛
هي مون ڏسي حال، ٻاروچو ٻاجهہ ڪري.

3

ٻاجهہ ٻاروچا ڪر، مون ٿرُ ٿيليو نہ ٿئي؛

ويچاريءَ جي ور، ڪر بلوچا بَئبان ۾.

4

اَڇج آري ڄام، ڪو مُنهن موڙهيءَ جو ڪرين؛

مون ڪَڻُون مير مُدامَ، هي ٿر ٿيليو نه ٿئي.

5

آءُ تون پنهون يار، ڏسي حال حقير جو؛

هن نماڻيءَ نِڪار، هي ٿر ٿيليو نه ٿئي.

6

هن دم آري آءُ، ناهيم حال هلڻ جو؛

مون نماڻيءَ ڪانءُ، هي ٿر ٿيليو نه ٿئي.

7

ڏيهه سندو ٿيو ڏور، رهبر ٿيءُ رُڃن ۾؛

مون ويچاريءَ مُور، هي ٿر ٿيليو نه ٿئي.

8

چپر تان مَ چڙين، آءُ هوتياڻي جَتَ ۾؛

هن ڪميڻيءَ ڪَڙين، هي ٿر ٿيليو نه ٿئي.

9

هَٿان ويل ويام، ڪاڪِيون هاڻي ڪيئن ڪيان؟

ٿيلَڙ ٿرَ ٿِيام، هاڻي هوتياڻِ لءِ.

10

جي هئي ڪميڻيءَ ڪَل، تا صبح ويندو ساڻڻو؛

تان مون تنهن مهل، پُرزا پُرزا پاڻُ ڪيو.

11

هَي هَي ڪارڻ هوت، ڏونگر ڏورڻ آئيا؛

ميان تائين موتَ، ووءِ ووءِ تان نہ وساريان.

12

ووءِ ووءِ تان مَ وسارِ، متان مات ڪري وهين؛

ٿيو پرُ تنهين پارِ، جاتي پِيو ناهِ ڪي.

13

ڪيم وساري ويهُ، ووءِ ووءِ ڪر وندر مِ؛

پچرڻ ڪارڻ پرينءَ جي، پاڙي پاڙي پيهُ؛

ڏيهہ- ڏٺيءَ جو ڏيهہ، حاصل ٿئي جَت سين.

14

متان وهين مات مِ، منجهہ جلديءَ جُل؛

هتي ويهہ نہ، هل، تان ڪِي پچين پنڌ ڪي.

15

ويهہ نہ وساريج، متان مات ڪري وهين؛

قولُ اهو پاڙيج، هو جو ڪِيڙئي هوت سان.

## ڪافي 1

ويجها شال رهن، ميان، ڏور لايا جن ڏينهڙا!

سگها منهنجي سپرين، پکي مان پهن،
وڏا طالع تن جا، جن جي راڄ رهن،
هِن منهنجي حال جي، سِگهڙي سُڌ لهن،
طعنا ڏيو تن جا، ڏاهيون سپ ڏهن،
”سچو“ صدقي تن تئُون، جي ٿا ڪيچ ڪهن.

## ڪافي 2

ڙِي جيڏيون، آءٌ تان پيو نه ڪندي،
منهنجو پيچ پُنهل سان آهي!

آءٌ جنهين جي آهيان، سو تان مِهَر نه لاهي!
ڪيو ڪميڻيءَ هوت سڄڻ سان، سگُ سِياپو ساهي.
هٿ وجي پَئي هوت جي، وَس نماڻيءَ ناهي.
سوال ”سچوءَ“ جو اهو آهي، نِينهُن سَندن نيباهي.

## ڪافي 3

هوندي سپ پَرسائن سانڻ، جيڏيون،
هِيءَ پور هيو بَندِي وجي ڪيچ ڪندي.

ڪالهه ڪالهوٽي سپرين، اڄا مون وٽ مهمان.

لڳي ڪافر ڪيچ جي، پُرزا ڪنديس پاڻ.

اُنن، اوٺا رن ٺَٺُون، آءٌ ڪاڪيون ڙي قربان.

هٽي ويڙو نڪري، پا روچو مون پاڻ.

ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، چِيٽڪ ڪيڙس چاڻ.

”سچو“ سوز فراق جو، ڏئي ويڙم ڏاڻ.

## ڪافي 4

پينر هيئَن نه پايون، ته هوت ڪندا هِهڙي!

عشق تا آتش جهڙو، لالن وجي لايُون.

ڏينديس پا روچن ريءَ، پنيور کي پاهيُون.

سَرتِن سُڌ نه سور جي، هي تَن وجن ٿا تايُون.

ڏِئون ڏين ٿيون ڏِيلَ کي، سنديون جتن جايُون.

”سچو“ وجن ساڻڙو، چُپ چُپاتِيون چايُون.

## ڪافي 5

آءُ اڳڻ منهنجي آري، توکي صاحب ساريان ٿي!

وندر جي نِي وٽن مِ، ميان اَلا، هوتَ مِلج هڪ واري،

توکي گهٽو نها ريان ٿي.

پرين وَڙؤ، وو، پانهنجي، ميان الا، دوست ڏيو دلداري،

سا رو ڏينهن سَنپا ريان ٿي.

دوست اوهانجي، ووءِ درد سانءِ ميان الا، ڳچيءَ پائي ڳا ري،

سا رو روهه رئا ريان ٿي.

ڪڏهن ايندين، ووءِ تون پرين، ميان اَلا، ”سچوءَ“ ڪج ستا ري،

هت هنجون ني ها ريان ٿي.

## ڪافي 6

مون ڪي هوتن ها ٽي، ڪوني پنهنجو ڪيو!

جَت گهٽا بيا جڳ مِ سائين، مُنهنجو هوت آريا ٽي،

ڪنديس ڪونہ بيو.

لڪين پُچن پرينءَ ڪي، آءٌ تان ڪير نما ٽي،

سندن نينهن نيو.

جيهِي تيهِي در دوستن جي، عاشق هيءَ اگها ٽي،

سا رو ڪم ٿيو.

ڪيائون ڪنا ري پانهنجي، هيءَ تان پاٽون چاٽي،

جڏو جيءُ جِيو.

پرين ڪيو پنهنجو، سچو سڱُ سجاٽي،

وچئون ورهُ ويو.

## ڪافي 7

پرين نہ چڏج بئي پار، سا ري تنهنجون ڳالهيون رُئان آءٌ!

اَگَھ آسَروندَ جي، واڱي ايندين ڪهڙي وار ؟

ماري هِن مشتاق کي، ڪانڌ نه وڃ ڪوهيار.

آهين جنهين تون آسرو، سا ويچاري تون نه وسار.

نماڻيءَ جي نِجهري، آءُ ڪهڙي هڪ گهار،

ڪيئي "سچو" سان واعدا، سي پرور لِءِ تون پار.

## ڪافي 8

شال اوڏاهون ايندا، وٺي خاصيون خبران، خبران!

مون هن نماڻيءَ کي، اچا دلاسا ڏيندا،

پرين پاڻهين پاڻ سان، هيءَ گولِي گڏيندا.

محبت مون مسڪين سان، شال نباهي نيندا،

ڏک سک پائي سپرين، هن ڏکيءَ سان ٿيندا.

ڪيچي ڪڏهن ڪينڪي، هيءَ چِپَر چڏيندا،

جيڪي اگيون پويون، بديون سب بخشيندا.

پَکا پَکن سامهون، آڻي اوڏا اَڏيندا،

ٻاجه پريا ٻاجه مَئُون، ڪري "سچو" سڏيندا.

## ڪافي 9

نٿي وٺي ڳالهه ڪا ٻي، ڙِي جيڏيون، مون کي نٿي وٺي!

آءٌ نہ ڪنديس، وي، اهڙي، پلو ميان،

ڪيچن جا مون سان ڪي.

اَوهان مِڙن مِ، وي، مست جو ٿيڙس،

پيالو عشق جو پي.

اوهين مڙيئي، وي، عقل واريون،

آءٌ جو ٻيراڳڻ ٿي.

”سچوءَ“ پچاڻا، وي، سپرين، پلو ميان،

ڪوه ڪنديس هِت ڪي.

### ڪافي10

اصل اسانجِڙو آهي، ننگ ٻا روچل توتي!

چڏڻ مناسب ناهي، ننگ ٻا روچل توتي.

هيءَ ڪنيزڪ ملھ خريدڻ، سگ نٿي ڪو ساهي.

ذرڙو جنهنکي ذوق تنهنجي جو، چِپَر تنهن کي چاهي.

جيئن هلائين تيئن هلان ٿي، ڏور وڏي تو ڏاهي.

هيءَ ٻاچاڻي پرين سان پرتيوَ، ٻاب سنديو توڙي ناهي.

جيھي تيھي يار اوهان جي، چڏڻ لائق ناهي.

ٿرين برين يار ٿڪيءَ کي، رس ڪوهيا رل ڪاهي.

ساھ ”سچوءَ“ جو در تنهنجي ڏانهن، هَڏ نہ آسرو لاهي.

## ڪافي 11

حال هلڻ جو مون ناهي، آءُ تان ڪيچ پهچان ڪيئن؟

ناتو نماڻيءَ جو، اَصل توسان آهي،
هيءَ هوت نه ڇڏج هيئن.
تون تان صاحب سپرين، سڳ نٿي ڪو ساهي،
ڪر جاني وڻيئي جيئن.
پسي حال حقير جو، آءُ ڪوهيا رل ڪاهي،
ڪر "سچو" پنهنجي سيئن.

## ڪافي 12

متان ڏورا پو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو!

هيءَ ڪنيزڪ مُلھ خريدڻ، ڪين هٿئون مون ٿيو.
حرف اسان تي آه اصل جو، وقت ويسرَ مِ ويو.
پلئي پائي مَديون، پيش پُنهونءَ جي هي پيو.
"سچو" ڪوني پانهنجو، پاڻ قربن ڪيو.

## ڪافي 13

اديون ڙي آهيان، ٻانهي سا ٻاروچل جي!

ڏکيا سکيا ڏينهڙا، شال لالن ساڻ لنگهايان.
هِنيَڙي کي هن جيڏيون، ڪهڙا سور سلايان.

وندر سنديءَ واٽ تي، چاهؤن سِر چَلايان.

ويهان آءٌ ڪيئن ويسَلِي، ويندا چو نہ وراريان.

ڪيهي پئي تان ڪيچ ڏٽن ڏي، ”سچو“ ميڙ سنپايان!

### ڪافي 14

ويهي آءٌ ڪوهُ ڪندي، جيڏيون ڙي پنپور ۾!

چونديس حال حبيب کي، ڳچيءَ پائي گَندي.

ڪُني سا ڪيڏي وجي، جا برهہ تنهنجي بندي.

جيهي تيهي حال آهيان، ”سچو“ صاحب سندي.

### ڪافي 15

چڏي هوتَ حجتَ، ميان ڙي، ٿيس آءٌ نانءِ نماڻي!

اچي مون کي ڪينڪي، چڏي لوڪ لذت، ميان.

وڏو آهي مامري، مون کي تان محبت، ميان.

ويا نِڌر کان نڪري، اونِي رات اُچٽ، ميان.

سُورَ تُنهنجا سپرين، رُڳا ئي راحَت، ميان.

مون کي ٿيلَڙ آئيا، پيرن سان پَربَت، ميان.

”سچو“ سڪ اوهان جي، واڳيو ۾ وحدت، ميان.

### ڪافي 16

ٻانهي ٻا روچل جي آهيان، وي آهيان!

پريان سندي پار ڏنهن، آسرو هڏ نہ لاهيان، وي لاهيان.

صورت وارا سُپرين، آءٌ نماڻي چاهيان، وي چاهيان.

هُو تان سائين، آءٌ تان گولِي، سگهُ نہ ساڻن ساهيان، وي ساهيان.

ڏينهن لنگهيم هِت ڪيترا، ڪيچ وٽن ڏي ڪاهيان، وي ڪاهيان.

هُڻَ "سچوءَ" جو آهي، تنهين سان، اُنهن ٻاجهون ناهيان، وي ناهيان.

## ڪافي 17

ڙِي جيڏيون هاڻي شال ٿئي، منهنجو پاڙو پرينءَ سان!

مان مُئي تان گهوري، جاني شال جِئي.

هِنَ تان پُورُ پرائيو، هاريون هوت وئي.

پاروچي ڪا ٻاجهہ پَئي، هيءَ تا نالِ نئي.

سارو مطلب مون ٿِيو، پُنيءَ هوت پئي.

شال "سچوءَ" کي سُپرين، ڏوراپو نہ ڏئي.

## ڪافي 18

آءٌ ڪيچ ڪندِي، وڃي پورهيو پرينءَ سان، ڙي جيڏيون!

جيهي تيهي يارَ سجڻ جِي، چڱي توڙي مَندِي.

آءٌ تَنين جِي آهيان، بِرهَ جَنين جِي بَندي.

چوندِيَس حالُ حبيب کي، ڳِچيءَ پائي گندي.

اَڻ مُلهه ٻانهي آهي، سڀ پَر سائڻ سَندي.
”سچو“ سا ريائي دلڙي، رَمزَ تِنين جي رندي.

## ڪافي 19

ڙِي جيڏيون، آءٌ تان حال پُنهل سان ڪندي!

اصل لاڪون آهيان سائين، ٻَلوچاڻي ٻَندي.
وَسُ ناهه وارَ جو سائين، آهيان سائڻ سَندي.
ڪَندي وچِي ڪيچ مِهِ، دانهون سي درد مَندِي.
سُڌ لهندا سي وري، ٻِرهَ جَنين جي نِي ٻَندي.
”سچو“ اڳئون سڄڻين، ڳچيءَ پائي ڳَندي.

## ڪافي 20

سا رو ڏينهن روان ري، هيس جيڪِي هوت پنهونءَ سان وعده!

ٻُڌڻ وارو ناهه ڪو، جنهن ڪي حال چوان، ري.
قاصد اچي ڪو اوڏانهون، پيرين تنهن پَوان، ري.
ڏکايو تان ڏيل کي، اَديون اڄ اوهان، ري.
اُنهن ٻاجهون سَرتيون، نِت نِت سورَ نوان، ري.
ماريُون محبوبن جي، طلب ناهي توهان، ري.
غرض نہ رکان لوڪ جو، هِڪُ سائين هُنَ سَوان، ري.
”سچو“ ٻاجهون سوزَ جي، ٻيون لاتيون ڪين لَوان، ري.

# داستان ٿيون

1

ڏکن مَنجهان سُک، مُون تا لَڌا جيڏيون؛

ڏوريندي ڪي ڏُک، سُونهان ٿيڙا سَچڻان.

2

هَنِ سَهانگا سُک، جي ساري عالم آئيا؛

ڏور مهانگا ڏک، جي ورتا وِرھ وارئين.

3

سينڌيون جي سُکن، تنين گوندر گهوريا؛

ڏنم ڪاڻ ڏکن، هي سِرُ سارو سَٿِ ۾.

4

سُکِيون ڪوھ پُڇن، سنديون ڏکن خبران؟

سي هِن وهاڻِ وڃن، ڏِيل ڏکايل جن جا.

5

ڏکيون پُڇن ڏک، سُکيون پڇن سکڙا؛

هن کي حاصل جو ٿيو، جيڪي منجهان جُڪَ؛

نينهن وارن جي نُکَ، لڳي لوريءَ وارئين.

6

گوندر ڪيئن گهوريان، جنهن ڪيَس سينڌي سچڻين؛

جان تِڪ پئي توريان، تان ڏک موچارا سُک کَئُون.

7

جي گوندر گوشِ نہ ڪن، ڪُھ پيون سي سرتيون؛

جَن سنگت سانڍ سُکن، سي پاڻئون هوتَ پري ڪيون.

8

گوندر گھمي جي لھان، تان سُک سَوين سا ڙيان؛

آءٌ پُڻ ڪيئن پا ڙيان، ڏک سکن سان سرتيون.

9

جنين گوندر گوشُ، آءٌ گھڻو تَنِ نھا ريان؛

جال انھن ۾ جوش، سدا آهي سرتيون.

10

جي سارو پُچان لوڪ، تا گوندر وارو نہ لھان؛

ھھڙو پَلو ٿوڪُ، ڪھين پاڳ پرائيو.

11

گوندر ڏينھن گذار، جان تون جيئن جِند ڙا؛

سوئي عھد پار، جوئي ڪَيُئي پرينءَ سان.

12

سُکن واريون سَوَ ڪا ڪا ورهُ وارئي؛

ترت انھيءَ ڪان توَ، پڳيون آتڻ واريون.

13

آتَڻ واريون آئيون، ٿيون آتَڻُ اُجا رين؛

جي گوندر گذارين، آنڱُ تن اوڪ ٿيو.

14

سارو لوڪ سُکن، پوءِ رهايو پرينءَ کئُون؛

ڏسو واهَ ڏکن، هوتُ وهاريو هنج ۾!

### ڪافي 1

سرتيون منهنجو ساهه، هاڙهي سي هوت وٺي ويا!

ڪونه ڪميٽيءَ جو ٿئي، هاديءَ ري همراهه.

پينر هن پنپور ۾، آڻيندن الله.

هَنڌئُون جنهين هوت ويا، روئي چمان سو راهه.

پرڏيهين تي ناهه ڪو، وريتيون وساهه.

آهي رفيق رُجن ۾، سندو سوزِ سپاهه.

ناهيم ٻئي ڪنهن لوڪ جو، پا ڙيچون پرواهه.

معاف ”سچوءَ“ کي سي ڪندا، جيڪو ڏوهه گناهه.

### ڪافي 2

اَچي ڪونه ايڏاهون، ماڻهو شهر پنپور ۾!

منهن ڪري اُنهينءَ پار ڏي، ميان، وٺي ڪيم اَلاهُون.

ڏسي حال حقير جو، ميان، اَچن منَ اَڳاهُون.

ڪو پَلُ پاچاڻيءَ کئُون، پَري ٿي نه پَراهُون.

ٿر ٿَڪائي آهيان، ميان، پَڪا اَڏِج اوراهُون.

سُٺِي موٽ ”سچوءَ“ جون، ميان، آرياڻي آهُون.

## ڪافي 3

وڻي ٻا روچي ٻولي، سدا تان ساهه منهنجي ڪي.

هُئي پناهه ۾ يار سڄڻ جي، ٻا روچي جي ٽولِي.

ٻا روچاڻي ذات جي، گولن جي آهيان گولي.

ڪاڪيون ويندس ڪيچ ڏي، ڏونگر پايان ڏولِي.

”سچو“ سامَ اُنهيءَ جي، آهيان عين اولِي.

## ڪافي 4

ڪي ايندا، هيڏي ايندا، اَلوءِ وهنيان ٻا روچا!

ساٿي مون کي سچ چؤ، دوست دلاسو ڪو ڏيندا؛

هوندا ڪي مون وٽ هميشه، وري ڪي پوئتي ويندا؛

هيڪَندَ شهر ڀنڀور ۾، ساڻُ ٿَڪِي اچي ٿيندا؛

ٻا روچا سي ٻاجهه ڀَئي، آءٌ چڱي ڪي چيندا؛

سُور ”سچوءَ“ جا، سرتيون، نال ڀنهنجي ڪي نِيندا؟

## ڪافي 5

اِڙي جيڏيون، مون کي چو ٿيون پرينءَ ڏَنهن جهليو!

ويهان ڪيئن پنهور ۾، جو روحُ اُنهن سان رليو.
ساڻُن ٿيندس سنگتي، جو هوت ها ڙي ڏي هليو.
پِريان سندي پار ڏَنهن، پا ڙيچُون نا پَليو.
سچڻ سارو پانهنجو، سِر "سچوءَ" ڪي سَليو.

## ڪافي 6

پانڌي، دلاسو ڏي مون، ايندا آرياڻي ڪي اوڏا!

آڏيءَ رات جو، وو، ڪيائون سانپاهو، حال ڪيا تَن هي مون،
ويا تا تِرڪي توڏا.
ڪيو قبول، وو، پُنهونءَ ڪارڻ، ڏک سوين نِي سي مون،
لَڪ ڏئي لک لوڏا.
محبت ڪئُون تان مُنهُن نہ موڙيان، پرزا ٿيان هِت جي مون،
گَسي وجن توڙي گوڏا.
سر تان صدقي، وو، آهِ "سچوءَ" جو، ڪاڪيون چَون هِت ڪي مون،
درد ڏيندو سو ڏوڏا.

## ڪافي 7

آءٌ وجان تو تَئُون گهوري گهوري، ميان!

ڏونگر رهيس ڏاڪڙا، تنهنجي ڪارڻ ڏوري ڏوري.
تو ٺڪائي، وي، آهيان، اَچ آرياڻيءَ تون اوري اوري.

پلا ھن پنوور ۾، تہ نہ رھنديس توري.
مون کي وڏو مون پرين، جھڙڪ اوھانجڙيءَ جھوري جھوري.
”سچوءَ“ جو ني سُپرين، ھِنيَڙو نيو ھي ھوري ھوري.

## ڪافي 8

پيو ڪَير حامي منھنجو ٿيندو، لَکي يا روچَل يا جھون!

درد منديءَ جي دل انھيءَ کي، پاڻئون دلاسو ڏيندو.
ڪين چڏيندو چپرين، سوئي نال نِماڻي نيندو.
اکڙين سان سَپيئي ڏسنديون، اگڻ آرياڻيءَ سو ايندو.
پاڻ پنھنجو يار پيارل، ساڻ غريبِ گڏيندو.
ڏنگاين ڏي ڪين ڏسندو، بديون تان بخشيندو.
مِھرَ پنھنجيءَ ساڻ ڪنھن ڏھاڙي، ”سچو“ سو نانءُ سَڏيندو.

## ڪافي 9

آءٌ ويندي پُنھل جي پار، ميان، ٿَڪِيس ڪِين ٿرن ۾!

مون مَن گڏي گوند رين، ڪيچي ٿِيَم قرار.
ذات جتن جي جيڏيون، جيءُ وڏو آھي جار.
ڪندي وجي ڪيچ ڏي، ڪنيزاڻي ڪار.
آھي ڪاڻ قريب جي، وجڻ مون وٽڪار.

پُرڻ اٿم پنڌ ۾، دوست پُنِيءَ دزڪار.
سارو ڪم ”سچوءَ“ جو آهي، اُنهن جي اِختيار.

## ڪافي 10

اڄ اهو ساڳِي مون سچا تو، آهي ٻڙيون ٻا روچو!

اصل لاڪُون آهي اُنهن سان، هن ٺماٽيءَ جو ناتو.
اڇي ڏنم اوچتو، پيچ جَنهن مُون سان پاتو.
قِرس ڦيريدار جان، چاڻ نہ مون هيئَن چاتو.
لٿو لحظي هڪ ۾، اديون ڙي اوراتو.
صدقو ”سچو“ تَنهِن اُتون، عشق جَنهِن سان تو لاتو.

## ڪافي 11

وجي ڏيھ پرين، ڙي ساٿيو، منهنجو ڏجو سنيهو!

اوهان ٻاجهون سُپرين، ڏکيا ڏينهن لنگهن.
وينا ڏسون واٽڙُن، اڱڻ مانَ اچن.
ڪونہ ورندي ٿو ڏئي، وندر جي پي وجن.
ڏکيا اُهي ڏينهڙا، جي پاسي ڪان پرِين.
پينر شهر پنپور ۾، شال پيرو ڪن.
ويچاريءَ نہ وساريو، جا لڳي ساڻ لَڪن.
جيهو تيهو آهي ئي، ”سچو“ سگ سندن.

## ڪافي 12

ڪيچن جي ڪَڍَ ڪاهِ، متان ويهين ڪِين وساري!

ڏسنديىءَ ڏونگر چوٽيُن، بَلوچاڻي باهه.
ڦولجِ پاڻ فقير ٿي، وندر جي وڙاهه.
ساري شهر ڀنڀور جا، لاڳاپا سڀ لاهِ.
متان ويهين ماٺ ڪري، ڏونگر ڏورج ڏاهِ.
عرض وجي ڪر روبرو، پيا ساٿي ڪِيم سَنپاهِ.
پانهي ٿج پروچ جي، ڪو تون سَگ نہ ساهه.
روح رهي هِت هوت ريءَ، ”سچو“ ڪنهن نہ صَلاح.

## ڪافي 13

پيو ڪير پڇي ٿو حال منهنجو، خان پا روچل پاجهون!

تو ريءَ آهيان يار سڄڻ، ميان، اُداسي اَهنجو.
جَنهين ڪَهين سان پيچ پاتوسين، غرض رکي سو نہ ڪنهنجو.
خيال اسان ڏي آهي جنهن جو، آءٌ پي سو آهيان تنهنجو.
اَسان جاتو صحيح سچاتو، عاشق آهين تُون اَسانجو.
درؤن پيهِي پاڻ پُڇَندو، آهين ”سچو“ تُون ڪِي سَهنجو.

## ڪافي 14

اَڪَڙِيُن اِسرارُ، مون کي ڪو جو ڪيو، ميان!

اُنھن تان ڏيکاريو، ڪاڪيون ڙڃي ڪوھيار.

تِنھين ڏھاڙي ڪيو، بِرھَ بي اختيار.

ڏونگر ٿو ڏورائي، چشمن جو چمڪار.

ناز نيڻن جو سَرتيون، ووڙائي وڻڪار.

سوز سجڻ جو سَرتيون، ”سچوءَ“ کي سينگار.

## ڪافي 15

يار پُنھلَ پيغامي، ڪڏھن مُڪو ڪونہ مون ڏي!

روز اَزل کَون يارَ اوھان کي، منھنجو ساھ سلامِي.

اَوھين نہ ايندؤ، اَسين ايندا سي، اِھا اَسانجي اَنجامي.

پِرين ڏسِجو وَڙ پنھنجي ڏي، آھن عيب اسان ۾.

جان جُٿي، جان ڪِي، ٿيندي نہ طلب تمامي.

ڳالھيون اوھان جون يار يارُن، ويندءون سي ڪين وسامي.

ڏيئي اسانکي ڦَٽ فراق جا، ٿئين تون يار آرامي.

درَ اوھانجي جِي يارَ ”سچوءَ“ تان، مَجِي آھي غلامي.

## ڪافي 16

پوءِ ھت ڪيئن ڪندي، ٻاجھون يار جي آءِ!

پيرين پَوندي پرينءَ جي، ڳچيءَ پائي گَندي.

وَھي ٿي واڪا ڪيون، نيڻن مَنجھؤن نَدي.

سَپ پَر سَندِيَن آهيان، چَڱي توڙي مَندي.

دل ”سچوءَ“ جي سَرتيون، بِرهَ تَهِين جي بِندي.

## 17 ڪافي

آءُ وري تون تان ويهُ، سڄڻ آءُ تان تنهنجڙي آهيان!

آهون عاشق جون سُٽي، چڙ پرين پَرڏيهُ.

پکي پاڇياڻين جي ميان، آءُ پرين تون پيهُ.

اَصل لاڪون آهي ٿي، هِي ڏاها تنهنجڙو ڏيهُ.

”سچو“ جوني سپرين، آءُ ساري ساڻيهُ.

## 18 ڪافي

ڳولن جي آءُ ڳولي،

خان ٻاروچا ، تنهنجي!

آءُ نه ڪنديس ڪڏهين، ٻانهپ ريءَ ٻولي.

سُڌ اچي له سِڪهڙي، آهيان سا عين اوڻي.

هِن ڏُها رڻ جهڙي ڪا ، لهندين ڳوٺن مون مس ڳولي.

نانءُ سائينءَ جي يار سڄڻ ڙي، ڪر ”سچوءَ“ سان سولي.

## 19 ڪافي

ساٿ سلامت آيو، پکي ٻاروچل جو.

ڏينهن فراق جا لنگهيا اسان تُون، موليٰ سو محب ملايو.

ميلاپي جو مِهر پئي تان، واليءَ ورق ورايو.

وَڙ پنهنجي ڏي پاڻ ڏنائون، ويڙهو هي يار وسايو.

ميرا لاهي اچا ڪياسي، هوتن تان نيهن نباهيو.

ڏيو مبارڪان سپئي ”سچوءَ“ ڪي، جو سورن اج سِڏايو.

## داستان چوٿون

1

مٺان وسارين، ووءِ ووءِ ڪَر وندرَ مِ؛

جي گوندر گذارين، سي تو چڱا ڏينهڙا.

2

چڱو گوندر غَمُ، جي مون پچيو جيڏيون؛

مَنجهه ڪشالي ڪَمُ، آهي وِرهَ وارئين.

3

گوندر آهي غَرضُ، جي مُون سُڻو سَرتيون؛

فنا سپ فَرضُ، ڪري سو سُنتَ سين.

4

گوندر جن گُذاريو، ڪاٿئُون سي لهَان؟

هڪڙي رات رهان، وجي وِرهه وارئين.

5

گوندر جَن گذاريو، ڪاٿئُون لهان سي؟
حال پنهنجو هي، وڃي ڏسيان ڏکَن وارئين.

6

گوندر جن گذاريو، آءٌ تَنِين گولي؛
هِنيَڙي ۾ هولي، هوندي ڏکن وارئين.

7

گوندر جن گذاريو، سُورَ پُڇَن سي ئي؛
پِره جِي پيئِي، تَنِين مَٿي ماٺڙي.

8

گوندر جن گذاريو، پيهي سي پُڇان؛
اُنهن لَڱ لُڇان، گهڻو آءٌ اُباڻڪِي.

9

گوندر جن گذاريو، آءٌ پڪي تن پيهِي؛
وٺائُن ويهي، وٺان واسُ وِرهِ جو.

10

گوندر جن گذاريو، آءٌ تَنِين گهوري؛
سدا مون جهوري، آهي ورهه وارئين.

11

گوندر جن گذاريو، مُنهن تَنِين مَشعَلَ؛
ڪا مون پوي ڪِل، اُنهن جِي افسوس جي.

12

گوندر جن گذاريو، مُنهن تِنين مَهتاب:
سنڌيون نِينهَن نواب، آهن ورهه واريون.

### ڪافي 1

آڏو ماڻَ اَچن، وو، ڏسي منهنجو حال، پَلو!

هو جي ڪيڙم ڪاف ۾، ڪوڪان پوَن ڪَن.
ڪيچڙن جا ڪاڪِيون، تان رهبر واٽ رَسَن.
خبران ڏکن سنديون، اڳيون پاڻ پُڇَن.
پاروچان پاجهه پئي، چڱي آءُ چوَن.
پنڌ ڪريندي پرينءَ ڏي، مَرُ پُرزا پيرَ ٿِيَن.
”سچو“ پنهنجي ساٿ سان، نماڻي به نِيَن.

### ڪافي 2

آءُ پانِهن جي سا پانهي، آهيان عيبدار، ميان!

عمر سچيائي ڪوڙ ڪمائِم، بخش اُهو مونکي جاني.
روز ازل کئُون اَبد تائين، آهي پڇيءَ منهنجي پاني.
ڏوهه ڏِنگايون ڏِس نہ منهنجون، محب ڪرين مهرباني.
ڪيئَن ”سچوءَ“ جي دل سا دلبر، دوست ڪَيوَ ديواني.

## ڪافي 3

مون کي نال نئين، نِي، اِهو ڪيچِڙَن جو قافلو، ميان!

اَگَڻِ شال اچي، نِي، اهو سپرينءَ جو ساٿڙو، ميان!

پنيءَ هوت پنهونءَ جي، ميان، هلڻ سان هِنئين، نِي.

پُڄاڻان پرين جي، ميان، جِند ڪيئن جِئين، نِي.

وڏي ياجهه پروچ کي، ميان، اُتي چَون اِئين، نِي.

”سچو“ چون سُڌير ٿي، پلو، پوندي مَهر مِئين، نِي.

## ڪافي 4

مانَ اچن اُهي ڪاٿُون، مُئي ويا جي ماري!

سپريان ريءَ سرتيون، آهيان اُباڻي آئُون،

ويهان سي ڪيئن وساري.

پِرين ڏِس، وو، پارڻ ڏي، ميان، آهيان ڏُهارڻ آئون،

نيندا سي نال قطاري.

اچي اسان وٽ سپرين، ميان، اديون ڙي شال اوڏاهون،

مانَ ڪو ڏينهن گذاري.

آيا قاصد ڪيچ جا، ميان، اِئين سو مونکان اُتاهون،

يارُ سچڻ توکي ساري.

آڏيءَ رات اُٿي ڪري، ميان، جَتَ ويا هُئم جائون،

تائون سا نِتُ نهاري.

هاري توسان هوءِ جي، ميان، ڪي جي قول ڪيائون،
پرين اُهي سڀ پاري.
ويهين وساري وواِتهين، ميان، هيءَ نِڪار چَيائون،
”سچو“ دوست سَنپاري.

## ڪافي 5

ڏاڍو جُدائيءَ جَلُ، ميان، ووءِ، ووءِ، ووءِ،
مون وٽُون هوتَ مَ هَلُ.

اَچي ويهُ اکِن ۾، پاسي ٿيءُ نه پَلُ.
ڪيچ وٽن ڪم ڪهڙو، ڳالهه سانول اِها سَلُ.
مُئي ڪان منهنجا پرين، چوريءَ يارَ نه چَلُ.
ڪري ڪَشالا ڪاف ۾، لذم ڪوهيا رَلُ.
”سچوءَ“ جي ني ساهه سان، هُيا سي رلمَلُ.

## ڪافي 6

ڪندي سا ڪيئن قرار جيڏيون،
جنهن جو جيئڙو جَتَن سان!

وِرهه وارن کي سرتيون، ويڄهو آهي وٽڪار.
ٻَڙيون، ٻا روچَل جو، نينهُن لڳم نروار.
محبت ڳِڌي نه لَبي، خرچين لک هزار.

ڏسنديس اکڙين سان، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.

چڙي لاڳاپا لوڪ جا، عشق ڪيم اِختيار.

سدا آهي ”سچوءَ“ کي، پينر بره بهار.

### ڪافي 7

هلان پنهل تو ساڻ،

ساڻ هلي تنهنجي گولي گذاريندس.

چُلي پِيَس چَپرين، سَگ نه تونئي ساڻ.

ڪوجهي ڪاري هان تنهنجي، پنهل پاڻ سجاڻ.

توري توريندؤ ڪيترو، محبت وارو ماڻ.

توڙ نباهج تون ڏٽي، سهڻا ”سچل“ ساڻ.

### ڪافي 8

ڳالهيون ڳُڻَ تنهنجا يار سَجڻ، مون کي روز رئارن ٿا!

سِرَ تي سوز فراق جا، باري چاڙهيئي بار، سجڻ،

ايذانهن نيڻ نهارن ٿا.

منهنجو اندر اَڏُ ڪيو، جانب تنهنجي جارَ، سجڻ،

مونکي ماڻا تنهنجا مارن ٿا.

پرين پاڙج پانهنجا، جي ڪَيَڙءِ قول قرار، سجڻ،

منهنجو جيءُ جيارن ٿا.

ماڻهو شهر ڀنڀور جا، مِهڻا لک هزار، سجڻ،

مون کي ڏيهَ ڪَئُون ڏيا رن ٿا.

قاصد چون، وڃ، ڪيچ جا، تو هُت سار سنيار، سجڻ،

توکي "سچو" پاڻ سنيا رن ٿا.

## ڪافي 9

ڪنهن کي حال چوان هي،

اَديون ڙڃي، واويلا، وو!

ڏيرن ڏيئي ڇڏيا، موني سور نوان هي.

مهڻا محبوبن جا، ڏنا پاڻ اوهان هي.

سُکَن اُتي سرتيون، ڏيان نہ سور سنوان هي.

## ڪافي 10

مون کي دوست ڏنيون دلدا ريون،

جِيَس آءٌ تان، ني، وو جيڏيون!

ٻاجهه ٻا روچا تو ڀوي، سُڻِي ضعيفِ جون زا ريون.

سئيون سپيئي سجڻن، عاجز جون آريون.

لٿا فلڪ فراق جا، آءُ تا گڏ گذا ريون.

توکي تان ترَ جيترو، وار نہ وسا ريون.

سي ئي "سچو" آئيا، جن لءِ جهُونگا ريون.

## ڪافي 11

مون کي محب ويو ماري،
ڪنهن در ڏيان هيءَ دانهڙي!

سوزُ تُنهنجو سُپرين، ڪوڪان ٿو ڪاري.
هوت نماڻيءَ هِنَ کي، ويهُ نہ وساري.
نيو پورهيت پاڻ سان، پنهنجي ڪَڏَ قطاري.
ويو پا روڇو نڪري، عاشق هيءَ آزاري.
راتو ڏينهان سُپرين، ”سچو“ سَگ سنپاري.

## ڪافي 12

مون کي آذر ڏي، ميان، سُهڻا ساٿيڙا ، ڙي!

وڃي چئُج پرينءَ کي، حال منهنجو هي.
پريان سندي پار ڏهُون، قاصد اَچن ڪي.
وعدا پا ڙج پانهنجا ، جاني ڪِيڙءِ جي.
هو جي ڪَيَو ڳالهڙيون، ساه نہ وسرن سي.
”سچو“ سنگت پانهنجي، نانوَ ڏٺيءَ جي ني.

## ڪافي 13

ڏونگر چو ٿو ڏکائين، پير پيادين جا ، ميان!

پنڌ ڪرڻ جي هوت پنهونءَ ڏي، تن چو روهَ رهائين.

اِهو ڏوراپو ٿيندءِ اوڏاهين، چو طالِبُ ٿو ترسائين.

هيئن تو گهرجي عاشقن سان، ميان ڪا مدد ڪرائين.

ڪر ڪو ٿورو سگ "سچوءَ" سان، مُحبَن سان ملائين.

## داستان پنجون

1

ڪيچَڻُون آيو قافلو، مون ڪَر پُڇيائون؛

ڪَرم ڪيائون، هن مون نماڻِيءَ تي.

2

ڪيچَڻُون اچي قافلو، مون وٽ ٿيو مِهمان؛

"سچل" ساري ساٿ جو، هو آرياڻي اڳوان؛

مولىٰ مهربان، نِذر نماڻيءَ تي ٿيو.

3

ڪيچَڻُون آيو قافلو، رات موچاريءَ رُوءِ؛

مڙيوئي خوشبوءِ، ٿيو سارو شهر ڀنڀور جو.

4

ڪيچَڻُون آيو قافلو، ڪٺي ڪٿوري بار؛

هر ڪَنهِن هَنڌ هُبڪارَ، ڪَيئَين سارو شهر ڀنڀور جو.

5

ڪيچَئُون آيو قافلو، رُوءِ موچاريءَ رات؛

سنديءَ جَتَن جاتِ، واسيو شهر ڀنڀور کي.

6

ڪيچَئُون آيو قافلو، ڪٽي عطر عنبرُ؛

تنهن سَرهائيءَ تاثير، ڪيو ساري شهر ڀنڀور کي.

7

ڪيچَئُون آيو قافلو، ڪٿوري ڪٽي؛

تنهن جي هُبِ هٽي، واسيو شهر ڀنڀور کي.

8

ڪيچَئُون آيو قافلو، خوب ٿيس خوشحال؛

چگو ٿِيَڙُم حالَ، پَسَڻ ساڻ پرينءَ جي.

9

ڪيچَئُون آيو قافلو، پيئڙُ منجهه ڀنڀور؛

هيءَ ڪميٽي ڪمزور، پر پرينءَ پنهنجو وڙُ ڪيو.

10

ڪيچيڙن مون ڪالهه، دم دم دلاسا ڏنا؛

هَي هَي منهنجي حال، جي ويهي هِت وساريان.

11

شال نه وسرين هوتَ، بيو سڀ مون وسري؛

مون کي تائين موت، هئين اکڙين ۾.

12

وِيِمُ نه ڪري قافلو، آءُ مٺي راهه رهي؛
پارو چا پهي، هِت ٿي ورهُ وسائيان.

13

ويم نه ڪري قافلو، هاڻي ڪيئن ڪريان؟
ويني ڏک ڏريان، پرين ريءَ پرڏيهه ۾.

14

ويم نه ڪري قافلو، ڏاڍو ڏيئي ڏُک؛
ويني ساريان سُک، جو هيڪَند هُيس هوت سان.

15

ويم نه ڪري قافلو، ڪائي نه پيئي ڪَل؛
سيني اَندر سَل، اٿم آريءَ جام جا.

16

ويم نه ڪري قافلو، اَديون آڏيءَ رات؛
پاروچاڻي ذات، ڏسان شال اکين سان.

17

ويم نه ڪري قافلو، ڪَل نه مون پيئي؛
حال سندم هيئي، مانَ ٻُڌي پاروچو وري.

18

ويم نه ڪري قافلو، آءُ مٺي راهه رهياس؛

جيڏيون آءٌ جِياس، جي مُنهن ڀا روچي ڏسان.

19

ويرِ نڪري قافلو، آيل، چُپ چُپات؛
ڀا روچاڙي ذات، مانَ مون سين ڪو وڙ ڪري.

20

ويرِ نڪري قافلو، آءٌ پيرين پيادي؛
ٿئي مُون شادي، جي منهن ڀا روچي ڏسان.

21

ويرِ نڪري قافلو، آءٌ پُرِ ڪٿان پيرَ؛
ڏک ڏيئي ويا ڏيرَ، مانَ ڀا روچو ڀاڄه ڪري.

22

ويٺي ورهه وسايان، ڪانڌَ، اچي لهه ڪَل؛
جانِي تنهنجي جَل، منهنجو اَندر اڏ ڪيو.

23

منهنجو اَندر اڏ ڪيو، فَنا هِن فراق؛
مري ٿي مُشتاق، ڪا ڪر ور ولهيءَ جي.

### ڪافي 1

مون ڏِي واڳ ورائيندا، سرتيون، سِگهڙا ٻيلَڙا ڪوهيا را!

پَکا پَکن سامهون، اوري آٽي اَڏائيندا.

پينر هن پنپور جا، وري پاڻ وسائيندا.

سيپيئي ڏسنديون سرتيون، روندي هوت ڪلائيندا.

پاجياڻيءَ جا پاڻهين، پَکا پاڻ پُچائيندا.

سور ”سچو“ ڙي، هوت سان، هِيءَ غريب گَڏائيندا.

## ڪافي 2

آءُ هَلي ڏس حال، منهنجو پا روچل ڙي، ميان!

راتو ڏينهان روح ۾، تنهنجو خاص خيالُ.

اَوهان پاجهُون سُپرين، ساعت پايان سالُ.

مون تا نماڻيءَ سان، ڪر پلائي پالُ.

سارڻ سِڪَڻُ اَن جو، مون کي مِلڪ آئون مالُ.

مرشد سارو مَجيو، ”سچوءَ“ جو به سوالُ.

## ڪافي 3

پچُون ڪِينَ پرن، ميان، حال منهنجي جون خبران،

ساٿيو ڙي، پانڌيو ڙي!

آهي پاجه پروچ کي، مٿي مَعذورن، ميان.

ساه سِڪي ٿو جن لءِ، سي مون کي سارن، ميان.

هِن دم دلاسا ڏنا، سرتيون مون ساٿِن، ميان.

تون هِت ڪهڙيءَ ڳالهه ۾، تو هُت ياد ڪرن، ميان.

تون جنين جي آسري، سي تو ڪٿي ڇڏن، ميان.

”سچو“ سَنگت پانهنجي، مانَ غريبِ گڏن، ميان.

### ڪافي 4

ڪيچي ويڙهه ڪالهَه، آءٌ ٿي وره وسايان!

مانَ نماڻيءَ هِن جي، سِگهي لهَن سنڀال.

پينر آهي پَنيورَ ۾، جِيَڻ منجهه جنجال.

جَن لءِ ڏونگر ڏوريان، سي ئي ڏسان شالَ.

آءٌ پيادي نہ پُڄان، ڏاڍا ڪاف ڪشالَ.

مون جِيا ريو جيڏيون، سَندن خوابَ خيالَ.

سانڻ ”سچوءَ“ ڪَنِ سُپرين، پَلائيءَ جا پالَ.

### ڪافي 5

پا روچي لوَن لائي، وو مِيان، ڪوهيا ري لوَن لائي!

ڳالهه نہ ڳَرهڻ جهڙي، ڏاڍي سُورَ سَلائي.

سرتيون مون سان سُورَ ۾، پينر ڪا نا پائي.

هِيرَ وٽي سا هانوَ ڪي، ڏانهُن عَجِين آئي.

سِر ڏيوڻ سجڻ ڪي، ”سچو“ آهي سَچائي.

## ڪافي6

اُهي ڪاڪيون ڪوهيا را ،
اَجُ اَڱڻ منهنجي آيا !

پيهي پاڻهي آئيا ، جَن ڏور ٿي ڏَسايو؛
هَٿئُون جَنِين هِنيَڙو، اَديون مون ٿي کَسايو؛
جَن جي ڪارڻ جيڏيون، مون ٿي پانڌي پُڇايا .
هُيس جَنِين ڪارڻِ آءٌ، آيَل اُبائون؛
دل ۾ دردمنديءَ جي، وڏو ورهُ وڌائون؛
پوٿيون پَٿا پِر جَن لءِ، اُهي مولىٰ مِلايا .
وعدا پانهنجا سرتيون، اُهي پاڻهي پا ڙپائون؛
نماڻيءَ جي نجهري، اَچي پَکا اَڏيائون؛
اُنهن ڪارڻ ڪاڪيون، مون ٿي وِرهه وَسايا .
ڪَرم ڪيائون پانهنجو، هاڻي حال ڏسي هيئَي؛
وائي فلڪ فراق جي، هاڻي وچؤن ئي ويئي؛
”سچو“ گَڏيو سَجَڻا ، جنهن ٿي ڪانگ اُڏايا .

## ڪافي7

مُڪا دلاسا ڏيئي، ري سجڻ مُون ڏي!

دوستن دلداريون ڏنيون، حال ڏسي تان هيئَي.
پَسي عيب اسان جا ، مِهَر پُنهونءَ ڪي پيئَي.

وريو ورق وصال جو، وائي هِجر جي ويئي.

ما ريون ملاقات جا، وس ڪيا هم ڪيئي.

”سچو“ سي ئي آئيا، جِيءَ گُهريا هَم جيئي.

### ڪافي 8

آهي منهنجو سَڱُ، تان پُنهَل توئي سانڻ!

آءُ اوري تون وچ نه پري، ساهه وني وچ سانڻ.

هوت جي ني هلڻ جو، ڪو نه پيم اُهجاڻ.

ڇُلي پِيس چيرين، سڱ پنهل تنهنجي سانڻ.

لڳو آهي دل کي، ٻا روچل تنهنجو ٻاڻ.

سِر ”سچوءَ“ جو يار اَوهان تئُون، ڪوڙين ثني قُرٻاڻ.

### ڪافي 9

جنهن جي آهيان عشق اندوهي، تنهن ٻا روچي کي ٻاجهه پوي!

آءُ حال چونديس روئي، تَنهن ڪوهيا رل کي ڪَهَل پوي!

سا نه ڇڏيجو چيرين، جا لَعلن تو سان لوئي.

پِريان سَندي يار ڏنُهن، قاصِد اچي ڪوئي.

سوئي ايندم سُپرين، جانب جيءَ جو جوئي.

پورهيو ڪنديس پرينءَ جو، ڳچيءَ پائي اوئي.

سَمَر ٿيڙم سُج جا، حُبَ توئي سان هوئي.

اکيون عجيبن ڏي، ٻيئيون جُهڙ جهوئي.

”سچو“ سگ اوهان جو، پور وڏا جنهن پوئي.

## ڪافي 10

آءٌ اوهان تَون گهوري، اَڙي ڪيچيو، ساڻ نيجو!

راتو ڏينهان روح ڪي، آهي اوهان جي جهوري، اڙي ڪيچيو!

دائم وڌيوَ دل کي، هِن ڏکَن جي ڏوري، اڙي ڪيچيو!

ويهان ويهَڻ نه ٿئي، ڏاڍي سا لايوَ لوري، اڙي ڪيچيو!

ڪرڻ مناسب ناهي تان، ساڻ ضَعِيفن زوري، اڙي ڪيچيو!

## ڪافي 11

مون کي هيئن نه ڇِپَر ڇڏ، ميان، اڙي پلو پُنهَل يار!

پرين پاڇياڻي پانهنجي، ڳولي ڳولِن ڳَڏ، ميان.

تون تان صاحب سُپرين، هِيءَ ڏُهارڻ ڏڏ، ميان.

آءٌ اوهان جي آهيان، هُؤن هُؤن هڏ، ميان.

تُنهنجي صاحب سُپرين، شال نه سِڪان سڏ، ميان.

جايون جانب پانهنجيون، اکڙين ۾ اَڏِ، ميان.

## ڪافي 12

ڪندي، آءٌ ڪوهُ رهِي رهِي، جيڏيون هِت هوتَن ريءَ.

اَندر ورهه وڻاڻ ڪيا، لؤن لؤن مَنجهه لهِي لهِي.
چڙِي شَهر ڀنڀور کي، ويندِيس ڪيچ ڪِهي ڪِهي.
ڪونهي مُنهنجو ڪوهيا رَل ريءَ، سرتيون هِت سِهي سِهي.
قول پا ڙيندو ني پانهنجا، پا روچَل ٻِهي ٻِهي.
”سچو“ گڏيم ساٿ جا، پنڌن منجهه پِهي پِهي.

## ڪافي 13

آءُ ڪِي تان اوڏي آئي، جهاڳيا مون سي جَبل جالَ.

سَل ساٿي ”ڪيچ ڪاٿي ٿيو“، ڪَل اَلله لڳ تون ڏي ڪائي.
اوني ادا ڙي ٻُڌيئي ڪا، وري ورڻ جي هيڏي وائي.
شهر ڀنڀور ڏي پيرو ڪندا ڪو، ڏاڍي اسان سان هوتَ لائي.
اگڻ تنهنجي، سڻ ”سچو“ ڙي، ميان، جاني اَچي ٿو رات جائي.

## ڪافي 14

پانهڻ ڙي پَرڏيهي، ناهي ايذائڻُ توکي؛
ناهي واجب پَرڏيهي، ادا، اِيذائڻ توکي!

ڏيندءِ ڏوراپو يار اسانجو، وٺ توئي جي ويهي.
پير ڦيهين تو نِتُ نماڻيءَ جا، ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهي!
هيءُ اميد، ووءِ هئي نه تو ڏنهُن، جبل ڪيئي مون سان جيهي.

جيھي ڪندين ڪوھَ! اسان سان، ڳالھ ڪنديس ھُت تيھي.

”سچو“ سچا تو سنگ تُوئي ڪي، آھي عادت تو ايھي.

## ڪافي 15

حيلا ڪيم ھزارين، مانَ ٿِڪن مون وٽ رات.

ڪَرھ قطاري ھليا، بودا پلاٽي پرِيات.

آءُ سُتي ھو ھُليا، توڏن جي ڪيَئُون تات.

سُور ڏنائون سوڪڙيون، ڏک ڏنائون ڏات.

پرين ساري موڪلِي، ڏانھن ”سچو“ سوغات.

## داستان چھون

1

مون کان ٿئي نہ پنڌ، آري ڄام اَڇيج تون؛

ھاڻي ڏي مون ھنڌ، پاڻ ئي ڏاري سُپرين.

2

آريءَ جي اَچڻ جو، روز نھاريان راھُ؛

آڻيندس الله، مون سِرُ صدقي ڪيو.

3

آري اَچين شالَ، ٿماڻيءَ جي ٻَجُھري؛

ھِي مون ڏسي حالَ، ڪرين غور غريب جو.

4

گھٹا ڏينهن ٿيا، مون ڏوريندي ڏونگرين؛

جي مون سڌ ڪيا، سي ٻُڌي ٻا روچا ورين.

5

ٻڌي ٻا روچا ورين، هِنَ عاجز جون آهُون؛

درد پَري دانهُون، ڪري ٿِي، ڪافن ۾.

6

جي مُنهُن ٻا روچي ڏسان، تا سَپَئي ٿينم سُکَ؛

ڏور ٿين مُون ڏکَ، پَسَڻ ساڻ پرينءَ جي.

7

ڪر ٻا روچا ٻاجهه، هِن مون نماڻيءَ تي؛

ويني وجهان واجهه، اوهان جي اَچڻ لءِ.

8

مون هَٿان پيئي، ڏوهُ نه مٿن ڪو ڏيان؛

حال چوان هيئي، هَلي هوتياڻِين کي.

9

هن ڏکيءَ کان ڏيرَ، وجهي وِتِ وڃي ويا؛

ڏورڻ هاڻي آئيا، سرتيون سَپ سُميرَ؛

پُڇِي لَهان پيرَ، آيَل اوناڙن جا.

10

اٿي ويا اوناڙَ، ڪٺي ساٿ سويلَ جو؛

هاڻي اَديون آئِيا، ڏورڻ مون ڏونگارَ؛

ٻيا پِي هوت هزارَ، منهنجو پيچ پُنهونءَ سان.

11

منهنجو پيچ پنهونءَ سان، اَزل لاڪون آهه؛

هاڻي ويهڻ چاهه، پيئَرُ هن پنپور ۾؟

12

ڪريان ڪوه پنپور ۾، پنهونءَ پُڄاڻاءُ؛

سوز چَڪايو ساءُ، ويهَڻ مون وِهُ ٿيو.

13

ڪريان ڪوه پنپور ۾، وَرَ بنا ويهي؛

جيهي جي تيهي، آءٌ تان سندن آهيان.

14

ڪريان ڪوه پنپور ۾، پُڄاڻان پرين؛

وارُ نه سي ويهَن، جَنِين مَٿي مامرو.

15

ڪوهُ ڪريان پنپور، ها رِيُون بِنا هوت؛

مون تان تائِين موت، ووءِ ووءِ هَڏِ نه وِسري.

16

ڳوِلن ڳَڏ ڳڏ رانُ، ڪاڪِيون، ڪنديس ڪيچ ۾؛

آريءَ ٿئي اَرمانُ، مانَ ڏسي حالُ حقِير جو.

17

چڱي پنهونءَ چِت، سدا آهي سَرتيون؛

هوت بنا مون هِت، ڪريان ڪوهُ ڀنڀور ڪي؟

18

شالَ نہ وسرين تون، لوڪ سَپوئي وسري؛

مطلب اِهو مون، جو پاڻُون پَري نہ ڪرين.

19

ورَ مَ وساريج، هيءَ تان سنديوَ آهِ؛

وڃي ڪيچ وڻن ۾، هيءَ سَڌرَ ساريج؛

تيتَرَ مَ ماريج، جيتر توکي نہ مِڙان.

20

ساري شَهر ڀنڀور جي، ڇڏي لوڪ لذت؛

تو ريءَ ڏئي ڪونہ ڪو، ماڻهو عام عِزت؛

ٿئي ساھ صِحَت، جي ٻيهَر ٻا روچا اَچين.

21

ڪيو ڪَميٽيءَ ڪَچُ، جو سُتي سَويلي رهي؛

اُنهيءَ جي افسوس سين، ڪيو محبت مَچُ؛

پنهون جام پَرچُ، ناميا نماڻيءَ سان.

22

ٿيون هِن هَنڌاءُ، ڪيئي مُورائون مَنديُون؛

پنهون ڏسي پاڻ ڏي، آسَڻ منهنجي آءُ؛

سانول توريءَ ساءُ، اَچي ماڻهن ڪِين پنپور جي.

23

پُنهون پُنهون ٿي ڪريان، آءٌ پڻ پنهون پاڻ؛

اَديون ٿِيس اَجاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي.

24

جان پروڙيم پاڻ کي، تا آءٌ پنهون آهيان؛

ڪنهين طَرف ڪاهيان، جو طَرف مِڙئي ”تُنَ“ ٿيا .

25

پيهي پروڙيوم، تان پنهون پاڻئي آهيان؛

پاڻئي منجهان پاڻ کي، هيءُ پَڙلاءُ پيوم؛

صحيح ڪن ڪيوم، تہ غير گمان اُٿي ويا .

26

”سچو“ ڪج صَبرُ، مٿي خيال ڪڙو رهين؛

ڪِينو ۽ ڪِبر، پري ڪرين پاڻ ڪَنُون.

27

چَٽَ ڏني چُٽڪي، سورن سَرسُ سُميرَ ۾؛

سا سَچلي ”سچيڏنو“ چوي، چُوهہ منجهون چُٽڪي؛

جا لڪَن منجھ لُٽڪي، تنهن سان حمايت هوت جي.

## ڪافي 1

ڪيچُڙن جي ڪاڻ، جيڏيون منھنجو جيئڙو جِھجي ٿو!

پريان سندي پار ڏنھُن، اَللهَ اوني آڻ.

چڙي شھر پنپور کي، ھا ڙھي ويندي ھاڻ.

روئڻ ڪَئُون جھلن سي ئي، رئن اکڙيون اُڪاڻ.

جيءُ وِڏائُون جار ۾، بارو چاٽي باڻ.

سِگھو ايندو سُپرين، پينر منھنجي پاڻ.

”سچو“ آءٌ تان آھيان، پريان جي پَرياڻ.

## ڪافي 2

اوڏاھون جي اَچن، ڙي جيڏيون، اُنھن آءٌ ڪيئن نہ سچاڻان!

پريان سندي پار جيون، ڪيھون ڳالھيون ڪن.

مون ھن نماڻيءَ کي، دلاسا ٿا ڏين.

ساھ منھنجو سرتيون، نيو نياڻن.

ھي بُت بيراڳي ڪيو، ڪاڪيون ڪيچيئَڙن.

”سچو“ چو نہ سُڌيرُ ٿين، تو ھُت پاڻ پچن.

## ڪافي 3

پجي پاھڻ ٿي پاسي، متان ڏادو ڏک پويئي!

پُنهونءَ سندي پار ڏي، اسين تان پنڌ پياسي،
ترس اهو مانَ ٿيئي.
چو ٿو سمهين پير مُٺيءَ جا، اَکين نينهن نياسي،
ڏک ويا ڏير ڏيئي.
سڻ ڙي ڏونگر حال ”سچوءَ“ جو، وندر جي اسين وياسي،
ڇَگيان پاڻ ئي هوت چوي ٿو.

## ڪافي 4

دوست دلاسو ڏجي، ڏاها ڏکوين.

اَول لائي پوءِ نہ ڇِنجي، پرت نباهي نجي.
پُرجهي ڏسج پرين پانهنجو، هيئن نہ ڪا پُل ڪجي.
ڳالهيون تنهنجيون يار ٻا روچا، راتو ڏينهان هِن هِجي.
ورهَ وارن سان يار ڏها ڙي، ڏک پائي اَچي ٿجي.
قاصد ايڏنهن جا چَون اِئين مون، هوت اِيندءِ اَج اِجهي.
ڏنگاين ڏي ڏس نہ منهنجي، سپ اوهان ڪَئُون ٿو سِجهي.
اَچڻ ڪارڻ هوت اوهانجي، ”سچو“ فالان وِيئو وجهي.

## ڪافي 5

وندر آءُ ويندياس، وني اهو سوز سجڻ جو،
وني اهو پور پرينءَ جو!

پيرن اُتي پِرَجي، ڳوڙها ڳا ڙينديا س.

ڪانڌ ڪوهيا رلَ ڪاڪيون، جهولا جهلينديا س.

آهُن ۽ دانهُن سان، ڪَرڳَل ڳا ڙينديا س.

ٻاجهون ٻا روچل جي، ساٿيهُ سا رينديا س.

پنهون وني تان پاڻ سان، اَديون آٽينديا س.

پاڻ پنهنجو پورَ مؤن، چُنجن چا ڙهينديا س.

سِر پنهنجو سرتيون، گهوريون گهورينديا س.

وني مَها ر مَيَن جِي، لوءِ ڏي لا ڙينديا س.

”سچو“ ٻاجهون سوز جي، ٻيا ورق وا رينديا س.

## ڪافي 6

مون کي ميڙين اَللهُ،

سِگهو آڻي اَللهُ،

وو ميان ٻا روچا !

اُنهن ڪا رڻ ڪاڪيون، وجهان وچاڻا ن؛

سانول پنهنجو سرتيون، سَوَ مِ سُچاڻا ن.

ٻيهر شهر ڀنڀور مِ، آڻين الٰهِي؛

پيرين پئي تن کي ٿيون، پاڻ ئي صلاحي.

اوڏهن آذيءَ رات جا ڪانگل اڏايان؛

جي پَري آهيان تن ڪَنُون، تان پي سَندِيَن سڏايان.

ڪڏهن مُڪو ڪونہ ڪو پرين پيغامي؛

اَصل لاڪوئن اُن جو آهي ساهُ تہ سلامي.

ڪڏهن ايندم سُپرين، ٿي پوٿيون پٿايان،

”سَچو“ سوالن سان اُهي ويندا ورايان.

## ڪافي 7

جي وٽي حُب وجن، ڙي، انهن کي ڪيئن نہ سُجاڻا !

چڏي لاڳاپا لوڪ جا، پِريان پند پوَن.

ڏونگر سي ڏوريندين، محبت جن کي مَن.

آيل عاشقن جون، ڪوڪان پِيڙَم ڪَن.

اَديون هن ارواح کي، تاسِف ڏنو تَن.

”سچو“ صدقي اُن تان، جي وٽي درد وجَن.

## ڪافي 8

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو، مون کي!

هيءَ ڪنيزڪ مُله خريدڻ، ڪيئن مَٺون مون ٿيو.
حَرف اسان تي آهي اَصل ڪَئُون، ويسر مِ ويو.
”سچو“ ڪوني پانهنجو، پاڻ قريبَن ڪيو.

## ڪافي9

منهنجو سگ نہ سِياپو، ڪاڪيون ڪيچ ڏٺِن سان!

هِتَؤن هَلي اُتَهِين، آءُ نہ ڪنديس، ڙي، ڪاپو.
پانهي خان پروچ جي، ٿِيسِ لاهي لاڳاپو.
شال نہ ڏکيءَ کي ڏين، ڪنهن ڏوهؤن ڏوراپو.
جيڏيون هِنَ مُئيءَ جو، آهي جانب جياپو.
”سچو“ سجڻ سان ڪندو، منهنجو مولىٰ ميلاپو.

## ڪافي10

يا بيلي ڙي، متان مون کي هِت ڇڏين!

هِيءَ نماڻي عشق اوهان سان،
هِيءَ محب بيلي ڙي، پاڻُ غريب سان گڏين.
ڪنهن در ڏينديَس دانهڙي،
پيا را پرين بيلي ڙي، آڻي پَڪا اوري اَڏين.
لَهِ ”سچوءَ“ جي، وو، سُڌ سجڻ سائين،
ساجهر سويلي ڙي، يار تون ايندين ڪَڏين.

### ڪافي 11

ڪنهن لڳ ڏُونگر ڏوريان، جيڏيون ڙي؛
محب آهي منهنجي مَن، ميان.

”وَ فِیۡۤ اَنۡفُسِکُمۡ اَفَلَا تُبۡصِرُوۡنَ“، ڪاڪيون ڪجو هي ڪن.
اسين توسان، پَري تون ڦولين، اولانيا هي اچن.
پاڻ سنڀالج پانهنجو، پرين اِئين چوَن.
اِهڙيءَ اوڏائيءَ ۾، ورهِي مِينهن وَسن.
”سچو“ سي ئي پَري پِيا، جُدا جاتو جَن.

### ڪافي 12

مون کي ماريو مونجهاري، ووءِ ووءِ؛
سانگِي مون سي ئي ڪيا.

سوزُ تنهنجو سُپرين، هِت ڪوڪان ٿو ڪاري.
اُنهيءَ ياجهون سرتيون، هيءَ گوندرَ گُذاري.
ڏاڍي ذات جتن جِي، جي عاشق ويا آزاري.
وندر جي وٽن ۾، ٿي ڪيچي نهاري.
”سچو“ سپرينءَ کي، تون ويهه نه وساري.

### ڪافي 13

گوِلي مانَ سڏين، اُنهن جي نِي آهيان، جيڏيون ڙي!

پکا پکن سامهون، اوري مانَ نہ اڏين.

آريجا عاجِز کي، چَپَر تان نہ چڙهين.

ٻاروچان تا ٻاجھ پئي، گولي ساڻ گڏين.

هُونِ هميشہ مون پِرين، لحظي تان نہ لڏين.

اَصل لاڪون آهيان، هِنئين آئون هَڏين.

اڻ مُلهِ ٻانهي آهيان، ”سچو“ ٻاڻ سَندين.

## ڪافي 14

هِتؤن اُٿي تنهنجا هوتَ ويا، تون تان پي نہ ڪوشش ڪَرين!

پيرَ پُنِن تون نہ ڪٽي، ٻُڌيون سي ڳالهيون ڪرين.

توکي تان نہ ترسائيو ٻاجياڻي، پَنڌَ پَرئين.

اُٿي ڪر پنڌ پهاڙ جا، متان تون پوئتي ورين.

”سچو“ پُڇج سُپرين، ميان، متان تون تان ترين.

## ڪافي 15

پنهنجو ڪيو، هي تان پنهنجو ڪيو، مون کي يار پنهل ڪُوني!

دوست گڏيو دلجاءِ ٿي، وچؤن سارو وڇوڙو ويو.

آڌر ٿي ارواح کي، جيڏيون ڏڙي، منهنجو جيئڙو جيو.

رهجي اچي يار سان، ڏاهيون ڏڙي، اهو ڏسڙو ڏيو.

اڱڻ آسَروند جي اچي، ميان، لالن پا تو لِيو.

ساهه "سچوءَ" جو سرتيون، نيڻن سندي نا زِنيو.

### ڪافي 16

ٻانهَن جي آءٌ ٻانهي آهيان،

يا روچي جي ذات جي!

ڪِيم جهليو مون جيڏيون، دوسَن جي ديوانِي آهيان.

آءٌ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، شاهَن جي ڪا شانِي آهيان؟

اُتن اوٺا رن تَوَن، ڪوڙين آءٌ قُربانِي آهيان.

جي مون پُڇيو جيڏيون، سورن ۾ ساماني آهيان.

پُڇو "سچوءَ" ڪَئُن سرتيون، مُحبن جي مستانِي آهيان.

### ڪافي 17

تو ريءَ ٻالهڙيون ڪنهن سان ڪندِيَس، آءُ ورَ واڳ ورائي!

واٽ نه وندر جي لهان، وڌيس موبَجهَ مُنجهائي.

سِڪَ تنهنجي سپرين، ڏونگر تي ڏورائي.

هيڪاندي هيءَ حب ۾، ويٺي ورهه وسائي.

طعنن شهر ڀنڀور جي، وڌم تَنُ تپائي.

جيهو تيهو سُپرين، "سچو" سَندوَ سڏائي.

## ڪافي 18

ٻا روچا پَئيوَ ٻاجهه، ڇپَر مون ڪي هيئن نه ڇڏيجو!

مِهر نه لاهيو مون پرين، مَٿان هِن محتاجَ.
آهي هن عاجِز جي، تو تي لالَن لاجَ.
هِيءَ پُنيءَ پئي تنهنجي، مَنجهوَن ساري راجَ.
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، اُت ڪريان ايلاجَ.
پورهيو ڪنديَس پِرت جو، هَٿين ڪنديس هاجَ.
گهوريان گهوٽ اوهان تان، سپ مَڏيون ۽ ماجَ.
اوهان جي نه اچڻ لِءِ، ”سچو“ وجهي ٿو واجهَ.

## ڪافي 19

هِيءَ نماڻي نالِ نجو، ادا ڙي، اونيو!

هيءَ ڪميٽي ڪُوڙي، بِرهَ ڪئي بيحال.
پُنيءَ اِيندي آنهن جي، جيهي تيهي حال.
پرين نيندا پاڻ سان، ٻَلا پنهنجي پال.
اوهان ٻاجهون سپرين، جيئڻ آهي جنجال.
ٻا روچا تان ٻاجهَ پئي، ”سچو“ سگ سنپال.

## ڪافي 20

ٻا روچا ميان، هيئن نه ڇڏجو، هيءَ نيو نماڻي ساڻ!

سُڌِ تَهين کي سوز اِنهيءَ جي، جنهن لڳو ٻا روچاڙو ٻاڻ.

ٻانهي گولي تانهن جِي، پنهون پاڻُ سچاڻُ.

پرين ڏسج پاڻ ڏي، آهيان آءٌ اَجاڻ.

ٻخش "سچوءَ" کي سپرين، سندو نِينهَن نياڻ.

## داستان ستون

1

توڙي ماڙِ نہ مُون، سُڻ منهنجا سُپرم؛

مون کي گهُرجين تون، لوڪُ رُنو ئي گهوريو.

2

عُمر اجائي گذري، وهِي آئِم هِيءَ؛

آءُ سَباجها سُپرين، پَروَرَ ڪارڻ پِي؛

جيئڻُ ڪونهي جِي، ڪا وَرَ ويچاريءَ وَرِ ڪيو.

3

عُمر اَجائي گُذري، اَچا ٿيا اِظهار؛

زاريون ڪَيو سُپرم، رُئان زارو زار؛

مَثِم آهي مَيارَ، هوتَنِ حَرَف نہ هيڪڙو.

4

عُمر اَجائي گُذري، ڪارن مَنيو رنگُ؛

مون نها رِڻُ نہ ٿئي، سانوَلَ سارو سَنگُ؛

هِن نماڻيءَ جو ننگُ، آهِ اُوهان تي سُپرين.

5

عمراَجائي گذري، ڪَئي جوپَنَ جا ڙَ؛

بالا هِن بِلورَ جا ، چَئني طرفين چا ڙَ؛

ٻا روچَل جي ٻا ڙَ، مون ڪي روهين روليو.

6

عمر اَجائي گُذري، هوتَ نہ گَڏيَس آن؛

اَهڙي ئي احوال جي، ووءِ ووءِ آهي مان؛

ٿي نہ ميلو جان، تان ساهُ نہ وجي سَرَتيون.

7

عمر اَجائي گذري، ههڙو ٿيَڙُم حالُ؛

ڪَنهن سُٽايان سرتيون، اندر جو اَحوالُ؛

آرياڻِي الحالُ، ڪندو غور غريبِ جو.

8

مَٿي راهَ رَنجُور، ويچاري واڪا ڪَري؛

سِڪِهي ويندي نِڪري، هوتِياڻين حضور؛

موني هَڏِ نہ مُور، پَسَڻ ريءَ پِرينءَ جي.

9

جان مون مِلان هوتَ، تيسين تائين نہ مَران؛

مادر تائين موتَ، اِهو اَٿمَ آسرو.

10

وندر جي وڻن ۾، ڪري واڪا ويچاري؛
جا مَحبوبن ماري، تنهنجو موٽڻ مَس ٿئي.

11

وندر جي ئي وڻن ۾، زور ڪري زاري؛
چڙي ويا چيرين، ڏوهڻ هيءَ ڏاري؛
هِڪ واچوڙا واٽ تي، ٻي وسي ٿي واري؛
بِرهُ آهي ٻاري، هَي هَي هوتياڻِن جو.

12

وندر جي ئي وڻن ۾، زور ڪري زاريُون؛
نيلا نيرَ اکين مان، هاڙهي وس هاريُون؛
اديون آريءَ ڄام جا، ويا روڙا رڻا ريون؛
هِنَ مُئيءَ کي ماريون، هوت وڃن ٿا نِڪريا.

13

وڃي ڪيچ وڻن ۾، ٿئين ڪوهيارَل قرارِ؛
يا ڪٿي مُئيءَ کي مارِ، يا پرين ني تون پاڻ سان.

14

وڃي ڪيچ وڻن ۾، ٿئين ساونَل سُک؛
هيءَ ڏکوئي ڏک، وڃي گوندر ۾ وئين.

15

وڃي ڪيچ وڻن ۾، تون خاصا ٿئين خوشحالُ؛
هِتِ هيءُ نماڻيءَ حالُ، مانَ وَري ڪو وَڙُ ڪَرين.

16

وڃي ڪيچَ وڻن ۾، ڪامل ٿِئين قرارِ؛
ويچارِي مَ وسارِ، جا اَجهي آهي اَنهنجي.

17

وڃي ڪيچ وڻن ۾، ٿِئين جانب جاءِ؛
هُوجي اوري ڪيچَ کَئُون، سي مون لَڪ لنگهاءِ؛
پنهنجو پاڻ پساءِ، نا ته ٿي دوست دمُ ڏيان.

18

ڪاڪيون ڪيچ وڻن مَنُون، هيرَ اچي جا هِي؛
پا ڙيچون! سا پِي، هِنَ مونکي اَڄ ملائيو.

19

ڪاڪيون ڪيچ وَڻن ڏنهُن، هي جو واءُ وريو؛
سندو ساهَ سَريو، مطلب سارو مَنَ جو.

20

ڪاڪيون ڪيچ وڻن ڏنهُن، وري واءُ وريوم؛
سارو ڪاڄُ سَريوم، جڻ هاڻي گڏيَس هوت کي.

21

هو جا ڪيچ وڻن کي، وڃي لڳي واءِ؛

سا وري شهر ڀنڀور ۾، اچي سرد هواءِ؛

جانب تنهن جاءِ، سا جيءَ اُنهيءَ سان هلي.

22

هو جو ڪيچ وڻن مَئُون، اِچي واءُ وِري؛

سو مونکي محبوبن جي، ڏئي خبر ڪِري؛

وجان تا مَ مَرِي، جان ڀا روچي مُنهُن ڏسان.

23

هو جو ڪيچ وڻن مَئُون، وَريو اِچي واءُ؛

ما ريون تَنهن مٿاءُ، هِيءُ سِرُ ڪيان صدقي.

24

هو جو ڪيچ وَڻن مَئُون، واءُ نه آڻي واسُ؛

هِيءُ سِرُ سا رو ساسُ، ڪوڙين قرباني ڪَريان.

25

هُو جا ڪيچ وڻن مَئُون، ها ريون اَچي هيرَ؛

ٿئي صحت مَنجھ سَرِيرَ، ڏور وجن مون ڏُکڙا.

26

هو جا ڪيچ وڻن مَئُون، ها ريون هِير اَچي؛

تَنهِن سان مَنُ مَچي، محبت ۾ محبوب جي.

27

هو جا ڪيچ وَڻن مَئُون، اَچي هِيرَ هَلِي؛

سا پينر آهي پلي، جنهن سان ساهُ سُڌير ٿئي.

28

هو جا ڪيچ وٽن مَڱُون، ٿي هِير اَچي هاٽي؛
تَنهِن آرياڻي آٽي، جَڙ مون سان اَچ ملائيو.

29

هو جا ڪيچ وٽن مَڱُون، اَچي هِيرَ هلِي؛
تَنهِن ساري ڳالهه سَلِي، پِريان سندي پارَ جي.

30

هو جا ڪيچ وٽن مَڱُون، لڳي تيز تَنوارَ؛
سندي پِريان پارَ، تَنهن ڏنا دلاسا دل کي.

## ڪافي 1

نِينهَن نِهوڙي آهيان، هاڻي جيڏيون ڪاڏي وڃان!

پنڌ پري ٿيو پرينءَ جو، عشق اُلارو اجان.
ڪَتڻ وتڻ نه ٿئي، چرخو ڦيرائي پڇان.
پِرين نايُون پٽ مِ، عشق سنديون سي ڄڃان.
موتڻ واري ڪڏهين، ”سچو“ نه مَصلحت مَڃان.

## ڪافي 2

هئان پا روچي نال، وو نال، پَلڪُ نه پري پِرينءَ کَٺُون!

وَرهيه وِيڙم گذري، هَي هَي ههڙي حال، وو حال.

ساڄنَ تنهنجي سوز جي، ڪريان ڪنهن سان ڳالهه، وو ڳالهه.

ٿي گذاريان ڏينهڙا، تنهنجي خاص خيال، وو خيال.

پُنيءَ لڳل پانهنجي، پنهون سائي پال، وو پال.

ساهه "سچوءَ" جو صدقي، آهي اُتون آل، وو آل.

## ڪافي 3

گوليءَ جي گفتار، ٻُڌيوَ يا روچَن ۾ ڪا!

ڪُٿا ڪانَ قريب جا، هِنيَڙي منجهه هزار.

آءُ پيادي نا پُڄان، سارو ساٿ سُوار.

اُنهن ڪارڻ آئيو، رئڻ زارو زار.

لڏم پير پنهونءَ جو، منجهؤن گرد غبار.

اڇي شال پنور ۾، پاروچو پيهار.

پاڻون پانهي پانهنجي، دوست نه ڪجو ڌار.

ڪَن "سچوءَ" ڏي سچَ جي، مَنجَهؤن، نِينهَن نهار.

## ڪافي 4

يار لڳي آءُ هَلندي توسان، وو،

رهنديس ڪِيئن پنور ۾.

ٻاءِ رڪاب پرينءَ جي، هَي هَي ها ريون هوسان.
ٻائي مَندڙا پور مَئُون، راهن تي روسان.
اَوهان ٻاجهون سپرين، چاهي مُنهنجو لوءِ سان.
سورن سهرا سِرَ تي، ٻارئون تنهنجي پوسان.
”سچو“ ساعَتَ نہ رهي، دم ٻاجهون دوسان.

## ڪافي 5

ڳولَن جي آءٌ ڳولي، ٻاروچاڻي ذات جي!

سمجهي سڳهان ڪينڪي، ٻاروچي جي ٻولي.
عبث آءٌ پي ناهيان، ڳالهہ ڪَيس ڪنهن ڳولي.
ڪري ڪوهيا رل ويو، هِنيَڙي اندر هولي.
روئي اُنهن واسطي، چِڪَ ڪيم هيءَ چولي.
”سچو“ صدقي تن تئُون، جِندُ جَنهِين هِت گهولي.

## ڪافي 6

اڙي اَلو اَلو، منهنجي يار سَڄَڻ جو، ساٿ سلامت آئيو!

اَجُ سي اکڙ آئيا، مون جن لءِ وِره وسايو.
اُهي ڳَڏ مسافر هِن ڳڏيا، مون جن لءِ پَندَ پُڇايو.
ڏيئي دلاسا دل کي، تن ريهي روح رڇايو.
حال ٻائي اَچي سي ٿيا، جن تان چيتڪ لايو.

وريتيون وصالَ جوءِ هاڻ واليءَ ورق ورايو.

”سچوءَ“ کي ڙي سرتيون، اهو مولىٰ مُحِب مِلايو.

## ڪافي 7

سنديوَ سار سنپال، يار مون کي آهي، منهنجا ميان!

مون هُون ڏورڻ نه ٿيا ، الاء آهن ڪاف ڪَشال.

اَوهان ٻاجهون سُپرين، جيڻ منجهه جنجال.

ڪريو فنا فراق کي، وجهان واجهه وصال.

ٻاجهه ٻا روچا تو پوي، ههڙا ٿيڙم حال.

راتو ڏينهان روح ۾، جَڪان لاءِ جمال.

سِڪ ”سچوءَ“ کي سُپرين، آهي جِي ۾ تنهنجي جال.

## ڪافي 8

تون آءُ ڙي قاصد آءُ، ميان،

ڪا خبر ڏيهؤن ڪِيئَن جي!

پرين سندي يار جوءِ ڪو لهي اَج سماءُ، ميان.

منهنجو ٿئي هِت ڪينڪي، ٻاجهؤن هوت هلاءُ، ميان.

ملڻ ٻاجهون دوست جي، ڪندو ورهه وڏاءُ، ميان.

”سچو“ سمجهين ڪينڪي، اهو اَٿئي ڪو لقاءُ، ميان.

## ڪافي 9

آءٌ تان صدقي اُن تئُون، جي آيا پُنهل جي پار!

مُڪم نياپا نينهن جا، هوتن ڏنهن هزارَ.

محبت محبوبن جِي ڪئي، هِنيَڙي ۾ هُشڪار.

وجي ڏسنديس اکڙين سان، ونڻ سندا وٽڪار.

سِڪ ”سچوءَ“ کي سرتيون، ڪيا اندر ۾ الغار.

## ڪافي 10

اوڏانهن آئين ڪانگل اَدا، لنؤ تون چَڱي اَج لات ڪا،

ڪِي هُت هئي محبوبن کي، مشتاق جي مصلحات ڪا؟

هيڏي اَچڻ جي ڪا هُين، ڏي تون مون کي تسلات ڪا،

مون هن نماڻيءَ وٽ اُتي، رهندا اَچي هِت رات ڪا؟

بي تان هوندي هيٺي ادا، ظاهر نہ جهڙيڙ ذات ڪا،

پيغام مون ڏنهن پرت جا، ساٿي آندوَ سوغات ڪا!

شب روز عاشق رئڻ ۾، جاڻن نہ هَڏ بي بات ڪا،

جاني جدائيءَ جيهڙي، آهي نہ بي آفات ڪا!

هيڪند هئڻ جي هوت سان، سائين ڪندم ساعات ڪا،

دلبر ٻاجهون هڪدم ”سچو“، بيهي اُها برسات ڪا؟

### ڪافي 11

عشق اَول آزمائي، ڪاڪيون ڪيچن جو ميان!

سِر تي سهج، وو، سور سٺاٽا، ٻاروچو ٻولائي.
صحيح ملندم هوت حقاني، رانول مون رولائي.
عاشق صادق سڻ ”سچيڏنا“، ٻول نہ ڪنهن ٻولائي.

### ڪافي 12

سانول، سوين ڳُڻَ تنهنجا ٿي سا ريان!

هُيا منهنجي هِنيَڙي اندر، سي تان ڪيئن وسا ريان.
واٽان اچڻ جون، وو، تانهنجون ويٺي سي نت نها ريان.
اوهان ٻاجهون سُپرين، گوندر ڏينهن گذا ريان.
جهُري جهوريءَ ۾ پيو، هِنيَڙو ني هاڪا ريان.
”سچو“ سگ در تنهنجي جو، تنهنجي ڪڏَ قطا ريان.

### ڪافي 13

ڪنهن کي هي حال چوان اَديون ڙي، واءِ ويلا جو!

ڏيرن ڏيئي ڇڏيا، موٺي سور نوان، هي حال چوان!
مهٽا محبوبن، ڏنا پاڻ اوهان، هي حال چوان!
”سچو“ سِرواڻن کي، وجي پيرين پوان، هي حال چوان!

## ڪافي 14

عشق تنهنجي ماري آهيان، آءُ اَچي ڏي دوست دلاسو دل کي!

سگهه نہ ساريان پنڌ ڪرڻ جي، پلو ميان، ڪيچ وٽن ڏي ڪيئن ڪاهيان!
آءٌ تان ٻانهي تون تان سائين، سَگَّ نہ ٻيو ڪو ساهيان!
ڪم اچي جي هي سر تنهنجي، ميان، تان پي نابِر ناهيان!
آءٌ اَڻ سونهين سونهين ناهيان، ڪاڏي ڪرهَل ڪاهيان!
هوت ڪرين ٿو هھڙيون، ميان، اَسَر هَڏ نہ لاهيان!
اگڙ آءُ تون يار پيارا، سڀ پلايون ٿي پانيان!
ورھ اوهان جي ڪيئي ولوٽيا، "سچو" چوي آءٌ چاهيان!

## ڪافي 15

دل ناهي سا منهنجي وس، ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

انهن اکڙين کي، ناهي ڏسڻ ڪَڪُون بس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
اصل لاڪون آهيان، پا ڙيچون پروس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
ڪاڪيون آهي نہ عام سان، روح هنهنجڙو رس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
پاجهون ويڙهي دوست جي، ٻي ڳالھ نہ لڳي ڪس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان،

ساهه ”سچوءَ“ جو سرتيون، دوست وٺي ڪيو وس،

ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

## داستان اٺون

1

مارڳُ مٺاهون ٿيو، مارڳ چڙهي ڪيرَ؟

سا پُڇي ساٿ سويرَ، جائي مارڳَ تي مري.

2

جي تون مارڳَ تي مرين، وڏا طالع توءِ،

سانولُ ساڳي سوءِ، مٺان تو هٿ ڏئي.

3

مَلهِي مارڳ مرُ، تان تون تنين جي ٿئين؛

جبل هار نه جرُ، ارتو اڪَڙين مون.

4

مارڳ جي مُئِنءَ، تان هُئِنءَ هوتياڻين هنجَ ۾؛

وجي ڪيچ سُئِنءَ، تان ويچاريءَ وسُ ڪيو.

5

مارڳ مرن جي، ور تنين کي ويجهڙو؛

هَي هَي هوتن کي، ٿئي ارمان انهن جو.

6

مارگ مرڻ آهه، گھوريو جيڻ جيڏيون؛
پير نہ پوئيون پاءِ، عاشقَ مرُ اگِي ٿئين.

7

مارگ آهه مرڻ، جيڏيون هن جيڻ کَئُون؛
وس ويچاريءَ ايترو، ڪوڪان ڪانڌ ڪرڻ؛
پاروچا پُرڻ، ٿيو ڪم ڪوهيار جو.

8

مارگ مران شال، دعا ڪريجو جيڏيون؛
هوت هھڙي حال، مانَ مٿان مون هٿ ڏئي.

9

مٿي راهه رئان گھٽو، ڪا مون لهن ڪل؛
ماڙيون سپ محل، ويئي ورهه وسائيان.

10

مٿي راهه رئان گھٽو، آءٌ اوٺا رن ڪاڻ؛
هاريون ايندم هاڻ، ڏک ڪيندم ڏيل مون.

11

مٿي راهه رئان گھٽو، آءٌ تنهن لَعلَن لِڳ؛
جَتَ بيا پِي جَڳِ، منهنجو پيچ پنهونءَ سان.

12

مٿي راهه رئان گھٽو، ڪا رڻ ڪيچيڙن؛

سِگها شال اچن، ڪَرن غور غريب جو.

13

مٿي راھ رئان گهڻو، ڪارڻ ڪوهيا ري؛

مُئيءَ ڪي ماري، وڃ مَ منهنجا سُپرين.

14

سچو ٻَڌي سند رو، لَڪين ڪندي لوچَ؛

ٻَڙيون لڳ ٻروچ، مٿي راھ رئان گهڻو.

15

اديون آريچن جي، ڪافڙن پونديِم ڪل؛

ڪارڻ ڪوهيا رل، مٿي راھ رئان گهڻو.

16

هُو سياڻا سُپرين، عاجز هِيءَ اَجاڻ؛

آءٌ ڪوهيا ري ڪاڻ، مٿي راھ رئان گهڻو.

17

هوندي هوتياڻن جي، هيءَ ويچاري وڳ؛

آءٌ تنهن لالَن لڳِ، مٿي راھ رئان گهڻو.

18

اندر آڳ عشق جي، ويو ٻا روچو ٻاري؛

ڪارڻ ڪوهيا ري، مٿي راھ رئان گهڻو.

19

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ٿڪيءَ مون نه ٿِيَن؛
جيڏيون ڪاڻ ڄتَن، مٿي راهه رئان گهڻو.

20

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن مون نه ڪيا؛
وٺؤن هوت ويا، ڪٽي ساٿ سويل جو.

21

ڪاف ڪشالا ڪيترا، پڇن مون نه هَٿاءُ؛
اَڄ آرياڻي آءُ، ٿي وسيلو وڻڪار ۾.

22

ڪاف ڪشالا ڪيترا، پري آهن پَند؛
رويون ڇُمان رَند، آيل اوتا رن جا.

23

ڪاف ڪشالا ڪيترا، مارڳ آهه منزل؛
آهه ڪوهيار ل ڪل، نامِيا نماڻِن جي.

24

ڪاف ڪشالا ڪيترا، هزارين فرسنگ؛
نهاري ڏي ننگ، ڪر ور ويچاريءَ جي.

25

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪوڙين آهن ڪوهه؛
مون ڪَئُون جهاڳڻ نه ٿِيَن، رُڪئون ڏاڍا روهه؛

تنهنجي پُڄاڻ توهه نا تہ ناهمہ حال هلڻ جو.

26

ڪاف ڪشالا ڪيترا، آهن جال جبل؛

لهہ ڪميڻيءَ ڪل، پا روچا پاجهہ ڪري.

27

ڪاف ڪشالا ڪيترا، دقت اَئُون تصديع؛

اَچي پَهچج پِيءِ، مون هن نماڻيءَ تي.

28

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن ڪين ڪيامہ؛

سلها ڙي ساٿ سان، ڪٽي هوت ويامہ؛

ووڙڻ وڻ پيامہ، قسمت سانگي ڪيچ جا.

29

ڪاف ڪشالا ڪيترا، مارگ مٿاهون؛

چوريءَ ڪي چيرين، چڏي وئين چاهون؟

توکي ڪري سپرين، دردمند داهون؛

تون اچج آگاهون، نا تہ تي دوست دمہ ڏيان!

30

ڪاف ڪشالا ڪيترا، جِتِ جانا رن جايون؛

غفائن غارن مِهِ، اُت بيحد بلايون؛

مانديءَ ڪي مارڻ لِءِ، نڪتيون نِنايون؛

مون سِر تي سهايون، سپ آريءَ سندي عشق ۾.

31

ڪاف ڪشالا ڪيترا، بَر وڏا بئبان؛
لانگها هِڪُ لَڪَن جا، بيا ڪوهن ۾ کُهدان؛
اڳيان ڏينَم ڪينڪي، هلڻ هي حيوان؛
آءُ آرياڻي اڳوان، ٿرُ مون نہ ٿيلهيو ٿئي.

32

ڪشالي مؤن ڪمُ، توري ڏينهن مؤن ٿئي؛
سوز گداز ۽ غم، رهبر ٿيندو راه ۾.

33

قدر منجهہ ڪشال، مون تان لڌو جيڏيون؛
وڏي وِٿ وصال، يڪسان يڪايڪ ڪَئُون.

34

موتي آيس ماٺ ۾، تان ڪيو شوق شڪار؛
هَي هن نماڻيءَ کي، ووڙڻ ٿيو وڻڪار؛
طلب سين تڪرار، ڪشالي مؤن ڪم ٿيو.

**ڪافي** 1

پا رؤن تان پرينَ، جيڏيون، اچن اُهي اولانيا.

تيلهان ترسين تا ر مِ، جيلهان محبت ناهي من.

ڪيئن چانگا ر چِڙن جي، ڪوڙي پيڙءِ ڪن؟

سڪ سچي جن ساهه ڪي، سي تا رؤن نا ترسن.

ڪين اسان ڪَنُون اَنهنجون، ڳالهيون ٿيون وسرن.

آءُ اسانجي پا ر ڏي، ٻيون تان ڏيئي ٻَن.

عشق "سچو" جن آهيئي، سي تان روءِ رَسَن.

## ڪافي2

ڪاڪيون مون ڏي ڪالهه، دلبر لکيا دلاسا!

اِبندا اَگُڙ سي تانهنجي، جَن لءِ سِڪينءَ ٿي سال.

ها ريون! هجر فراق جو، واريو ورق وصال.

سَرهو ٿيڙو ساهُ مون، لاٿؤن ڪُل ڪَشال.

ڪَرم ڪيائون پانهنجو، مُنهنجي ني چاهي مجال.

تِرُ نه ماندو تون ٿِئين، لَهندءِ "سَچو" سنڀال.

## ڪافي3

ديواني هِن دل ڪَيَوَ، ڪو دوست دلاسو ڏيو!

تو پاجهَون سانول سائين، چئو ڪير ڪو پُچندو پيو؟

توهون الاجي ڪيئن سائين، سو واعدو وسري ويو؟

گُهرجي سعيو تَنهن جو گهٽو، جو پيش اوهان جي پيو.

ڪنهن کي ڏيان هِيءَ دانهڙي، هَي برهه بيراڳي ڪيو.

هي هَي نِي ههڙو حالڙو، اَي يار تان تو ريءَ ٿيو.

هِيءُ ساهه منهنجي سَرير مؤن، هَي تان تنهنجي نا زن نِيو.

ڀِڄهري ڀَماٽيءَ جي اَڇي، هڪ ڏينهن پاءِ لالن لِيو.

ڪيو ڪالهه هادي قول تو، مِڙني اَڳيان مون سان اِهو.

هوندس ”سچو“ توسانءٌ آءٌ، تو پِيرُ ’عبدالحق‘ چيو.

### ڪافي 4

عشق اکين نيئي لايو، مَستانن سان!

سِر مٿي مون سَرتيون، وِرهي مينهن وسايو.

البت ويندس اوڏنهن، پَلُ پا ڙيچون نه پايو.

آءٌ ڪيئن ويهان مات ڪري، سورن هت سِجهايو.

جا سيبايوَ سَرتيون، ڳالهه اُهائي ڳايو.

حاصل آهه حبيب جو، ”سچوءَ“ تي سپ سايو.

### ڪافي 5

مون کي مِهڻا ڏئي، مَرُ ڪا پا رؤن پِرينءَ جي!

هيءَ تا حبين ري، پيالا زهر تِي پٿي.

ڏوڙو ڏک مون پرائيو، هَي دوست جي وئي.

روز پرينءَ جي پار ڏي، مون کي نينهن ٿو نئي.

سا روئي ڪم "سچو" ٿيو، پُنيءَ دوست جي پئي.

## ڪافي 6

پائي ڏوهه پنهنجي اندر ۾، آءٌ دوست تو در آئيان!

راتو ڏينهان پنهنجي روح ۾، تنهنجا سوين ڳڻ ڳائيان.

ڏٺ ڏوراپو ٻُڌي، آءٌ پلؤ توکي پائيان.

زاريون ضعيفيءَ مؤن ڪري، پرين توکي پرچايان.

جا تو پٽي پيزار جي، سا کھ لِڱن کي لائيان.

سب ڳالھ پنهنجي سِرَ جي، توکي "سچو" سمجهائيان.

## ڪافي 7

وجي شال ڏسان، پنهون، تنهنجو ڪيچ واليءَ وسايو!

اَديون اوٺارن کي، آيل، رتيءَ منجھ رسان.

ڪاڪيون ڪوهيارل کي، آيل، پُڄِي شال پسان.

وندر جي واٽن تي، آيل، ڳوڙن پر ڳسان.

هاريون هوتياڻن جي، آيل، ويڙهي منجھ وسان.

وجي ڪيچ وٽن ۾، آيل، هوتن ساڻ هسان.

"سچو" سپرين سان، آيل، ڪنديس چاهھ چَسان.

### ڪافي8

ٿيون ورڻ جون وايون، يار سانگيڙي جون!

هٿ پانڌيءَ جي، پا رؤن پرينءَ جي، اهي سي خبران آيون.
ڪُونجان هزارين ڪيچ وٽان ڏهون، اسان ڏي يار اُڏايون.
اگڙ اُهوئي اسان پرين جو، شل جدا نہ هونديون جايون.
ڪيئي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي سي هوت هلايون.
ناهن ڳالهيون هي ڳرهَڻ جهڙيون، ”سچو“ ري سوز سَلايون.

### ڪافي9

هاڻي ڪنهن سان ڳَرهيان ڳالهہ، هاريون پنهنجي حال جي!

پرين نيندا پاڻ سان، پيئر، پنهنجي پال.
ڪرڻ عرض عجيب ڪي، منهنجي چاهي مجال.
ڪندي پورهيو ڪيچ ۾، جي نين نماڻي نال.

### ڪافي10

منهنجي ساهہ سڄڻ ڪي سا ريو،
مون ڪي ڳالهہ تنهين جي ڳا ريو،
هوءِ هوءِ هوءِ!

اَديون آرياڻي جي، وجي توڏن تونگِ تنوا ريو.
مون من ڳڏي گوند رين، ڪيچي ڪيچ قرا ريو.

هِھڙن ھوتاڻن کي، وريئيون نہ وسا ريو.

جيءُ سَچوءَ جو سرتيون، سندن عشق اُجا ريو.

### ڪافي 11

ڇَپَر تان نہ ڇڏيندين، پلوڙي، پنهل يا ر!

پاڻ سڃاڻي پانھنجو، گولي ساڻ گڏيندين.

اڳڙ آسروند جي، آرياڻي تو ايندين.

اھو اٿم آسرو، نال نماڻي نِيندين.

پڪا پڪن سامھون، اوري شال اَڏيندين.

سڪ ۽ سور "سچوءَ" کي، بلوچا، بخشيندين.

### ڪافي 12

گھوريو ھي تہ پنھور، مون سڱ ٻا روچن سان!

مَرَڪُ تان معذورِ کي، سندو ھوتن ھور.

راتيان رئان وڏ ڦڙا، ڏينھن سا روئي ڏور.

آھي آرياڻيءَ جو، ديوانيءَ کي دور.

سچو ٻالھ اُنھيءَ جي، شوق مچايو شور.

### ڪافي 13

ديس اسان جڙي آيو،

پڙيون، ٻا روچو:

مولىٰ سو آڻ ملايو!

اَچڻ ٻا روچي جي ڪل نہ آن کي، تيلهان ٿيون ورهہ وسايو.
ويڙهي اوهانجي وسي ٻا روچو، پري چو پنڌ پچايو؟
اڳڻ اوهان جي آهي سدائين، گهوري تان پاڻ گهمايو.
آءُ نماڻي عيبَن هاڻِي، پاڻ پرينءَ پرچايو.
پنڌُ ويني يار "سچوءَ" جو، ڪيو سو هوتَ سَجايو.

### ڪافي 14

اَچن ٿا پرين اَچن ٿا،
سل ڪي ساٿي، اَچن ٿا؟

طرف اسان جي هين تياري، پَهَ اجا ڪي پَچن ٿا؟
اديون آتش عشق جا، من ۾ مچ مچن ٿا.
پَسڻَ ڪارڻ پرينءَ جي، نينهن وارا هِت نَچَن ٿا.
"سچو" سُورهيہ ڪيترا، رنگ انهيءَ ۾ رچن ٿا.

### ڪافي 15

اها ڳالھ سڄڻ تنهجي، ڪنهن سان آءُ تان ڪريان؟

اوهان ٻاجهون سپرين، ويني هِت ڏکڙا ڏريان.
هي سِرُ سارو ساھ سان، آڏو تنهجي دوست ڌريان.

وِرهَ اوهان جي هت وسا ريا ۽ پاڃاڻن ڪي پنڌ ڙا پَريان.

دوست اوهان ريءَ ديس اُنهيءَ ۾، سورن جا ٿي سڏڪا پريان.

”سچو“ چوي سپرين، تنهنجي صورت ريءَ ويني سور تريان.

## ڪافي16

منهنجو هوت پنهونءَ سان، نينهڙو لڳو!

پَرو پيڙم پاڻ مون، پينر ڙي منهنجو پول پڳو.

بيائيءَ جو بند پيو، ڪاڪِيون توڙيو عشق ٺڳو.

مون کي اوڏنهن آئيو، سرتيون سندو وِره وڳو.

پرين ”سچو“ آهي پاڻ سان، جيئن سُئيءَ منجھ سَڳو.

## داستان نائون

1

باري بِره بلوچ جو، رڳوئي راحت؛

ساريان سا ساعت، جا هيڪَندَ هُيَس هوت سان.

2

باري بره بلوچ جو، آهِ مَٺم مُحڪم؛

سندو دوستيءَ دمُ، چڏيان نه چن ڪهين.

3

باري بره بلوچ جو، آهِ نسورو نورُ؛

راتو ڏينهان روح ۾، مُحبَن جو مَذڪور؛

وجڻ آهه ضرور، ڪاڪِيون ڪيچيڙن ڏي.

4

ٻا ري ٻرهه ٻلوچ جو، هِيڻن جو همراهه؛

روح مَنجها رون راهه، ڪاڪِيون ڏسي ڪيچ جو.

5

ٻا ري ٻرهه ٻلوچ جو، سَدا مُون شامل؛

ڪيچ ڏٺي ڪامل، مون کي پورَ پَسائيو.

6

ٻا ري ٻرهه ٻلوچ جو، اونداهيءَ اوجَرُ؛

ساٿي آهه سَپَر، سو نه ڇڏيندو ڇپَرين.

7

ٻا ري ٻرهه ٻلوچ جو، اديون سِر آيوم؛

چاهُون ڇُمي تنهن کي، چشمن تي چايوم؛

وِرِهه وسايوم، نينهُن پنهنجي ٻَجهري.

8

ٻا ري ٻرهه ٻلوچ جو، تَنَ کي تقويت؛

سنديءَ سورَ صِفَتُ، پُڄين نه پَر ڪَهِين.

9

ٻا ري ٻرهه ٻلوچ جو، ها ريون هِدايَتَ؛

ڪَندو ڪفايَتَ، پاڻون جاڙِي پَندَ ۾.

10

باري بره بلوچ جو، سارو سعادَتَ؛

هيڻن حمايتَ، ڪاڪِيون آهي ڪاف ۾.

11

پِريان سَندي پارَ ڏي، پَنڌُ عجائبُ آهِ؛

گهوري سِرُ گُهماءِ، مٿي در دوسَن جي.

12

پَنڌُ عجائب پِرينءَ جو، سَندو پيرَن ناءِ؛

هِنئَين سانڍ هَلاءِ، پاڻ پَنهنجو پِرينءَ ڏي.

13

پنڌ عجائب پرينءَ جو، آهِ هلڻ سان حال؛

نڪا قيل مقال، ٻي نا جُڙي اُتهين.

14

پنڌ عجائب پرينءَ جو، خاصو سانڍُ خيال؛

فِڪر سان في الحال، وڃي پسندينءَ پرينءَ کي.

15

پنڌ عجائب پرينءَ جو، سِسِي پيرَ ڪرڻ؛

اِنهِينءَ ڏيان ڌرڻ، آهي قدم ڪيچ ڏي.

16

پَنڌُ عجائب پِرينءَ جو، "مان" سان ڪين هلي؛

سائِي چاھ چَلي، جنهن ”مان“ چڏي وڃ ۾.

17

پَنڌُ عجائب پِرينءَ جو، هلڻ هڪ نظر؛

پا ڙيچي ڪنهن پَرَ، اهو خيال ڪڙو رهي.

18

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويچاري ويندي؛

سڄڻ نه سينڌي، آءُ تان آهيان جيڏيون.

19

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويندي ويچاري؛

ضَعيفه زاري، ڪندي در دوستن جي.

20

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، ها ڙهي ڪي هلنديون؛

سور وجي سَلنديون، ڪَشالا ڪافن جا .

21

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، ها ڙهي هلنديون سي؛

جَتَن اُتون جي، سِرُ ڪرينديون صدقي.

22

روئي ها رج رَتُ، هَي هَي هوتياڻِن لءِ ؛

تنهن پوءِ جيڪس جتُ، مٿان تو هٿ ڏئي.

23

راهين هارج رَتُ، ڪاڪي ڪيچيڙن لءِ؛

هو جو ڏونگر ڏاڪڙو، ماري پُڇج مَتُ؛

ڏاڍيون مهٽان مِير جون، جهلي ڪج جهَتُ؛

نہ پاٽون چاٽي جَتُ، ٿئي رفيق رُجُن ۾.

24

اُهي زورئون زور، جي تو محبت من ۾؛

ڏونگر ڏوريون ڏور، هھڙن هوتياڻن لءِ.

25

هَنجون رتُ هاريج، تان روهن ڪي رهسو ٿئي؛

وار نہ وساريج، هھڙن هوتياڻن ڪي.

26

هاريون نہ هارين، اَرتو اکڙين مؤن؛

تون ڪيئن وسارين، هھڙن هوتياڻن ڪي؟

27

آهي روح رتِي، مون سين مون پرِيَن جي؛

هٽان لَڪَ لتِي، هھڙن هوتياڻن لءِ.

28

آهي ڪانہ اَٽڪَ، آيل، عِشق وارئين؛

هٽان لتي لَڪَ، هھڙن هوتياڻن لءِ.

29

وڙينديءِ وڻڪار، ٻَڌي سَندرو سچ جو؛
پنڌ اڙانگا پَٻ جا، قابو نہ ڪوهيار؛
آهي رئڻ زارو زار، هھڙن هوتاياڻن لءِ.

30

ڪوڙِن ڳڌ ڳَڌيان، پاڻ پنهنجو ڪيچ ۾؛
پَلوَ تان نہ ڇڏيان، هَھڙن هوتياڻن جو.

31

ڪوڙِئين ڳَڌيندي، پاڻُ ڪميٽي ڪيچ ۾؛
ڪنھن ڇَنِ نہ ڇڏيندي، هَھڙن هوتياڻن کي.

32

ڪوڙئين ڳڌيندياس، پورهئي ڪارڻ پاڻ کي؛
پنهنجي تان پرينءَ کي، ”سائين“ سَڏيندياس؛
ڪنھن ڇَنِ نہ ڇڏيندياس، هِھڙن هوتياڻن کي.

33

هارِيون ٿيس نہ هيئَن، جو نند نماڻيءَ نہ ڪَئي؛
ٿيان پيرادو تَن جِي، جَت ويڙم جيئَن؛
ڪاڪِيون ڙي آءٌ ڪيئَن، هِھڙو هوتُ وساريان؟

34

سَوين ڳُڻَ سنداَن، مان ٿي ساريان سَرتيون؛
سِڳها ٿيندا سُپرين، مون تي مهربانُ؛

ويهان ڪيئن مات ڪري، جيءَ مٿي جولان:
آءٌ ڪيئن مِ ارمانَ، هِهڙو هوتُ وسا ريان؟

35

موٽي ايندُم شال، پا روچو پاجهَ پئي:
اَٿم آريچن ري، جيئڻ منجهه جَنجالَ:
هَي هَي منهنجي حال، ههڙو هوت وسا ريان.

36

جان جان يَڪا يڪ نہ ٿيان، تان تان مات نہ مُون:
”چِرا“ ۽ ”چُون“، برابرَ ”بي چُون“ نہ ٿئي.

كافي 1

پُڇيون ڪي پِرِينَ، حالَ منهنجي جِيُون خبران، ساٿيو ڙي!

ساهِ سِڪي ٿو جن کي، مون کي ڪِي سارِنِ؟
هِنِ دم دلاسا ڏنا، سَرتيون ساٿيڙنِ.
تون هِت ڪهڙيءَ ڳالهِ مِ، هو هُت ياد ڪَرِن.
آهين جَنين جي آسري، سي تو ڪاءِ چَڏن.
”سچو“ سَنگتِ پانهنجي، مانَ غريبِ ڳڏنِ.

كافي 2

پَسَڻ ڪارڻ پِرِينءَ جي، ڪيا آگمَ اکڙيَن!

مِلڻَ لءِ محبوب جي، ٿيون راتو ڏينهن وسَن.

جهُورَ نه لهي جهُڙَ جِي، ٿي ڪڏهين ويڳاڻ.

سدا ساوڻ تَن ڪي، بوندان بس نه ڪن.

”سچو“ سُپرينءَ لءِ ٿيون، جهوريءَ منجھ جهجِن.

### ڪافي 3

بِره بيراڳي ڪيو ڙي جيڏيون، مون کي درد ديوانو ڪيو!

پُڇو ڪيم طبيب بيا، مون کي نِينهَن سو نِيو.

ها ريون اَچي اوچتو، پُور پِرِيَن جو پيو.

اَندوه عشق عجيب جو آهي، ڏکيءَ کي نِي ڏيو.

جو اُمرَ اوراڻو ڏنو، سو تان ساڳِي ٿيو.

سَرتيون ڀاڄهؤن سوز جي، آهي جُنِن ڳاڙون جِيو.

راتو ڏينهان روحَ کي، خيال ڪيو هِن کِيو.

”سچو“ باقِي سَچُ ٿيو، غير وڃؤن تان ويو.

### ڪافي 4

ٿيون وَرَڻَ جِيون وايُون، يا سانگيڙي جون!

هَٿ ڀانڊِن جي ڀا رؤن پرين جي، اِهي سي خبران آيون.

ڪونجان هزارين ڪيچ وٽن ڏَنُهن، اُهي سي دوست اُڏايون.

اڱڻ اهوئي اسان پرين جو، جدا نه هونديون جايُون.

ڪئي ڪتابن پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي هوت هَلايون.
ناهِن ٻاهيون ھي ڳُرهَڻ جهڙيون، ”سچو“ سي سوز سلايون.

## ڪافي 5

گهٽا وجي ڏينهڙا لايا، يار پيا ري، ميان!

آءُ ڙي پانڌي ڪَل ڪائي ڏي، هُئن اَچڻ جا سعيا ؟
اُنهن ڪارڻ راتو ڏينهان، مون تي وِره وسايا .
ڏينهن انهيءَ ڏي ڏسان ڏها ڙيون، هُن تي ڪانگ اُڏايا .
يار مسافر مولىٰ مهر سان، ساڻ غريب گڏايا .
ٿورا تَن جا ”سچو“ سنپارين، جي اِجهي چَون اَچ آيا .

## ڪافي 6

حال منهنجو ڪونه هو، جيڏيون ڙي، پنهنجو ڪرم ڪيائون!

معاف ڪيائون منديون، ڏوهَن ڏي نه ڏنائون.
جيڪو حال احوال هو سائين، پاڻون پاڻ پُڇيائون.
پاڻ پنهنجو پاڻهين، ساڻ غريب گڏيائون.
”سچوءَ“ کي ڪيئي سرتيون، ٿي دلاسا ڏنائون.

## ڪافي 7

گهوِري گهوِري گهوِري، وو ميان،
جند سَجَڻ تو تان گهوِري!

راتو ڏينهان، وو، آهي اوهان جي، سائين، جهوري جهوري.
ڳچيءَ وِڌيوَ عجب جيهي، سُهڻا، ڏوري ڏوري.
تَندُ نه ڇاڻان، وو، ڪنهين هيءَ، سُهڻا چوري چوري.
دل ڪسيائي، وو، لُٽ نِيتيائي، حاڪم، زوري زوري.
اول آساني ڳالهه ٿي، پوءَ ڪيڙيءَ، سائين، ڳوري ڳوري.
”سچوءَ“ لايو سَچ منجها رؤن، لالن، لوري لوري.

## ڪافي 8

ڙي جيڏيون، هاڻي گهوريو هوتن ري، سارو شهر ڀنڀور!

لاهيندا، وو، لُطف مان، ميان، هن ڏکيءَ کوُن ڏور.
هي هالاڻي آن جي، شعلو وڏڙو شور.
منت نه منهنجي موٽيا، زاري آهي نه زور.
درسن ساڻ دفعي ٿيندو، سندو هنيڙي هور.
”سچو“ سندين راهه تي، هڪ جفا پيو جور.

## ڪافي 9

اَڄ هوتن ريءَ هِت هاڻ، ٻيا ڪير لهن مون ساران!

قاصد ڪيچ وٽن ڏَنهُن، آئُت سِکهڙو آڻ،
ٿي روز وِڇايان قاران.
وِڇهان وِڇاڻا ڪيترا، قريبن جي ڪاڻ،

يار ملن شل يار ان.

آيون اِنهي يار ڏهون، اديون ڪُرڪاڻ،

ڪونجن جون پِي قطار ان.

سَنجهي صبح سرتيون، ميان ٻا روچي جي ٻاڻ،

آهِن ”سچو“ ڪي سنپا ر ان.

## ڪافي 10

ڏک وڏو وئين ڏيئي ڏيئي، ووء يار سجڻ اَج مون ڪي!

اوهان ٻاجهون يار پيا رل، حال اسانجِڙو هيئي هيئي.

پرين ڏسيجو وڙ پانهنجي ڏي، اسان هٿون جي پيئي پيئي.

ياد ڪريجو ڏينهن اُهي ئي، ڳالهيون ڪيوَ ڳڏ ڪيئي ڪيئي.

هو جي ڪيون ڳالهيون توئي سان، نينهن ”سچوءَ“ ري سيئي سيئي.

## ڪافي 11

ڪالهه، اَسان تو ڪيون ڪيون، يار سجڻ، ڳجهيون ڳالهيون!

ٿين پراٽيون ڪينڪي، نِت سي آهن نَيون نَيون.

رهيون آهن روح ۾، چڱيون اوهان جي چَيون چَيون.

ڪين وسرن ساهَ ڪئُون، اُهي تان پا ڙڻ پَيون پَيون.

منيون ڳالهيون تانهنجيون، هن ”سچوءَ“ ساهَ سَنيون سَنيون.

## ڪافي 12

تون نہ پاڻهي ٿو سائين جاڻي،
ڪيهو حال چوان توکي هاڻي!

دل ديواني ڪيئي اسانجي، مُحب اَوهانجي ماڻي.
ڏوهن ڏي ڏس ڪين اسانجي، سائين تون پاڻ سڃاڻي.
دردمنديءَ جي دل توئي سان، اڪِن اَڙائي آڻي.
ڪڏهن اسان وٽ ايندين دلبر، ويني وجهان ويڃاڻي.
سوال "سچوءَ" جو آهي اهو ئي، تنهنجو عشق نہ شال اَڪاڻي.

## ڪافي 13

آءُ آرياڻي اوري، آءُ دامن لڳڙي آهيان!

سِرُ پنهنجو سُپرين، گهَرون آيَس گهوري.
هِيءَ ڪميڻي ڪينڪِي، ڏونگر سگهي ڏوري.
ڪا جا تَندُ طلب جي، چِتِ وئين تون چوري.
نيو پاچياڻي پاڻ سان، تِرُ نہ رهي تو ري.
"سچو" سَگ اَوهان جو، ڪيئن پُڄي تنهنجي ٿوري؟

## ڪافي 14

ڏِس ڪهڙيون ڦيريون پائي، اِهو لِڪ لِڪوتي يارُ سڄڻ!

غمزي هن غيرت ٿي، جو عشق لڳن سان لائي.

عِلم عقل ويو اڏري، عين عشق جي آئي.

طَبل ٻيا سڀ ٿم ٿيا، جڏهن نوبت نينهُن وڄائي.

نحو صرف ويو وسري، جا تي پاڻ خيال ڪُپائي.

رَمز پنهنجي راز جي، ٿو ”سچوءَ“ کي سمجهائي.

## ڪافي 15

اڙي مهر پَئي، مون کي يار سَجڻ،

قدر پيو مون کي ڪاڪيون، نِي وو وو، ويڄن وِئي.

اَثر منهنجي درد جو اديون، شال طبيبن ٿئي.

ورهيه ويڙا گذري، هِن عاشق آهون ڪِئي.

وِره وهايم جيڏيون، پوئتان پُرجهڻ پئي.

ٻُڪي ڏين جي ٻاجهَ جي، تان جيءُ ”سچوءَ“ جو جِئي.

## ڪافي 16

آهِ علاجُ نہ ڪوئي، هِن اکن ماري آهيان!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، حال اِهو ٿي روئي.

ڦڪِيون ٻُڪيون لکين هزارين، ڪيون طَبيبان توئي.

ناحق ٻڌين پَنيون، ڪل نہ حاذقَ هوئي.

ويچ وني وچ واٽ اِهائي، سانولُ اِيندم سوئي.
دست سڄڻ جي دارون آهي، ”سچو“ يار سَپوئي.

### ڪافي 17

نِينھُن ڏاڍي سان لايوسي، آءٌ تان ھاٺي ڪيئن ڪريان؟

عشق سَوَلو سَرتيون، ھُت سَپَر پايوسي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو تان پَلءِ پايوسي.
پُڇي اسان جا پَڪڙا، اديون اِجهو آيوسي.
پينَر شهر ڀنڀور جي، هِت طَعنن تايوسي.
سوئي ”سچو“ سِر تي، ھاڻي چُمي چايوسي.

### ڪافي 18

منھنجو هِينئَڙو ھوتن سان،
ڪھڙي ڪريان ٻي آءٌ تان ڳالھڙي!

وندر سنديءَ واٽ تي، پُرزا ڪنديَس پاڻُ.
اَچي لِڳو مون اوچتو، يا روچي جو ٻاڻُ.
دعا ڪريجو جيڏيون، شالَ موٽي مُئيءَ جو ماڻُ.
وِيَڙو درد فراقِ جو، ڏيئي ڏکيءَ کي ڏاڻُ.
اَگڙ ايندو تانھنجي، ”سچو“ سو سرواڻُ.

## ڪافي19

ڪالهہ اَسان وٽ ويهي ويِهي، وو يار سڄڻ، ڪَيَو ڳالهيون!

سي نہ وسرن ساھ منهنجي کي،
ڳالهہ ڪريان ٻِي ڪيهِي ڪيهِي!

ٻهَر يا روچا ٻاجهہَ پَئي تون،
آءُ پکي هِن پيهِي پيهِي!

ڏينهن بہ ٽي چار دوست اسان جِي،
رَمزُن سان دل ريهِي ريهِي!

هُج هميشہ يارَ اسان وٽ،
پرين نہ ٿِج پَر ڏيهِي ڏيهِي!

ڪيو بيراڳي ڏينهن تنهن لاڪُون،
دوست "سچوءَ" جي ويهِي ويهِي!

## ڪافي20

يار چڱي تو تان مون سان لائي،
ڙي دلبر لائي!

دوست دلاسي جي دردمندن ڏي، مُج ڪتابَتَ ڪائي.
تنهنجي اَچڻ جي يار پرين ڙي، هِتِ وري ٿي وائي وائي.

جا وٽيوَ دل پنهنجيءَ کي، ڪيوَ سانول سائي سائي.
خبر خوشيءَ جي پارؤن اوهان جي، اَڄ اسان وٽ آئي آئي.
حال ڏسي ڪري يارَ ”سچوءَ“ سان، ٿيءُ اَچي ڏُکَ پائي پائي.

**ڪافي 21**

اِجهي آيا، ڪِلي ڳڏيا سي، جن جي ڪارڻ پانڌي پُڇياسي!

فَلڪ فِراقي، ڏِينهن ڏُهيلا، اُهي سي ئي وسري وياسي.
پاڻئُون جاڻي، سي پيهي آيا، جِن جي ڪارڻ چِلا ڪياسي.
اسان پانيو نه آرام ٿِيوسي، ناز نيڻن جي ناگهَ نياسي.
ويڙهي اسان جي ”سَچُو“ آيا سي، طرف جنين جي قاصد ڪدياسي.

**ڪافي 22**

متان تون مونکي ڇڏين،
سُونهان ڙي سڄڻ جا!

محبوبن سان ناتءَ ڏٽيءَ جي، نيئي غريب کي ڳڏين.
نٿو جاڻان ڏينهن اُهوئي، ٿيندو الاجي ڪڏين.
جڏهن تون حاضر ٿئين حضورين، ناتءُ ”سچو“ ڪري سڏين.

**ڪافي 23**

ڪاڻ اچڻ تنهنجي ڪندي آءٌ، هِتِ حيلا هزارين وي!

پرچ پرين ڏِس پاڻ ڏي، بِرهه اوهان جي بندي آءُ،

وري مان نها رين، وي.

پَرچِي اڱڻ آءُ تون، پايان پَچيءَ منجهه گندي آءُ،

يار گڏ گذارين، وي.

جيهي تيهي هوت اَوهان جي، چڱي سا توڙي مندي آءُ،

سا تون چو ٿو وسارين، وي.

اَوهان ٻاجهون سُپرين، نيڻئُون وهايان ندي آءُ،

پيو "سچو" پنارين، وي.

## ڪافي 24

آهي صبح انجام، پرين، تنهنجي پَلا پار ڏي!

اَسان ڪنيو تان تنهنجو، سِرَ تي ڪُل ڪمامُ.

دانهون ڪري درد مؤن، بِرهُه نه ڪر بدنامُ.

جي تون پُڇين ڳالهڙي، طلب نه ڪَج تمامُ.

اڱڻ اچن ٿا تانهنجي، عاشق ڪر آرامُ.

"سچو" سَپو تانهنجو، ڪَيوسي قبول ڪلامُ.

## ڪافي 25

ناهي ويچاري سا وَس، هِيءَ تا بيوس آهي، ميان!

پِرين پنهنجي پار جو، ڏاها ڪو پُڇُ ڏَس،
تنهنجي ڪَس، نِي، آهي، ميان.

اَول آخر آهي ئي، رانول منهنجِي رَسِ،
تنهنجي وس، نِي، آهي، ميان.

اَوهان ڀاڄُون سُپرين، ڳالهيون نه اَچن ڪَس،
روحَ رَس نه آهي، ميان.

پُڄاڻان پِرين جي، آهي پنپور ڪَنئُون ٻَس،
سو تان چَس نه آهي، ميان.

ساڻ "سچوءَ" تون سُپرين، هوتَ ڳالهائج هَس،
ٻيو ڪو جَس نه آهي، ميان.

## ڪافي26

هوتَ اسانوت اِيندا،
وِني نال پِڃي نيندا!

سَوَ دلاسا سَرتيون، هِنَ ڏکيءَ کي ڏيندا،
گوِلي پاڻ گڏيندا.

پَکا پاڇياڻِن جي، اوڏا آڻِ اڏيندا،
چوري تان نه چڏيندا.

جانچي ڏسجو جيڏيون، هِڪُ ٺَڪِيءَ سان ٺيندا،
وري پوءِ نه ويندا.

پَسِي حال حَقيرِ جو، ٻَديون تان بخشيندا،
”سچو“ ناءُ سڏيندا.

### ڪافي 27

جِي آئين، ڀلي آئين، ڪيچي ڏنُو ڪالهَ ڪاڻي!

سِگهو سِگهو تون ڏيج سَنيها، ڏينهن گهٽا چو لائين.
ٿورا لائين ٿو هِن ٿَڪيءَ تي، پير اڱڻ جو تون پائين.
پاڻُ توئي تَئُون ڪريان قرباني، جو ڳالهه سڄڻ جي ٿو ڳائين.
طَرفئن تنهنجي هيءَ نماڻي، سَڀ ڀلائي تِي پائين.
ڏيهُ سڄڻ جو، ڏَسيون ڏها ڙيون، ”سچو“ ٿو ڪانگ اڏائين.

## داستان ڏهون

1

ڪيچيڙا ڪالهه ويا، مان ٿي اڱڻ نها ريان؛
ساريو سُپرين کي، هنجون آءُ ها ريان؛
ڳوندر ڳڏا ريان، هَي هَي سارا ڏينهڙا.

2

ڪيچيڙا ڪالهه ويا، پوءِ ٿي اڱڻ نِها ريام؛
ڪين لهان ڪاڻين، وڏيءَ ويل ويام؛
وجي ٿاڪ ٿيام، ڪاڪيو ڪيچ وٽن مِ.

3

ڪيچيڙا ڪالهه ويا، تَنگ اُنن تاڻي؛
هوتن ريءَ هاڻي، اڳڻ نِها ري نه سگهان.

4

ڪيچيڙا ڪالهه ويا، اجا مون وٺاءُ؛
پِرين پڄاڻاءُ، اڳڻ ڏسي نه سگهان.

5

ڪيچيڙا ڪالهه ويا، جات اَوِلي جَتَ؛
هَي هَي هڻان هٿ، اڳڻ ڏسي نه سگهان.

6

ڪيچيڙا ڪالهه ويا، تون ٿي اڳڻ نها رين؛
ٻَڙي ٻا روچن لءِ، رت هنجون ها رِين؛
سا ريون سنپا رِين، ٻا روچاڻي جاتِ کي.

7

ويَئي ڪيچيڙا ڪالهه، تون اَج ٿي پيرَ نها رئين؛
هو لنگهي لَڪَ سنوان ٿيا، تو هِتِ ههڙا حال؛
ڪندئي سارَ سنپالَ، وڃي ڪيچ وڻن ۾.

8

ڪري ڏمرُ ڏير، اُٿي آڏيءَ رات ويا؛
تون ڪٿي وقت صبوح جي، پيراڏِن جان پير؛
هو ڏُڪيو ساٺُ سوير، وڃي ڪيچَ وڻن ۾.

9

جان جان ٿيڙس جاڳ، تان ساٿ سَويلو لَڏيو؛
اَرتو اوتي اڪيون، موٽيون ڏسي ماڳ؛
وَرُ وَرائي واڳَ، مانَ نماڻيءَ جي نِجهُري !

10

اڳڙ ساڳِي اوءِ، پَر ڪيچن کي ڪا ٿئُون لهان؟
ڏيئي ڦَٽ فِراق جا، پورهيتَ چڙيون پوءِ؛
هاڻي راهُن مٿي روءِ، سڏُ ڪريندي ساٿ کي.

11

وڃي ڪيچَ وٽن ۾، مَنَ ڪَرن نماڻي ياد؛
اَندهُون آزاد، ڪندا ڪميڻيءَ.

12

وڃي ڪيچ وٽن ۾، ياد ڪرن مون مانَ؛
انهيءَ ۾ ارمان، ساهه وڃي ٿو سرتيون.

13

وڃي ڪيچ وٽن ۾، مانَ پچن پورهيت؛
نه هُئي نماڻي هِتِ، پاڻيءَ ڏوئي پانهنجي.

14

وڃي ڪيچ وٽن ۾، مانَ پورهياتِ پُڇن؛
اِئين پاڻ چون، نه ويچاري ويجهي ڪريو.

15

وجي ڪيچ وٽن ۾، ڪنهن ساعت سنيا رين؛

مانَ وري نِهارين، پينر شهر ڀنڀور ڏي.

16

وجي ڪيچ وٽن ۾، پُڻ ٿيندي پورهيتِ؛

جَتُ منهنجو جِتِ، آءُ اُت گولي ٿي گذاريان.

17

ڪري پورهيائت پانهنجي، مانَ وٺي نانءُ سڏين؛

گولِن گڏُ گڏين، ڪَنِ پاڙيءَ ڏوئي پانهنجي.

18

پورهيت ڄام پنهونءَ جي، اَصَلَ ڪَوَن آئين؛

تون گولِن سندي گولڙي، هو سنڌءِ ٿيا سائين؛

ڪاپو ڪمائين، ڪُلو ساري ڪيچ جو.

19

پورهيات پنهونءَ جي، هيءَ اصل لاڪون آهِ؛

تِي ڪاپائتِ ڪيچ ۾، ويندي لالن لاءِ؛

ساهه نہ اَچن ساءِ، هي ماڙهو شهر ڀنڀور جا.

20

هيءَ پورهيائتِ پنهونءَ جي، اَصلَ ڪَوَن آهي؛

سَگَ نہ ڪا ساهي، ٻَڙيون پا روچَن سين!

21

چوٽِ چڙهي چانگا رَ، ڪندي ڪيچيڙن ڪي؛
پوندي ڪَن قريب جي، گوليءَ جي گفتا رَ؛
پا روچا پيها رَ، ڪندا پيرو شهر پنپور ۾.

22

ڪوهِ چڙهي ڪوهيا رل ڪي، ڪا جا ڪُوڪ ڪيام؛
ڳوڙها جي ڳَلَن تَوَن، ڳَڙَن جيئن ڳا ريام؛
اِهي سڏ ڙا، ”سچيڏنو“ چوي، پا روچَل پُڏام؛
گوندَ رَ غَمَ ويام، جڏهن ٿيس هيڪاندي هوت سان!

## ڪافي 1

آءُ ڪانگا ڪا ڪر، ڙي، مون سان هَر هَر پيو ڪر، ڙي،
مِٺي ڳالهه پرينءَ جي!

ڏاها ڏنوءِ ڪِي وچِي، اُهي پرين ڪهڙيءَ پَرِ، ڙي؟
ڪِي حال پُڇيائون هِن جو، ڪا ڪندا ويچا ريءَ وَرِ، ڙي؟
مُحبن جي ميلاپ جِي، ڪا ڪندين پيٽِي پَرِ، ڙي؟
آءُ توئي تؤن صَدقي، هوئين دوساٽي دَرِ، ڙي.
پِريان سندي پا ر جِي، سِڪ ”سچوءَ“ ڪي سَرِ، ڙي.

## ڪافي 2

ڪالهه قاصِدَ اوڏاهون آيا : چي، جاني اِيندءِ اَڄ جائي!

اَسين تان اوڏاهون اَچ آيا سي، هُئَن اَچڻ جا سَعيا،

ڪيچ هُئي هيءَ وائي.

سِڪين سارين جن کي، وو ميان، واليءَ پوءِ وَرايا،

اَچي ٿيندءِ ڏُکَ پائي.

ڏينهن گهٽا تو هوت پنهونءَ ري، وِرهي مينهن وسايا،

آئي اُڏاهون واڏائي.

اِجهي اِيندءِ سپرين، وو ميان، ڏينهن گهٽا جَن لايا،

ڪَل نہ پوندءِ ڪائي.

”سچو“ سِڪندي سال ٿيا، وو ميان، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا،

$وجي هِي عُمر اجائي.

## ڪافي 3

ڙي ساٿيو، منهنجي يار جِي، ڪا ڳالهہ اَچي مون سان ڪيو!

آهي آرامِ ڪِي يار اساڻو، ٻُڌي سا ووءِ ووءِ وَريو؟

جي هيڪَندَ ٿِيان هوت سان، تا ڪاج سپو مون سَريو!

پيهَرَ مون سان ڪيچ ڏي، ڪي وکان بہ تي چونہ پَريو!

ڏوٺ ڏوراپو يار سجڻ تي، مَتان ڪو پانڌِيو ڏَريو.

سوز ”سچوءَ“ جو سَڳ سُڻڻ سان، ڳوڙها سو ڳاري ڳريو.

## ڪافي 4

وجي پَڪا پُڇائيج، تون ساٿِي ڙي، سجڻ يار جا!

هِي تان حال حَقيِر جو، وجي سارو سُڻائيج.

هِي نياپو نينهن جو، وجي پانڌي پُهچائيج.

پانڌ ٻُڇيءَ ۾ يار کي، پارؤن مون پائيج.

ٻَهر ٻارُوچا وري، وو، اَچي وِرِھ وسائيج.

”سچوءَ“ ڏي ڪنئُون سُپرينءَ، ڪِي چڱو چوائيج.

## ڪافي 5

مون کي نيڻ ٿا نِيَن، هَر هَر حبيب ڏي!

دل جوش ۾ خروش، اکيون روز رت رُئن.

شُڪر آهه خداءِ جو، ڏِيدان ديدار ڪَرَن.

پارؤن يار لک هزار، مون کي مِهڻا ڏِيَن.

سِرَ تي ”سچوءَ“ سپ سَهايا، پينڊ پَلي چَون.

## ڪافي 6

رهبَر اِئين چَون، اَچ اَگڙ تنهنجي اِيندا!

تُون ڪيئَن وسارين تَن کي، جي تو کُھڻو پُڇَن.

در تنهنجي دوست اُهي ئي، اچ ٿا اِجهي اَچَن.

پَکا پانوَرَ کِڻي ڪري، اوڏا تنهنجي اَڏن.

”سچو“ سندي حال جي، ساري خبر لهَن.

## ڪافي 7

دارون پيو نہ ڏئين، آهي طبيبُ عشق منهنجو!

ڏيليون دارونءَ سنديون، موٽي نال چونِئَين؟
ڳالهِ اِهائي عاشقن جِي، هيءَ لاءِ سان هِنئَين.
اوڏنهُن اولانيو آئيوَ، چو ويجَ ڏي وئَين؟
رَک "سچو" ڙي سوز سيني مِ، تان تون 'سچو' ٿئين.

## ڪافي 8

ياد اهي مون کي آيون، ڪيئي ڳجهيون جي ڳالهڙيون!

اَوهان جي بہ اَچڻ جون، ٿيون وري هِت وايون.
درد منديءَ جي دل کي دلبر، ورهُ وڄين ڪيئن لايون؟
نانءُ سائينءَ جي سهڻا سائين، چِتُ نہ وڄ مون تان چايون.
آءُ تہ ڏينهڙا گڏ گُذاريون، هِت وينا ورهُ وسايون.
ڏوهَن "سچوءَ" جي ڏي نہ ڏسو، جو هِت ٿا سَندوَ سڏايون.

## ڪافي 9

دوستَ کي دانهون سُڻي، مَنَ مِهَر ڪا مون ڏنهُن پوي!

درد مندن جي دَرَ اُتي، ٿو ڪانگ لاڪِيٽو لوَي.
پيغامَ پرين پا رَ جا، چَشمن اُتي ويهو چوي.
عاشق آهي اُڪنديو گهڻو، ٿو راند روئڻ جي رَوي.

سِرَ پِرَ اسين ايڏانهن اَچون، يا ڪي اوري ايندءُ اوهي؟
”سچو“ سَدا سِڪَ سوز ڪؤن، پيو ماڻُ محبت جو مَوي.

### ڪافي 10

مُحبن مُڪَا مون ڏي وري، اڄ ڏوٿ ڏوراپا ڏِئي!

سُٺي سَنِيها يارَ جا، ٻولي ٻَڌيُمِ ٻانهون ٻئي.
دل ديري ڏي دوست جي، وهندو اِنهيءَ ويلي وئي.
مون ڪي وسا ريو ڪيئن اَٿئي، مون پرت توسان پئي.
تنهنجي اسان جي وچؤن، ڏس ڏينهن ويا گذري ڪَئي.
مون تان ڪيون تو ساڻ جي، سانيج ”سچو“ ڳالهيون سَئي.

### ڪافي 11

اَڄُ اَگڻِ اِجهي آيُمِ، پَرديسي گَڏيُمِ، ميان!

پيهِي پکي آئيا، لنؤ جنِين سان لايُمِ.
ڪوڙين قاصد ڪيترا، هوتن يار هَلايُمِ.
پُڇيم جَن لءِ پَنڌ ڙا، سي واليءَ پوءِ ورايُمَ.
اُنهن ڪارڻ سرتيون، سِرَ تي سورَ سهايُمِ.
سيئي ”سچو“ آئيا، جَن لءِ ڪانگَ اُڏايُمِ.

### ڪافي 12

ناهي ڏوراپو ڪو ڏيڻ اوهان کي، يار توسان مُنهنجي زاري!

روز اَزل کؤن چا ڙهيئي اسان تي، بارُ برهه جو باري.

جاٿي ڪاٿي صاحَب ساريان، يارَ اوهان جي ياري.

راتو ڏينهان ڳالهه اَوهان جِي، ٻِي وائي مون نہ وساري.

درد منديءَ سان، ڪنهن ڏينهن دلبر، ڪر ڪا وروهَن واري.

حال اَحوالَ جِي آهي اَوهان کي، سُڌ ”سچوءَ“ جي ساري.

## ڪافي 13

آءٌ تنهنجي، سارو عالم ڄاڻي، يار ڇڳي تو تان لائي، وو!

گهوريو پرين پرديس اوهان تؤن، ڪَر اَچڻ جِي وائي، وو.

اَندر اَسان جي يار سڄڻ وي، سَندِيو سِڪ سمائي، وو.

طرف اسان جي شالَ اوهان جِي، ٿئي ورڻ جي وائي، وو.

مِهڻا ڏئي ٿو لوڪ مِڙيوئي، دوست تو تئُون دل چائي، وو.

شالَ ”سچوءَ“ جِي يار پيارا، لهين تان سُڌ سپائي، وو.

## ڪافي 14

آءٌ ٻانهي تُون سائين، وي،

پاتم پاندُ ڳچيءَ ۾ ڪپڙو!

طرفؤن تنهنجي يار پيارل، ڪانگ اَچن مَن ڪائين، وو.

ناتؤ مولا جي مهرَ ٻَوَئي ڪا، ٿورا مون تي لائين، وو.

روز ازل ڪنئُون تنهنجڙي آهيان، غير نہ مون ڪي پائين، وو.

هڪڙي ساعت اڳڻ ”سچوءَ“ جي، پير مُبارڪ پائين، وو.

### ڪافي 15

اُهي اڱڻ منهنجي آيا، وو، جن ڪاڻ سي پير پُچايمِ ٿي!

پَڪي اَسان جي پيهي آيا، ڏينهن گهٽا جن لايا، وو

جن ڪاڻ سي پوٿيون پَٿايمِ ٿي.

جن لءِ روز نهاريمِ راهان، مولا سي محب ملايا، وو

جن ڪاڻ سي ساٿي سَنيايمِ ٿي.

هِنَ غريب ڪي گڏ نِينَ جا، ڪيا سي سجڻ سَعيا، وو

جن ڪاڻ سي ڪانگ اُڏايمِ ٿي.

ڏينهن فِراقي لَنگهيا اسان تئون، روئندا دوست ڪِلايا، وو

جن ڪاڻ سي ڏڪڙا لنگهايمِ ٿي.

رهيا آهن روح منهنجي تي، فائقَ جا فرمايا، وو

جن عشق جا سبق پڙهايمِ ٿي.

دل ”سچيڏني“ جي تي اَصلوئن، هاديءَ حُڪم هَلايا، وو

جن ڪاڻ سي وِره وسايمِ ٿي.

### ڪافي 16

ڪڏهن اَلاجي ايندين، پيهي پُچڻ پنهون يارَ!

پاڻ پنهنجو پاڻھي، ساڻ غريب گڏيندين.
پَڪا پَڪن سامُهان، اوري شالَ اَڏيندين.
اِهو اَٿم آسرو، چِپَر تان نہ ڇڏيندين.
سگ پانهنجي در جو، ”سچو“ ناءُ سڏيندين.

## ڪافي 17

اِهي ڏوراپا ڏيئي، مونِي مُڪا يارَ مون ڏي!

هوءَ جا ڳالهڙي ڪالھ ڪَئي سون، ڪِيئن وسري تو ويئي.
اَسان ڀاڄهون، سُڻ ڙي سائين، ڏينهن گذاريوَ ڪيئي؟
ڪهڙن ڳالهين مِ تون تان آهين، پِرت منهنجي تو سان پيئي.
ڇَئي مُنجين ٿو هَٿِ پاندن جي، تہ حال اسان هِت هيئي.
ڏوهَ گناهہ وُو، تنهنجا بَخشاءِ ”سچو“ ڙي، يارَ سَپيئي.

## ڪافي 18

مون کي مُرڪڻ سان تون، ڪِيئن ماري وئين!

ڪَيئي پُڇندي پانهنجي، مونِي ڏوراپو ٿو مون کي ڏِئين.
آءُ اِيلازڻ دوستَ توئِي کي، يارَ وجي اِتي يا ڪِي ٿِئين.
آءُ مُئيءَ تا گهوري جانِي، سدائين سو تون تان جِئين!
ڪهڙين ڳالهين يار سجڻ وي، هِيءَ نماڻي نال نہ نِئين.
آهي ”سچو“ جڻ يار توئِي سان، هُج تنهن سان تون پي ٿِئين.

### ڪافي 19

آءُ وري تون تان ويهُ، سڄڻ،
آءُ تان تنهنجڙي آهيان!

آهون عاشقن جو سُٽي، ڇڏِ پرين تون پَرڏيهُ.
پَڪَن ٻاٻاڻن ۾، آءُ پِرين تون پيهُ.
اصل لاڪون آهي، هِيءُ ڏاها تنهنجو ڏيهُ.
"سچو" چوي سُپرين، آءُ سارِ ساڻيهُ.

### ڪافي 20

گهوري جانيءَ ري جُدائي،
گڏُ گهاريون، هوءِ هوءِ هوءِ!

معلوم توکي پرين، سائين سا ڳالهه سيائي.
شالَ ڪنن سان نه سُڻان، تنهنجي وڃڻ جي وائي!
تو سان ڇنڻ ڪارڻ تان، يار نه مون لَڙه لائي.
ٻَن وچوڙي جي شاهِي دلبَر، وَر سان گڏ گدائي.
ساڻ "سچوءَ" هو ميان سُپرين، سائين تون گڏ سدا ئي.

### ڪافي 21

اهي ٻڙيون، ٻاروچا ، اَج اگڻ مُنهنجي ايندا!

هيءَ شريڪت ڪا ڪندي، اَڙي سرتيون، سائن ساڻ،
ناهيان ٿانياڻِي تن جي، جا پُرجهي ڏُنم پاڻ،
پانهِي ڪري پانهنجِي، اُهي صاحب سڏيندا.

اُٿي ويٺي تانهنجيون، هن واتيون ورونهان،
ڏين سَپيئي سرتيون، مون کي لکين ٿيون لوهان،
اِهو اَٿم آسرو، گولِي گڏ پِي گڏيندا.

ڪِنَ جون مون کي خبران، آٽي پانڌيءَ پهچايون،
هيون هوتن سنديون، هيڏي ورَنَ جون وايون،
"سچو" جن جو آهين، سي چَن نه ڇڏيندا.

## ڪافي 22

وجي ڪا مِنت ڪري،
منهنجي يار کي، ورو!

هو سدائين سان مُون، پرين نه وجو پَري.
حال نماڻيءَ جو ڏسي، وري سو پوءِ وَري.
وٺي ڪا دامن دوست جي، اکيون تان آب پَري.
ساريو توکي سُپرين، هِت مَريضِ مَري.
رُسڻ نه تن سان، جن ريءَ "سچو" نه ساه سَري.

## ڪافي 23

لَٿي هَلاڪِي هاڻي، دوست وسي مُنهنجي ويڙهي!

ڪوني ڪَيَو پانهنجي، پرين پاڻُون چاڻِي.

ناحق اوتيم هوت ريءَ، پِنبڙين مان پاڻِي.

سي ئي آيا هُيَسِ جنين لاءِ، جيڏيون ڙي، جوڳياڻِي.

وني ويها ريئون وِيجهڙو، ”سچو“ سو سگَ سُڃاڻِي.

## داستان يارهون

1

اَڻ مُلهي آهيان، بانهي يا روچن جي؛

سپ چِپَرُ چايان، آهُن ء دانهُن سين.

2

هَي وجي هي قافلو، چِپاتي چايُون؛

مُنهن ڏئي آيون، آهُون دانهون عِشقَ جون.

3

رات لهي ويا ريچُ، نماڻيءَ ڪان نڪري؛

ڪاڪيون هاڻي ڪيئن ڪريان، جو ڪاڏي ٿيڙم ڪيچُ؛

پَرَ پيو پنهونءَ سان پيچُ، سو اتي رهڻ نه ڏئي.

4

سَهي جان نه سُتينءَ، جو ڪُڙڪ ٻُڌي ڪُڙڪِي وجين؛

چِٽيان چانگن جون ٻُڌي، تون ڪُوڙي ڪين اُٿين؛
غافل هِڏ گُڏينءَ، سڀ پرِ ”سچيڏنو“ چَوي.

5

پاندين ڪَنئُون پُڇي، ٿي پَهَه، پرينءَ جا پيچرا؛
سَهلي ”سچيڏنو“ چوي، هِيءَ لالَن لاءِ لُڇي؛
ڪنهن سان ڪين ڪُڇي، اَٿس ووءِ ووءِ وائي وات ۾.

6

چاڙهيون لاهِيون چُنج جِيون، ڪوڙين آهِن ڪوهَ؛
ڏئي مهٽان محبت وارئين، چَپَرُ ڏادي چوهَ؛
ناگهہ نِسَتِ نينهن کي، ٿا رئا رن روهَ؛
اَچي منجهہ اَندوهَ، مَتان تون ماندي ٿِئين.

7

لاکون لاکين لَڪَّ، نيرڻ نہ ٿيا؛
ڪوڙين آهِن ڪيترا، راهُن اُتي رڪ؛
هَي هَي ڪارڻ حقَّ، هِي سارو ڏونگر ڏورِيان.

8

روئي هاريان رَت، ووءِ ووءِ وانڙين تي؛
جيڏيون ڪارڻ جَت، سارو وندر ووڙيان.

9

اَچ آرياڻي، تون وري شهر پنڀور ۾؛

آن ري اڪڙين مؤن، ٿو پرٽِ وهي پاٽِي؛
هوت اَچي هاٽِي، هيءَ نالائق نوازيو.

10

هوت نہ چڏيو هِتِ، نيو پورهيتِ پاڻ سان؛
تو ريءَ بي ڪا چتِ، ڪانهي ڪميڻيءَ کي.

11

عمر اَجائي گذري، ڪارڻ مِنيءَ رُوءِ؛
خام منهنجي خوءِ، ڪَر وَر ويچاريءَ جي.

12

جَتَ موچاري جاتِ، چڱي جاتِ جَتَن جي؛
وائي تن جي وات، سدا اَٿم سرتيون.

13

پورهيائتِ پنهونءَ جي، آهي اَصل ڪوُن هي؛
جيڏيون جَتَن ري، ويئي وِرهُ وسائيان.

14

آهي ڪونہ غرضُ، محبوبن کي منهنجو؛
ڏيڻ سِرُ فرضُ، "سچو" سندن سَٿ ۾.

15

لوهي لا غرضي، سُپيريان جي سارَ؛
مارڻ لءِ مُشتاق جي، آهي محبن کي مرضي؛

سِر ڏيڻ تنهن سَٽ ۾، آهي فقيرن فرضِ؛
ڪڏهان ڪو قرضي، ”سَچو“ تنهنجي نانءَ جو.

16

پيس تنهنجي پيچ، پنهون ڪين ڇڏيج مون؛
ٻانهي ڪري پانهنجي، وجي ٻانپڻ ڪي ويچ؛
مَر ڪميٽي ڪيچ، پورهيو ٻانهن جان ڪري.

17

روئي ڏنو رنگ، ڪو جو ڪامِڻ ڪوهَ ڪي؛
سو شَمه شَفق سان ٿيو، سُرخيان سارو سنگ؛
منهنجو نينهن نِسَنگ، پيو سمورو سُڪوتَ ۾.

18

اُٿي ڪمر ٻنڌ، لوچ، ته لَهين سُپرين؛
هوتاڻَن جو هنڌُ، ڏسين اکڙين سان.

19

مِلي مارگَ جي مرين، ٿئي قدر ڪيچيڙن؛
ٿورو وڏو تَن، تنهنجي اَچڻ جو ٿئي.

20

مِهَر مَه لاهِ مٿام، آءٌ اوهان جي آهيان؛
جي ڪامِل سَڌَ ڪيام، سي ٻُڌي ٻاروچا ورين.

21

ٻانهڻ جي ٻاڪار، ٻُڌي ٻا روچو آئيو؛
ورَ وسارج ڪينڪي، جا واقف نہ وٹڪارَ؛
سِگھڙيءَ لھج سنپار، سائينءَ لڳ ”سچو“ چوي.

22

سَرواٹن مون سانڻ، پلؤن پلائي ڪَئي؛
جن جاڳايو جوش کي، آءٌ اُتن قربانڻ؛
ٻا روچاٹو ٻانڻُ، تڏھن لؤن لؤن منجھ لڳي ويو.

23

پينر ھن پنپور مِ، منھنجو ڪارِ نہ ڪمُ؛
اَٿم آريءَ جام سان، دوستيءَ وارو دمُ؛
ماڻھن ليکي غمُ، پر سُک ”سچو“ ٿو پانئيان.

24

ڪيچيڙن مون ڪالھ، اَجا وڙ وڏا ڪيا؛
اُن جي ڪارڻ ڪاڪيون، ڪنديس ڪاف ڪَشال؛
ھَي ھَي ھِن جي حال، جو ھھڑا ھوت وساريان.

25

عمر اَجائي گذري، ھَي ھَي ھھڙي حالَ؛
تائين اَج نہ مون ٿِئي، سَندي ھوت سنپال؛
مون ڪان پچن ڪينڪي، ڪافن جا ڪَشالَ؛
پنھنجي قربَ ڪمالَ، ڪا وَر ويچاريءَ جي ڪريو.

26

عمر اجائي گذري، ههڙا حال ٿيام؛
چُپ چپاتيءَ سرتيون، وٺؤن هوت ويام؛
هو جي ڏونگر ڏاڪڙا، ڦولڻ سَپ پيام،
اَڄ صبح ايندام، ڪندا ور ويچاريءَ جي.

27

وندر ۾ ويهان، ڦولن پيون پرينءَ کي؛
نالِ جَنين نينهان، هوت تِنين جي هنجَ ۾.

28

پَرتُ هوت پنهونءَ کي، آڻي عشق ڪيو؛
"سچو" سَگُ ٿيو، ههڙن هوتياڻن سين.

29

مِهر مَہ مٿان لاهہ، مون تان نماڻيءَ تَنُّون؛
هِيءَ ڏکوئي ڏاهِہ، اَڻ مُلهه آهي آنهنجي.

30

مِهَر مَہ مٿان لاهہ، آءُ اوهان جي آهيان؛
جي ڪاملَ سَڏ ڪيام، سي ٻُڌي ٻا روچا ورين.

31

جيهي تيهي حال سين، پارڻ وجهڻ مون پندِ؛
روئي پَوڻ رندِ، پنيءَ جام پنهونءَ جي.

32

هَي هوتا تو سنڌي، اَ وڙڻَ جهڙيي ناهيان؛

حال پسي مون هي، مانَ نماڻي نال نئين.

33

ساٿُ سويلو سرتيون، وڏيءَ ويل وِيوم؛

وندر جي وٽن ۾، ڦولڻ هوتُ پِيوم؛

ٿيلڻ ٿر ٿِيوم، هاڻي هوتيانِ لءِ.

## ڪافي 1

مون کي تنهنجي آهِ، اَچڻ جو وڏو آسرو!

جوڙي چڏيِم، ووءِ جائيون، ميان اَلا، لئن لئن ۾ تولاءِ!

اگڻ آسروند جي، ميان اَلا، پير مبارڪُ پاءِ.

جڏهن ڪڏهن تو ڏسان، ميان اَلا، توکي جاءِ بجاءِ.

ڪين جُڙيي بيو جِيءَ ۾، ميان اَلا، تُنهنجي سِڪ سواءِ.

ٿو گذاري گوندرين، ميان اَلا، ”سچو“ تُنهنجي ساءِ.

## ڪافي 2

لڳيءَ دل جو دارون، ناهِ ڪو ديولڻ پيارا!

عشق جون واٽان، بَرن لاٽان، تنهن مَؤن نڪرن درد جون چاٽان،

پوءِ ٿيون پَون هي پَچارا.

عاشق ٿا ڪن درد جون دانهان، عشقَ منجها رؤن اِهي آهان،

رُئن اُهي زارو زارا.

آءُ تان ٻانهي، تون تان سائين، پاند ڳچيءَ وچ پَلؤ پائين،

اڇڻ جا ڪر قول قرارا.

ڳالهيون مون سان تو جي ڪيون، مور نہ مونکي وسري سي ويون،

دم دم تنهنجي ياد آيارا.

هيڪر مون کي جانِي جيا ريو، ڳالهِن تنهنجن ڳُجهن ڳاريو،

وصل جا ڪر وري وارا.

”سچو“ تون تان ٿِيءُ نہ ماندو، پرِين تنهنجوالله آندو.

## ڪافي 3

اَديون ڙي اَج آهِ،

اَسان مُحبن جو ميلو!

دلبر سِڪندي ڏينهن ٿيا، سُپيريان جي ساءِ.

فَنا ڪيائون فراق کي، ٻُڌو جاءِ بجاءِ.

ڏک لنگهيا سُک آئيا، لڳڙي ٿڌ ڙي واءِ.

جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ”سچو“ ساعت سُهاءِ.

## ڪافي 4

ما ريو هوتَ وجَن اَلا، ڪنهن در ڏيان دانهڙي، پلو پلو!

ڪاڪيون، ڪڏهن ڪينڪي، منهنجي مِنت مَڃن، اَلا.

پُنهيءَ پيس جَن جي، سي پِيي سورَ سَڃَن، اَلا.

دعا ڪَريجو جيڏيون، پيرو تان نہ پَڃن، اَلا.

اهو اَٿم آسرو، ڏيندا آب اُڃَن، اَلا.

”سچو“ سهمي ڪينڪي، روحُ نہ ڪانءُ رُڃَن، اَلا.

## ڪافي5

هُنَئُن هوتُ هَلي، ڙي، دوست دلاسو ڏيندو!

وجهج ڪم ڪريمِ تي، ٻي ڳُوڙَ ڪا مَ ڳلي،

پاڻهين پُنهيءَ تو ايندو.

ڀَڪا ڀَڪن سامهان، تنهنجي ماڳ مِلي،

اوڏا آڻي اَڏيندو.

اَچڻ سندي اُن جي، ويندو روحُ رِلي،

ٿورو ٿورياٽيءَ ٿيندو.

جا ڳُجهي هوتن مَنَ ۾، سا ساڻِن ڳالهہ سَلي،

پُنهل پاڻ سان نيندو.

مهرَ پنهنجيءَ سان تو پرين، اِنهيءَ ڀَت ڀِلي،

ڙي ”سچو“ نانءُ سَڏيندو.

## ڪافي 6

ذري ذري ڪَن چَشمان چُور،
نِين اسان کي ٿيون وَهلور!

تَن مَن سپ تاراج ڪَرن ٿيون، ديدن جو آهي هي دستور.
خوني وتَن خيال پنهنجي سان، ڪَسِن شهزادن شعور.
ناز نياز سان هِڪي واري، چاڙهن سوليءَ تي مَنصُور.
ساڻ ڏسڻ جي مشتاقن سان، ڪَيفِي ڏاڍو ڪَن ڪَلُور.
"سچو" ڪير ويچارو آهي، وجهن ڦيري دل، ڪَرِن فتُور.

## ڪافي 7

پاڻِهي پئيوَ سُڌ سورن جي، وو، عِشق لڳيوَ جي اَديون!

ساري خبر وجي تَن کَنئُون پُڇجو، جي وِرهه سڄڻ جي وِڌيون.
ڪين لِڪن سي لوڪَ اڳيون، جي آهِن ڏکَن جون ڏُڌيون.
مُحب مسافِر ٿيا جَنين جا، ڪُوڪان اُهي لَک ڪنديون.
ورهَ ولوڙيا جي وهنديون تَن جي، نيڻُون نِيرَ جون نديون.
پارئُون پرينءَ جي سڻو سِپيئُي، لوڪ پِلِي ڏي بَديون.
اڳيون پويون سپ معافي ڪيون، تنهن مُحب "سچوءَ" جون مَديون.

## ڪافي 8

اوري آڻ سي اوري، ڙي الله، جنين ڪاڻ سِڪيَس سال!

ڏسُ نہ مون کي ڪو ڏئي، ڏيھ رھيس آءٌ تان ڏوري.

واڻَ جنھين ڪَوِن لنگھيا، گھوري ھِيءَ جند ڙي گھوري.

ھيڪند تون ڪر ھوت جي، ساڻ ٿَڪيءَ ڪنھن ٿوري.

ساھ ”سچوءَ“ جو تنھن ڏھا ڙي، ويا چاڪَ وجھي چِتُ چوري.

## ڪافي 9

ڏينھن پُجاڻَون آئين، پلي آئين، ڙي يار مُنھنجا!

اگرڻ اسانجي ھوتَ يا روچا، پيرَ جي اَج پائين، پلي پائين.

پَري اسان ڪَوِن يار پرين ڙي، ڏينھن چو لائين، ڪيئن لائين؟

ڏوھ ڏنگايون يار سجڻ ڙي، ڪيئن پُليءَ ڏنھن پائين، چو پائين؟

ھيئن نہ گُھرجي يار توکي، چِتُ چُڪيءَ تَوِن ٿو چائين، ڪيئن چائين؟

عَرش ڪرسيءَ تَوِن اَچي اُتاھين، مَن ”سچوءَ“ جي تون مائين، پلي مائين.

## ڪافي 10

تُنھنجي پانڌي پيغامَن، الا، منھنجو جيءُ جيا ريو!

ھِي تان تَنُ توان ڪيو، اَڙي سانِئي سَلامَن.

تو تَوِن آءٌ قربا ن ٿيان، ڏنھن آئين عجيبن.

مَنھنجو چِت چَريو ڪيو، ھِن نينھَن جي نيا پن.

درد منديءَ جي دل کي، ڪيو قابو ڪلامَن.

ڪيائون ياد حقير کي، اَسر ئي ايامن.

ڪيئون مِهرؤن پانهنجي، گوش ڏي غلامن.
مُنهنجو وِرهُ وڏايو، ان جي اَنجامن.
جيهو تيهو آهي ئي، ”سچو“ سگ سندن.

### ڪافي 11

ڪري سانگ پِرين وري آيِم اُهي، ديس اَسا ڏڙي، اَلو اَلو!

وري وطن آئيا، پينر ٿيڙم پَلو پَلو.
پرِيَن اڳيؤن پيشوا، ها ريون مون سان هَلو هَلو.
اَصلَ لاڪؤن آهي اُنهن سان، روح منهنجي جو رَلو رَلو.
اُنهن ٻاجهُون ناهِ ڪو، ڳولڻ مونکي ڳَلو ڳَلو.
سِر سڄڻ جو لوڪ کي، ساهيڙيون نہ سَلو سَلو.
”سچو“ سچيءَ سِڪ ۾، شال نہ پوندو وَلو وَلو.

### ڪافي 12

ناهي هِنَ درد جو دارون، توئِي وٺ يارَ طَبيبا!

ترُ تفاوت درد نہ ڏيندءِ، چوڙين جا سِيرَ سَرا رُون.
ڦِڪي ڏيڙ سان هَي وجي ٿو، هِنيَڙو هاٽي هيڪارُون.
سوز گداز، نِي وي، غم فراقان، لائن ٿا قول قَطارُون.
دوا دردَ جي سوئِي ڏيندو، جو ايندو پرين جي پارُون.
ناز پَرين جيون يار ”سچوءَ“ جي، هِن تان ساهَ سنپارُون.

## ڪافي 13

منهنجو شرم سَپوئي آهي، جيڏيون تان پير مُغان تي!

وري ڏنائون پاڻ ڏي پاڻهين، نا ته هئا حالَ اسان هي.

اُهي پا ڙيائون پاڻهي پانهنجا، هو جي قول ڪيائون ڪي.

جَن پيا ريو پُر پيالو، شالَ ساقي جِيَن سي.

سَدا اُهي وسَن اسان وٽ، جانِي جيءَ جا جي.

سر ”سچوءَ“ ڪي ڏَسيو ڏيها ڙيون، پنهنجي يار هَٿوُن ڏي.

## ڪافي 14

ڏِني ڏيکاري، ڙي ميان، صورتَ سُپرينءَ جِي!

حَسن حُسين جي ڪارڻ، زاري، ڙي زاري.

ورنَہ ساري لوڪَ ڪوُن، پينر ڙي بيزاري.

مُحبت محبوبن جي، مون اَصل اِختياري.

چوان حقيقت حال جي، هيءَ سچڻ کي ساري.

هِت هُت ڪندا ڪاڪيون، اُهي مون سان موچاري.

”سچو“ سدائين گُهرجي، يارن جي ياري.

## ڪافي 15

ڏيئي مون ڏيکاري، لَڙيي وريو ويو در توُن دلبر!

ڏِنُم اکِڙين سان، هوءِ هوءِ حسن هزاري.
وسُ نہ هِن جو ڪو هُيو، هوش نئين هَسواري.
دينَ ڪفر اسلام کون، بِرهَ ڪئي بيزاري.
ڪنهن در ڏيان آءُ دانهڙي، مونجهہ اِنهيءَ مون ماري.
سوز سَفيران لايون، هِن چُڪيءَ کي چوڏاري.
حاجت هن جِي نہ هئي، جا قاتِل فوجَ قراري.
گهڻي مدت کان پوءِ اَچي، دوست ڏني دلداري.
باسيائون تان بِرهَ جي، ميان ”سچوءَ“ کي سَرداري.

## ڪافي 16

پرين اوهان کؤن پوءِ، هِت راتيون رهنديس ڪا ؟

پُنيءَ اِيندي تانهنجي، لالَ وري هِن لوءِ،
پوءِ سورَ سهنديس ڪا ؟
واعدا ويڙا وسري، هوتَ ڪيَوَ جي هوءِ،
پئي بول پهنديس ڪا ؟
پرين تنهنجي پار ڏنهن، قاصِد اچي ڪوءِ،
وري هِت ويهنديس ڪا ؟
سچو سِڪَ اوهانجي، هِنيَڙي ۾ هوءِ هوءِ،
پئي ناهَ نهنديس ڪا ؟

## ڪافي 17

مون ۾ عيب اپار، سَڄَڻ تُنهنجي ٻانهڙي آهيان!

ٻانهن جي آءٌ ٻانهي آهيان، ساري سڀ جمار.

هُئان هميشه هوتَ سان، شالَ نه ٿيان ڌار.

هِي سِر صَدقي تو تَوِن، سِسي ساڻ ڪپار.

اوچَڻ ڪنديس اکيون، پٽر ڪنديس وار.

پارُ تو ئي تَوِن صَدقي، سِسِي ساڻ ڪپار.

ساهَ "سچوءَ" جو سوگهو ڪِيڙو، رکي يا راڙو يار.

## ڪافي 18

سو ڏاڍن جو آهي ڏيهُ، جا تي نِينهڙو وو نيٹن لايو!

جا تي پهچ نه پکيءَ جي ميان، سو سيٹن جو ساٹيهُ.

جي ٿِي وڃان در دوستن جي، ميان، ڇُمان پيرن ڪيهُ.

جي ڪوٺيو ڪُهن سُپرين، وڃي پَکڙي تَن جي پيهُ.

"سچو" عاشقُ جي آهين، واڍوڙين وڃي ويهُ.

## ڪافي 19

پلو، آءٌ تان يارَ سجڻ جِي، ٻانِهي گولِي آهيان!

آءٌ نماڻِي عيبَن هاڻي، ڏوهَن ۾ آءٌ تان اولِي آهيان.

جيهِي تيهِي آهيان، ڙِي جيڏيون، جانب جِي آءٌ تان جهولِي آهيان.

پَل پَل پُڇَن حال مُنهنجڙو، ڳالھ انهيءَ جي تان ڳوڙِي آهيان.

هيڏي هوڏي نہ وڃان، مُحبن جي آءٌ تان توڙِي آهيان.

ڏِسُ ”سچوءَ“ ڏي سُپرين، نا تہ ڇپَر هِت چوڙِي آهيان.

## ڪافي 20

اَديون اُهي اَڄ آيا ، ڏيهُ جَنين لِءِ ٿي ڏوريان!

ڏيو مبارڪ سرتيون مونکي، مولا سي مُحب مِلايا ،

چرخو ڪيهو آءٌ چوريان؟

در پيهي سي، وو، آئيا ، سائِن اَلا ، جَن لِءِ مون وِرهَ وسايا ،

پارُ مَٿائِن گهوريان!

پَر ڏيهِ ويا ها ، وو، مون پرين، والِيءَ سي پوءِ ورايا ،

تَڪِ ڪيها پيا توريان؟

”سچو“ اتي، وو، دوستُ گَڏيوسي، ڏينهن گهٽا جَنهن لايا ،

وندر ڪنهن لِءِ ووڙيان.

## ڪافي 21

پينر ڙي بيوس، وڃي آءٌ پَئِيان!

وس نہ آهيان پانهنجي، واڪو ڪَيمُ بيوَس،

مين ديوانڙي ٿَيان.

لوڪُ سا روئِي سرتيون، روحَ نہ اَچي رَس،

حالَن هُڻ مين ڳيان.

مَڇُ ڏاڍو مون سِر آئيو، ڪوئي نہ اَچي ڪَس،

قابو عَشق ڪَئيان.

بِرهہ واري باتِ ڪَون، ”سچو“ نہ ڪَري بَس،

مِهڻا ڏين سَنئيان.

## جهولڻو

( سسئي ۽ پنهونءَ بابَت )

1- سَرتيون سڀ ٿِيس صلاحِي،

هوتان راهَ وٺي پيا راهِي،

چو ٿينءَ ڪَڏ تَنين جي ڪاهِي،

ڏونگر ڪِيمَ ڏَسائج ڏاهِي،

حَبَ مِ ڪونہ ڪَندُئي همراهِي،

تڏهن چَپ ڪرڻ تو چاهِي،

پَر هو اِهڙو امر اِلاهِي :

پيا سڀ ويهُ تون وهَمَ وساري.

2 - چي ڙي، مون سان مُور مَہ ٿيو مَصلحاتِي،

ثابت سِڪَ رهي ڪا ساتِي،

هاريون هي جا آهي حياتِي،

تن کي روهہ رسان ٿي راتِي،

پائيندِيس جهَر تَتي جهَنگ جهاتِي،
چاجي چِجي پوي مون چاتِي،
ڪنديس وِؤڙ سَندِيَن ويلا تِي،
اِينديس ساڻ وَني پَڙُ پاتِي:
ڏسنديُون هوت مِڙئي هِڪواري.

3 - چي ڙي، ويهُ وسار وجڻَ جي وائي،
توسان لَعلَن جنهن لَوَن لائِي،
تُنهنجي دل ڪيٽَن تَنهُن تائِي،
سو اَڄ جا ڙَڪري ويءِ جائِي،
ڏيئي ڪَن ٻُڌج تون ٻائِي،
ڊوهن پاس نہ ڊوڙج ڊاهِي،
سُرت صلاحَ تون سَمجهج سائِي،
اِها ڳالهہ اَمرَ مِ آئِي :
ڏونگرُ ڏورؤن ئي ڏهڪاري.

4 - آيل اَڻَ مُلهِي جا آهِي،
سا ڪيئَن سگ سجڻ سان ساهِي،
پيو تان ناهہ نہ هرگز تاهِي،
ڏاڍن ساڻ شَريڪتَ ناهي،
جا پَئي سپ لاڳاپا لاهي،

ڇپر ڇوھ اڳيانئس ڇاھي،
ڪيچن ڪَڍَ اُھا مَرُ ڪاھي،
ڪٽندي گامر تہ پُڄندي ڪاھي :
محض اُنھيءَ کي مِيرُ نہ ماري.

5 - ڇي ڙي، رَھَ روين ٿي روڙي،
آڏو پِينگ ٻُجهي ٿي پوري،
ھيبتَ ھول ھراست ھَوڙي،
ڪامِڻ ناھِين اسان کي ڪوڙي،
تُون تَنھن ديس مَ وَڃج ڏوڙي،
پَرڏيھيءَ جي پُٺ مَ پوڙي،
ٿَر ۾ ترسُ اَٿئي ٿَڪ ٿَوري :
ھِتِ تا ڪانہ گَهڙي ھِڪ گهاري.

6 - آ دل آريا ڻِيءَ سان اَٽڪي،
مان جا ريجهَہ اَديون تَنھن وٽڪي،
ھَي ھي گهوري تا ھِنَ گهٽڪي،
رھنديَس ڪِين ھِجر ۾ ھَٽڪي،
جانبَ ڪاڻ نہ جاڳيس جهٽ ڪِي،
پِنيءَ ويل وڃان مَرُ لَٽڪي،
ڪنھن جي مھم نہ ھَٽڪا ڦَٽڪي،

هاڻي سر توڙين مون سَنڪِي :
هِنَ کي ڪامَ هَلڻَ کون ڪاري.

7 - چي ڙي، سپ پَر سُجَ جُلي ٿي جاڻِي،
پُرجِهج پَبَ نه اَٿيئي پاڻِي،
وسهج تو دل جَنهن سان واڻِي،
سَسئي سو تان ٿِيُئي نه ساڻي،
ناحق تانگهه تنهين ڏي تاڻِي،
چو ڪَيَءِ خواب ڪِڻي تو ڪاڻِي،
ڪِيئن ٿي آبُ اکين مِ آڻِي،
حِيلا ڪَرمَ هلڻَ جا هاڻي :
پُچندينءَ بام پَسي بَرُ باري.

8 - جيڏيون جبلَ چوُ ٿيون جيئِي،
ساجهُر سَنگَ لَٽا ڙيان سيئِي،
گهوريان گهوٽ بِنا گهرُ هيئِي،
سائي وَسَ وَٽانئُمَ ويئِي،
رهندَمُ روحُ نه هِت تَن ريئِي،
وِيڙم دوست دلاسا ڏيئِي،
هِيءَ تان پَلَوَ پُنهونءَ جي پيئِي،

هُن تان ڪامِڻ ڪيڙس ڪيئي :

نِيائُونس وَرُ وني ويسا ري.

9 - چي ڙي، گهورين ڪاڻ، جنين جي گهَرڙا،

اَئي تَن اَڙانگا اَرڙا،

آڏو ٿاڪُ نہ ڏيندءِ ٿَرڙا،

ٿِيندءِ زور مَٿي تو ذرڙا،

بيدل بَس ڪَرائيندءِ بَرڙا،

اوجهڙ ڪوهَ اَئي سي ڪَرڙا،

گهائي پيرَ ڪائيندءِ ڪَرڙا :

سَگهندينءَ نارِ نہ وَرُ نِهاري.

10 - ثابت ڳالهہ سڻو هِيءَ ساري،

جبل واٽ نہ جيڏيون جاري،

پَرَ پِي بِرهہ جنهين سان باري،

سا هَڏِ ماڏي مور نہ مَاري،

چا جي وَر وِنگا وَدَ واري،

تاپِي درد منديءَ دَهڏاري،

توڙي ڪوهہ ڪري ٿو ڪاري،

ڪندو پاڻ پنهون پوءِ واري :

تا پڻ سَرسُ سِڪائي ساري.

11 - جيڏيُن ڪَيَس وراڻِين جوڙي،

هُت ٿو روهُ رڙندا روڙي،

تَنهن جو تابُ نہ سگهندي توڙي،

آڏو مِير مَيائي موڙي،

رائو ريگَ ٿَرن ڪون ٿوڙي،

سگهندينءَ پيرُ نہ ڪَر ڳَل ڪوڙي،

تون تان لعلُ لَهين ڪِيئَن ووڙي،

ڪَنهن جي ڪَامَ ڪَمر چَڏ چوڙي :

بيا ٿِي ماڳ مِرُون چوڏاري.

12- جيڏيون جَتُ منهنجو آهي جائين،

آءُ تان ويندِيَس اَج تَنهن تائين،

آهيان ٻانهي اُن جي آن ئِين،

پاڻون گهٽ پينر ٿِي پائين،

آن کي پَلوُ ٻَڇيءَ ۾ پائين،

دَمُ دَمُ دُرس ڪريج دعائين،

مون کي سَڄڻ ميڙين سائين،

ڪيچيڙن کي پَهچان ڪائين :

بِرهه جِي باهه ٻَهون ويا ٻاري.

13 - چي ڙي، آڏو لَس بَگهيڙَ ڪن لوڙا،
تَن ڪوُن ڪَنَ ٻَئي ٿين ٻوڙا،
چوهئون چَپُر چِني ٿو چوڙا،
تا تي ٿاڪَ تَڪَر جا توڙا،
سَهمناڪَ سُندا سي سوڙها،
ڏيوَن مارَ مَٿي ڏين موڙا،
سي ئي ڏُرت ڏورَڻ جا ڏوڙا،
ڏينپو ڏنگَ هَٽن ٿا ڏوڙا :
آهِن ها ڙي مَنجھ هَزاري.

14 - چي ڙي، چا جي مَستُ مِرون هنئن مارا،
چُرڙين نانگَ چُرن چوڌارا،
سي ئي ورھ اڳيون ويچارا،
هٽندا شينهَن ڏسي شوڪارا،
هو جي ها ڙي مَنجھ هاڪارا،
سَرتيون سَنگ نهاريان سارا،
ڪيا جُڪ جانب جي جيءَ جارا :
وَرَ سان ڪانھ ايندي ڪا واري.

15 - چي ڙي، هُيَڙئي جي جَتَن جِي جا ڪا،
توکي سَمجھ پيئي چؤ سا ڪا،

وِيَڙَئي نا زِ نهوڙي ناقا ،

ڏونگر ڪَين اَٿي ڪي ڏاڪا ،

لُوهي لَس وجهندئي لاڪا ،

ڇپؤن ڇُوه لنگهندينءَ جهاڪا ،

آڏو فَلَڪ فِڪر آهِن فاقا ،

ونگَن وِچ واسِينگَن واڪا :

هُت تو پَبُ وِجهي پا تا ري.

16 - ڪاڪيون ڪامَ تِڪي هُت ڪانِي،

جاڏي جَتَ ونِي ويس جانِي،

سورج آهي نہ تن جو ثانِي،

تاڏي تُرتُ وجان آءٌ تانِي،

چا جي پَبِ نہ هوندس پانِي،

ڇَپَر ڇوه اُڳيانئُس ڇانِي،

توڙي بِره وِڃايس بانِي،

لوچون ڪِين ڪنديَس سالانِي :

اِهو عَرض اَٿو اِظها ري.

17 - جَلَدؤن جَت ونِي ويئي جوري،

پوري چو نہ پرينءَ تَنهن پوري،

ڳاڏر هاڻ مَحَل گهر گهوري،

ڏُونگر ڏرڙ سَگهين ڪِيئن ڏوري،

عاجِز عام ٿيندئي، هِت اوري،

ٿَر جي پنڌ نہ ٿَڪِيئن ٿوري،

تن ڪي توڙ سَري ٿي توري،

وجهه مَ جِيُ پَلا ڪَنهن جهوري :

مَرنديءَ گامَ ڪنيو ڪوڪاري.

18 - چي ڙي، بيحد ڪِيم ڪِهو پيون ٻاتِيون،

چو ٿيون لَسَ لوايو لاتِيون،

ڪَنهن کي ڪَنڌ نہ اِنديون ڪاتِيون،

رهنديَس روز نہ اِتي راتِيون،

وينديَس سِڪ سَجڻ جي ساتيون،

ڏاتَرُ ڏِس جو ڏيندُم ڏاتِيون،

پائيندس جالَ جَبَل ۾ جهاتِيون،

مُحِبَن هَس اِهي مَصلحاتون :

هَلِي آ مَردِ ساڻ اُماري.

19 - ڪامِڻ مِنَٿ ڪَريون ڪَنهن ڪيهي،

سي جَتَ جاڙَ ڪري ويٺي جيهي،

ڪِيَڙهي پُرجهہ نہ تو پب پيهي،

ڪا ڪَر ڪاهہ تِنين پُٺ تيهي،

تون تان نِينهَن نسوري نيهي،
ووڙج وَرُ مَ وِرچج ويهي،
ڪيائين دُرس ديواني ديهي،
اَول عِشق نِشاني اِيهي :
تَڙ ڦَڙ راتِ ڏينهان تڪراري.

20 - ڪيچين ڪَڏَ لِڱي هوءَ ڪَهڪي،
پهريون پُور تَڪر سان ٺهڪي،
ڪامِڻ ڪوهه ڏِسي نا ڏهڪي،
اُتي روحَ نہ تنهن جي رَهڪي،
توڙي پير ڦِٽَس پَٻ ڦَهڪي،
تان پِي نارِ نہ بلڪل نَهڪي،
توڙوُن ڪِين تنهين هَڏ ٺَهڪي،
اَوجان عاشق اهڙي اَهڪي :
ڏونگر سپ وڏائين ڏاري.

21 - توڙي جهَڪَ جهَڪي ڪئي جهولي،
پِي تان بولي هَڏ نہ بولي،
ڦيريون ڏئي، پِرين کي ڦولي،
چوهڻ پاڻ چَپَرَ کي چولي،
گوَرَن رَند ڏِسِي سِرُ گهولي،

ٻَڙ ٻَڙ ٻوڙها ٻا ريو ٻولي،

ڏونگر ڏرڙ ڏڪوئي ڏولي،

قادر شال قريبَن ڪولي :

ڪندو گامُ ٺَڪَر ڪَوَن ٺا ري.

22 - ڦيرون ڪانءُ ڦها ڙَ ڦُچيائين،

هِت ڪي وِڻا هوت هَنڌائين؟

هَر هَر توکي سُرت سڻائين،

ڪي هئا رات توئي وٽ سائين؟

ڪَر ڳَل الله لَڳَ الائين،

ٻيو هَڏ سور نہ سَنگ سليائين،

مون کي مُحبن ساڻ مِلائين :

عاشَقِ هَي هَي وِيا آزاري.

23 - پوءِ تان ٿيڙس جبل جوابِي،

پِنيءَ ليلَ لنگهيا بشتابِي،

ساٻيين سارو ساٿ ثوابِي،

سي سڀ هُئڙا گُل گُلابِي،

وجندا وِيڙا رات ربابِي،

اصلوءِ اَڙٻنگ هئا اَعرابِي،

توسان ڪِيائون خام خرابِي،

اوني عين هئا عاذابِي :

هئؤن ڪاهه اَڙاهه اَنڌاري.

24 - ڏونگر ڏَسُ ڇُڪيءَ ڇَڏ ڏيئي،

تو وٽ رات تنين ڪا پيئي ؟

آهه هي وَسَ تنين ڪون ويئي،

ڪِي تان لنگهيو ساٿ سنجهيئي ؟

هاڻي حال سُٺ مون هيئي،

ويَڙس ڏک وڏو هي ڏيئي،

هُو هُئا ڏاڍا سُپرين سيئي،

جانب آهن منهنجا جيئي :

ماري آهه ويا آ تاري.

25 - حَجر چَيَس آهي هِنيڙي هاري،

جي تون محبوبن جي ماري،

آهي عشق سَندُءِ آزاري،

وجهج ڳِل ڳچيءَ ڪا ڳاري،

مون کي تِر نه ڪج تَڪراري،

پُنِن ڪاهه، نه ٿيءُ قراري،

اَٿئي بِره بلوچي باري،

يَڪدِل ڪانئن مَنڳِج ياري:
ويندئي عشق نه هڏ اوتاري.

26 - ڏونگر ڏيرن ڏي ڏَس ڪوئي،
اَوڙي روحَ نه بيو رسُ ڪوئي،
ناهي ويچاريءَ جو وَسُ ڪوئي،
لاهي ڪونه بيو ڪَسُ ڪوئي،
ناهي جانبَ جو جَسُ ڪوئي،
ڪُني غَم ڏِسي ڪَس ڪوئي،
خاطِر منجھ نه پيس خس ڪوئي،
وني درد ڦِري ڏس ڪوئي:
بيٺي عِشق مَنجھؤن اوساري.

27 - چُڪيءَ چوٽ وِٽي ورچاتي،
وِيڙا وِره توئي سان واتي،
آندي عِشق تڏهن اورهاتي،
ڪُنل ڪيچ وِجج ڪند ڪاتي،
پِيتُئي زُهر منجھؤن گُهٽ گهاتي،
توکي آندو عشق آ ڳاتي،
ڳوڙ جامُ پنهونءَ گِهر گهاتي،

هَي هَي لعلَن ويو لوهاتي :
هُئُڙي جن جي هِيءَ اَجها ري.

28 - هَي هَي ماري عشق اَميران،
وٺي وِره وَڪيل وَزيران،
توڙڙن هِيئَن لِکيون تقديران،
بانِهن هٿ ٿيون تقصيران،
ڏاڍيون عشق سنديون تڙ پيڙان،
پُنهي‌ءَ منهنجي بِره بَهيران،
هَلَن هُت نَڪي تدبيران،
مون سان سندين سوز سفيران :
ورتُئي ورهُ ڪنهين وَڏجا ري.

29 - اَول باين بره پَڙهيائين،
تنهن پوءِ سورن مِنڊ سَڙيائين،
سَسئي سانڍ فِراق ڦَڙيائين،
اَصلوئن ڪيچن سانڍ ڪَڙيائين،
جَڙان جيءَ ۾ جال جَڙيائين،
تيلهان مٿي روهَ رَڙيائين،
محبت منجهه مريض مَڙهيائين،

توڙيُن غير خيالَ تڙيائين :

پيئي هَٿ بِرهه هاڪاري.

30 - هِيءَ دل لالَنُ وِيڙِس لُٽي،

وِڌس ٻاڻ بروچَ جي ٻُٽي،

وَرَڪون شالَ فقير نه ڦُٽي،

ڏُنگر ڏک چَريءَ کي چُٽي،

ڪيائين ڪيچن منزل ڪُٽي،

آنديُس عِشق گهٽيري گهُٽي،

مٿو پيرَ ڪرايون ڪُٽي :

هَي هي ڪيو ٿِي سَا هُونڪاري.

31 - وَرَ جا وِرهه پيا رِيَس وَٽِي،

توڙي سسئي سورنَ سَٽِي،

تِنهن دل ڏانهن نه مُحبَن مَٽِي،

چوکو عشق نه آهي چَٽِي،

سُورن سوز کِلڻ کَون ڪَٽي،

مُحبت ڪانءُ نه گهايل گهُٽي،

سسئي سوزَ فِراق جي ڦَٽِي،

پائين پَٻُ پَٽولا پَٽِي :

روئي ڦوڙائي جان ڦوهاري.

32 - لوني بَڪ مٿي ٿي لِٽي،

ڊوڙي تيزَ منجھا رؤن ٽِٽي،

محبت مَنِ تنھين جي مِٽي،

وڃي ڪيچ وِرھ مون وَٽي،

گھوري گامَ گھٽيري گھٽِي،

ڏکَ جي چِٽ ھنيائون چٽِي،

روئي ريتِ تنھين سپ رَتي،

ڄاڻي پَٻ سَپو ھڪَ پَتي :

عاشِق عِشقَ منجھؤن اُچنگا ري.

33 – ھَرٽيُون ڪِرُ پيا رڻ آيس،

ڪِر ھَڙ دانھن ڪري سَپ ڪانيَس،

ڪوڪن ساڻ چَپَر سپ چانيَس،

ڏُونگر ڏکَ منجھا رؤن گھايَس،

چُلنگيون عشقَ ڏکن ٻُٽ لايَس،

ڳالھيون ڪيچ ڪيچيڙن ڳايَس،

بَر ڪي بِرھون با زر پايَس :

حِجَر ڳا رِيَس ساڻ ھُوڪا ري.

34 - ھَي ھَي ھوتُ ڪري وِيس ھولِي،

تنھن محبت ٻا روچي جِي ٻولِي،

ڏونگر ڇبؤن پاين ڏولي،
ڪوهيارَل جي پانهي گولي،
ساٿي پَبِ پرينءَ جي ڦولي،
تنهن تا جانبَ تان جِند گهولي،
روئي ڪيائين چِپرَ چولي،
سَنگ جِي راهه ڪيائونس سولي :
نيندس ڪيچي نالِ قطاري.

35 - منجهؤن نِينهن هنيائين نعرو،
سُڻندي سير سڙيي ويو سارو،
منَ ۾ محبت وِڌس مارو،
ڪيائين واري اتي وارو،
اَندرؤن عشق ڏنس اوبارو،
ڏيئي مَٿي سَنگ سَرارو،
ڪائين مانَ ڏسان ڪوهيارو،
محبت ريءَ آهي منهن ڪارو :
”سچيڏنا“ ڪونه سنپاري.

36 - مٿي روهه چيائين روئي،
هيءَ ڪَلَ ڪوهيارلَ ڏئي ڪوئي،
عاشقِ تنهنجي عشق اندوهي،

محبت مَنجھ هَلاڪِي هوئِي،
لِڳي لالَن تا لَڙهه توئِي،
ٿوڙؤن سُورَ وِڏائِين پوئِي،
ساٿِي ٿِيس ”سچيڏنا“ سوئِي،
جانبُ آهيس جِيءَ جو جوئِي:
قادِرُ ڳڏُ تَنهِين سان ڪاري.

37 - هيءَ جا هِنيَڙِي ٿي حيرانِي،
محبت مادُ ڪَئِي مَستانِي،
دلبر ڪاڻ هئي ديوانِي،
باقِي نِينهُن رهيُس نِيشانِي،
ڪيَڙِي فوج فِراق جي فانِي،
ڪيائِين ساهه سَرِيرُ قرباني،
ڳَڏُيس شالَ جَبَل ۾ جانِي،
ٿِيندُس رَحمَ اُتس رحمانِي :
آئِي هينئِون نِينهن نغاري.

38 - محبت محبوبن جي ماري،
ڪا جا باهه ٻا روچَل ٻاري،
ڳالهين ڪيچيڙن جي ڳاري،
ڪيائِين جانِبَ توَن جِندُ واري،

منجهؤن ذوق چيائين زاري،

هِيءَ دل آهي سڄڻ نوّن واري،

ڪُوڪان ڪوهه ڪري ڪوهياري،

توڙي وِرهه ڪئي ويچاري :

راتيان ڏينهان ڳهنگهر ڳهاري.

39 - مٺي روهه ڏسو سا رَمڪِي،

ڪا جا عِشق چَڪايَس چَمڪِي،

ڏسِي سُڄ نہ دم پر ڏمڪي،

محبت مُور نہ ڪامِڻ ڪَم ڪِي،

ڳوندر وِچ ڳُذاري غَم ڪِي،

هاديءَ جانبَ سان نئين جَمڪِي،

تنهن تان تانگهہ نہ تِرهڪُ تَمڪِي،

مٿس وِڄُ وِرهه جي چَمڪِي :

تنهن جي شور وِڌي شوڪاري.

40 - چڙهندي چُنج نہ عاشق اَڙڪِي،

ڪا جا فوجَ مٿائنس ڪڙڪِي،

لِڳي لعلَ پُنيءَ سان لڙڪِي،

لِڳيس باهہ بِرهہ جي ڀڙڪِي،

جوهَر جوش سَڄَڻ جي جهَڙڪِي،

رنجيءَ روھ اُتوِن جا رَڙڪِي،
سا رو سَنگُ پيو سَپ سڙڪِي،
ٿَڪرُ سپ پيو تان ٿڙڪِي :
اھڙو سوز ھِلي سينگا ري.

41 - جانِبَ ڪانِڙ چڏيائين جايُون،
فوجان عِشقَ اَڳيائُس آيُون،
ڪلان ڪوھَ سَنديَس ڪَھڪايُون،
سپئي وِرھ وِسا رُيس وايُون،
وجي خاڪَ لِڳَن کي لايُون،
تنھن جي سوزَ چِپَر سپ چايُون،
روئِي روھِ ڏنائين رايُون،
پيان پب چڙھي جَڙ پايون :
اھڙو عشق ھَلي اختيا ري.

42 - چِپَرُ ڪا نہ چڏي سا چوري،
جنھن تان گھوتَ اُتوِن جِندُ گھوري،
جا ڪِي پورَ پرين جي پوري،
ھيڪَل ھوتُ نِھا ري ھوري،
ڳولِي تَنين جنين ٿَر توري،
لُوِن لُوِن قابو لڳيس لوري،

هُئڙس جهورَ برابر جهوري،
تنِهن جي هٿ سڄڻ جي ڏوري :
اِنهيءَ ڳالهه وِڏي سا ڳاري.

43 - آهي ريءَ عجيبَ اُپائون،
اَچي شالَ ڪوهيارل ڪائُون،
جنهن سان لوهِ لڏيون هُم لائُون،
هَي هَي جَت وٺي ويا جائُون،
تنهن تان ڏَس پُڇي ٿِي تائُون،
تنڌر هيءَ جا نال نہ نِيائُون،
تنهن جِيون زِيلان هُت سُيائُون،
هِهڙُس ڏونگرَ حال ڏنائون :
ويچاري ٿِي تونگ تِنواري.

44 - موٺي چاهه پريٖنءَ جي چائي،
تَنهن ڪا ڳالهه محبت ڳائي،
چِپَر سَپ ڪيائين چائي،
ڏاڍيءَ تِڪَ تَنهين جي تائي،
”ويجهي آيس“ هُئڙس وائي،
روئي روهه ڏنائين رائي،
ڪِهِن منجهه قلم ڪُمائي،

تان تان اوڏي وَسئون آئي :
آئُس مُحبُ اڳيون منهن پا ري.

45 - ڪُونجن هَٿ مُڪائين روئي،
دانهن ڏوکم منجها رؤن ڏيئي،
سا تان ڪَنِ سَجَڻ جي پيئي،
اُٿي هليا هوت هَنڌيئي،
جانبَ جِيءَ گُهريا هَسِ جيئي،
آيس سَجَڻ پاڻَ سنجهيئي،
جن جي ڪاڻ ويچا ري ويئي،
وجي ڪيچ اُها ڳل پيئي :
پنهون پِرينَ ڳڏيو غم تا ري.

46 - سسئي جامُ پنهون هڪُ هو تان،
ڪامِڻ جانب ڳوليو جو تان،
ساڳي پاڻ پنهون هئي سو تان،
پڇي هيءَ ڳجها رت ڪو تان،
چاجي ڪاڻ ڪَرين ٿِي ووءِ تان،
چَپَرَ ڳولي ٿِي سا چو تان،
”سچو“ دَست دُوئِيءَ کان ڏو تان،

ساڄنُ ڪيئن صَحِي ڪيو تو تان :

پَر جي عشق اَچي اوجاري.

47- آهي "ڪُلِّ شَيۡءٍ" سو هادي،

"خَلَقَ الۡاَشۡيَاءَ" ڪَون آبادي،

"وَهُوَ عَينُها" ِتي آزادي،

واندِي غير ڪَنوُن هيءَ وادي،

لَٿا شَڪ شُبها ِتي شادي،

"سِري سِرهٗ" ِتي اِمدادِي،

جنهن کي سَمجهه تنهن کي تَعدي،

سوئِي مَرد نہ آهي مادي :

سَڀ وِچ صورتَ يارَ دي پيارِي.

48 - پَنهنجي پاڻَ ڪري ٿو وائِي،

تنهن تان ٻَالهه اها ٻَالهائِي،

ڪافر مؤمن صورَتَ سائِي،

انهيءَ رَمزَ ڏنائين رائِي،

جانبَ ڏسُ ڏنو هي جائِي،

"فَاَيۡنَمَا تُوَلُّوۡا" آيتَ آئِي،

ٿيڙو اَڄُ ٻهاني پائِي،

اَحمد وحي هِڪو هِڪ هُئائي :

”احمد“ ”اَحد“ هُئا اِسراري.

49 - ”عَرفتُ رَبي بِرَبِي“ آيت آئي،

نوبت ”اَنَاالحَق“ وڄائي،

”اَعظَمُ شَانِي“ رَمز رلائي،

ڪِيئن ”لَو ڪَشفَ“ اُجرائي،

”يَسمَعُ يُبصِرُ“ آهي هِڪڙائي،

”بِلا مِيم اَحمَدُ“ اِها وائي،

”اِني اَنَا الله“ آگاهِي،

هُئڙي صُورت هِڪ سِيائي،

سوئي بندو سو مولائي،

سوئي هيٺ سو بالائي :

عالَمَ اَلله مون اِظهاري.

50 - ظاهِر سِڄُ نہ سڀ ڪنهن جائين،

هيءَ پي رَمز تون دل سان لائين،

تون تان آئينو ٿي آئين،

پنهنجو پاڻ ئي مِ مُنهن پائين،

”مَين“ کي ڇوڙ نہ ٿِيون ”سائين“،

پولو مور نہ هن مِ پائين،

توکي صَحِي سَچ سُڻائين،

ڪا شَي ناهي بِنا حق ڪائين،

”ڪُلُ شَيءٍ ناطِقٌ بِالحق“ ڳالهه اِهائي ڳائين :

هَر جا پارَ ڳَنِي گُفتا ري.

# نوري

## داستان پهريون

1

تون سَمو سردار، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تنهنجيءَ شفقت مِهر جو، آهي ڪو نه شُمارُ؛
گنديءَ گاندَر گهر ڪان، ڪيو ساري عالم عارُ؛
مٿي تَنهن مَدارُ، تو ساريءَ ڪينجهر رکي.

2

تون سَمو سائين، آءٌ ميئي مُهاڻِي آهيان؛
مون لَڄ رهائين، جو پَلءِ لڳيس تانهنجي.

3

آءٌ ميئي مُهاڻِي، تون سَمو ساري سَر جو؛
قرب منهنجو ڪهڙو، ڄاڻيو ٿو ڄاڻِي؛
ڪارِي سرِ ڪنيم ٿي، ڇڇيءَ، ڪِڪِيءَ هاڻِي؛
راجا تنهنجي راضَ سان، ٿيس راڻِن جي راڻِي؛
تو سَما سِيباڻِي، نہ تہ هيس بيهودي ٻچڙي.

4

ڪلسا ڪلوري، ڪِنَ ڪالورا ڪينجهرين؛
پيهي وڃي پَن ۾، ڪَنِ ٻُڪين ٻُوري؛

روز تِني، ڪي راوَ ڏنهن، ٿيا چانور آئون چُوري؛
جي هيون اڏوٻَنڌ ۾، سي ڪن ڪپڙا قصوري؛
هيٺ مَٿي تَن ٿي، ڏڪيون سالان سموري؛
واسِيا وتَن وِسَ ۾، هُيَن کُهنبي ڪَٿُوري؛
چِچِيءَ ڪِڪِيءَ تار جي، سي اَبر عَطوري؛
ٿِي مُلڪين مشهوري، سَمي جي سُهاڳ جِي.

5

پيرَ آئون مُنهن نِيرا، پاٽيءَ پوندا جَنِ هٿا؛
سي اڄ ٻَڌيو وتن سِرَ تي، چاهه منجهؤن چِيرا؛
ماڻِڪَ موتي مُنهَن تي هٿ تَنهين هِيرا؛
ڪاتَ سپئي ڪِيرا، سُگهڙ سَمي جامَ جا.

6

وَهين وَهل لَپيُون، ٿي پيٺَ پا ريا تنِ جا؛
ڏنيون ڏُٿ ڏُپَ جون، ٿي جهَپيرن جهپيُون؛
ڪِڪيءَ خاطِر ڏَپيريون، ڏُبَن منجه ڏپيُون؛
جي ڪائُن پَبڻِ پيون، سي چُوريءَ تي چَريون ٿيون.

7

جي جهاڳيون وتَن جهاڳَ، ميئون ڪارڻِ قوتِ جي؛
سي اعليٰ درجي آنديون، سَمي جي سُهاڳَ؛
مَنچر مَها وچ ۾، ڪَن رنگيليون راڳَ؛

هُئا حال جنين جا هِهڙا، تَن تي پلي ڪيا پاڳ؛
ڪينجهُر ۾ ڪنڌين جي، ٿي هٿ اُنهن جي واڳَ؛
هِيرا ۽ ياقوت ٻيا، اَڄ اُنهن وٽ اَجهاڳَ؛
ٻيا ٻِـپي لَڪين لاڳَ، تنهن ڏُڱُين کي ڏيئي چڙيا.

8

ٻيحد ٻِگوڙيون، هُين ڊولِ نہ ڪنهن ڊونڊيون؛
نا ٻي ڏُٿ آئون ڏُٻَ جون، ڪن خرا رين ڪوڙيون؛
ٻُوريءَ ڦرها ڦَريون، اڇن ملاحيون موڙيون؛
جوڙيون سڀ جوڙيون، جامَ تماچيءَ تن جون.

9

ڊولِ نہ ڪنهن ڊونڊيون، پَر هُيون سَمي جي سهاڳَ تي؛
ڪينجهر سنڌيءَ ڪنڌئين، ڪَنَ ٿوريون آئون ٿونڊيون؛
چِـڪَ جيهون چونڊيون، ٿو جام وهاري وَٽِ ۾.

10

هُيون لَڱين ليڙيون، مُنهن نہ موچا ريون؛
سي ٿو جام وهاري وَٽِ ۾، ڪري ملاحن ميڙيون؛
ٿو ٻِکيون جوڙائي ڏئي، ٻَهڪَڙ تَن ٻيڙيون؛
وٺن ماڻِڪ موتئين، تنهن ڪوُن جهَبيون ۽ جهيڙيون؛
توڙي اِهڙيون اَويڙيون، تہ پي سَمي جام سُهائيون.

11

جَن ٿي پاڻِيا پيٽَ، ڪُمنَ ڪالورَن سان؛
سي ٿا تيل قليلَ سان، ٿيون مَلائڻ ميٿَ؛
چام جواهِر جي ڪري، ٿو اُنهن پا رِ اُميٿ؛
ڪَئي لاڪِيٽي ليٿَ، سَمي مير مُهاڻن ڏي.

12

هئا وڏا جَن تي ويلَ، ٿي قوت مِلِين ڪين ڪِي؛
خاصين سي خوراڪن تي، تان ڪَن مُهاڻيون ميلَ؛
مِڙيي جُهڙيي پاڻ ۾، ڪن سيلابين سيلَ؛
پوءِ لاٿا چام لُطف سان، زبونَن تَوِن ذيلَ؛
تن سي تيل قُليلَ، اج عطر گاڏڻَ اوتيا.

13

جنهين اَدوبَندِ، هُئي عُمر سَپائِي اِهڙيي؛
سي سَمي جي سُهاڳ تي، آيون ڏاڍي اَندِ؛
تنين جي طولان جيون، پيون هاڪان هنڌو هنڌِ؛
ڏِليون ڏولين چڙهيون، پيرين پَوَن نه پندِ؛
سَپ اَندامين سَندِ، جڙيون جواهِر ۾.

14

چولِيون جَن چِڪِ هُيون، اَج ٿيون لالين لاَئُو؛
جُتيون جڙائُو، پايون وتَن پيرَ ۾.

15

نوريءَ نادرجامَ ڪي، ڪي چڪايون چاتيون؛
تنهن کي ڏسڻ سان ڏيا ريون، ڪنهن ڦِڪل ڦيراتيون؛
وٺان سو واٺيون، ٿو ڏئي ڏها ڙي اُن کي.

16

هون مَڪ هِڪ ترُارُ، چار تُرارا موتِئين؛
تنهن برابر نہ ڏيان، توڙي ڏين جال جَوهارُ؛
جو پلءِ پِيڙو هھڙو، مهاڻِيءَ مَٽيارُ؛
تنهن مَرُ ڪينجهرَ پِرَ قَرارُ، جنهن چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

17

تارازيءَ جِي توري، مَڪ موتِن تي نہ ڏيان؛
بيٽا ٽيٽا نہ وٺان، توري نہ توري؛
ڳهوري آءُ ڳهوري، جو چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

18

مَڪ برابر نہ ڪريان، ماڻِڪ موتِن سانڻُ؛
سَمو چام سُجاڻُ، جنهن چارو چام ڪُلهي ڪيو.

## داستان ٻيو

1

مَٿي جَن مُوڙا، هٿا چارين ڳنڍئين ڳود ڙئين؛
ٻئنسر ٻئينان زر جا، تن جها ٻا ائون جُهوڙا؛

جَن پانهين ڪُلهين ڪِين هو، تَن چُوڻِ تائين چوڙا؛
سمي جي سهاڳ سان، تن ننگن نپوڙا؛
ڪوڙيون ۽ ڪؤڙا، سچا سمي سپ ڪيا.

2

رنگ ڪاري روُيون، هيون مڙني مَلاحَن جِيون؛
سي ڪنيون ڪارَن مِ اَچن، دَرا ۽ دُويون؛
جِت بيحد بدبُويون، اُت الله عطر اوتيا.

3

هڪ دَرا بي دُوءِ، پيون گوجان مارِن گانگٽيون؛
تَن مون ڪِڪيءَ جي اَچي، برابر بدبوءِ؛
اچي مُشڪ عطر جي، اَچ منجهانئن خوشبوءِ؛
رنگ سوني جِيءَ رُوءِ، صورت انهين سُوهٽي.

4

منهن مِٺيءَ ميريون هيون، بيهوديون بچڙيُون؛
گهڻ گهڻ نورِيءَ گهنڪِرو، چِم چِم ٿيون چيريُون؛
سمي پاڻ سهاڳ ڏئي، هِي جي هُنَ هيريون؛
لوهاٽِيون لوريون، پارسَ لڳي سون ٿيون.

5

پا رس لڳي سون ٿيون، لَوهاٽيون لوريون؛
جَهلَ جهُڳن کي ڪانه ڪا، وَريون ۽ ويريون؛

محلين رَهن ميرَ جي، مُهاڙيون ميريون؛

سمي ڏنا سُهاڳ کي، سَهج ۽ سيريون؛

ڪوجهِن مان سهڻيون ٿيون، جهٽ پَٽ جهپيريون؛

تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪِنيون ڪٽي.

6

مُنهن مِٺيءَ ميرا، هئا بيهودا بچڙا؛

سمي جي سُهاڳ تي، ٿيا گاندرَ گُنيرا؛

ڏسو ڏهاڙي ڏئي، ٿو دَر تنين ديرا؛

ساجهُر سويرا، ٿا کائن طعام خوشيءَ سان.

7

تَرڪو جَن تَريون، پيا ڪونئر ڪُڙهيون ڪَچ ۾؛

تَن اَڄ لَڙهان لَڙڪن موتئين، پيون سنديون سون سريون؛

زيور اَئون پا زيب پئا، زري باف زريون؛

ڪِينجهُر پئي پَريون، اُنهن کي انعام ٿيون.

8

جنين دُوءَ دَرا، ڪَچين ڪُمَ ۽ ڪُوڙيون؛

سي مٺي پيرين بَرهنه، هئا گانَدرَ سَپُ گرا؛

اُهي پاهان پاڻ پرا، ٿيا سمي جي سُهاڳ سان.

9

جي ڪونئر پَرن ڪُمَ، تن ناتو ناپي سان هئو؛

تِرن جا تن تار ۾، ٿي رَوان ڪِيا رُم؛
پوءِ اچي تماچيءَ جام جي، پئي در تنين جي ڌُم؛
جي هئا گوشائت گُم، سي پلءِ لڳي پَڌرا ٿيا.

10

ٻِهَ ڏوڏا جَن ڏاجُ، قوت جنين ڪُمَ ڪوٽيون؛
انهن جو اَحتياج، ٿو تماچِي ڪيڏو ڪدي.

11

نہ ڪنهن رُوءِ نہ رنگ، هئا بيهودا ٻُچڙا؛
اَج پڻ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺ پَلنگ؛
مِياڻيون معافي ٿيون، نہ اَبوابَ نہ اَنگَ؛
پَٽُ اوڍين اَڙٻنگ، سي سَمي جي سُهاڳ تي.

12

پوءِ ڪِيُون لَسَ پَلاءِ، ٿي مُهاڻن ماريا؛
لَکَ هزارين حاڪمين، ٿي ڪاڏا تَن ڪَلاءِ؛
ڪُڙهِيون جن ڪَنڌن تي، سي ٿيا لڳي پاڳَ پَلاءِ؛
دمڙي تَن نہ دَستَ ۾، هئا نهريَل ڪين ٺلاءِ؛
اَج مَيِئن جي گهر مالَ جا، ٿيا ٺَم ٺلاءِ؛
پَر هُيڙي اڪڙين ۾، ڪا جا مِيي ڪَلاءِ؛
ڪينجهر ڳهمن لاڏڪِيون، ڪَيون رسَ ڪَلاءِ؛
اَڳلا جي سَڳلاءِ، سَمي نانوَ سُجاتا.

13

حَريران ۾ حُلاءِ ڏنا چام تہ چارِن وارئين؛
جي هيون اَڏو ٻنڌن ۾، تَن چوٽِيون چُوڪُلا؛
ڪينجَهُر سَنديءَ جاءِ تي، تن بنايا بَنگلا؛
اَگلا جي سگلا، تا سَمي نانو سُجاڻبا.

14

ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين، رهن پريون جي پُور؛
تن ميئن مٿي آئيا، سالوءِ سالُورَ؛
چڙهيو سا چوڏول، ٿي حُڪم هلائي حُورَ؛
راتو ڏينهان راءَ جا، ٿيا مَلاحين مَذڪور؛
سي حاضر منجھ حضور، وهن تماچِيءَ چامَ جي.

15

تون سَمو سرتاجُ، آءُ ميئي مُهاڻي آهيان؛
لائي پنهنجي لُطفَ سان، اسان کون اَحتياجُ؛
ڪينجهر سارو توڪَيو، مون ميءَ سندو محتاجُ؛
تنهجو مون ڏنهن راج، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جِي.

16

لانگوٽيون لاشون، هيون وَهَ وَهل جي وچ ۾؛
سي پلءِ لڳي پوءِ چامَ جي، ٿيون خوراڪين خاشيون؛
لَعلَن ياقوتن جون، وَٽن ڪينهن ڪماشون؛

جن پاسا هِريل پَن تي، تَن فرشين فَراشون؛
تا پِيي تماچيءَ ڪي، ڪن طرحين تلاشون؛
روءِ هيون راشون، پَر سمي ڄام سُهاڻيون.

17

هئا خامَ خسِيسَ، ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين؛
سي مورائو مَڇيءَ جا، همه ڪُل حريصَ؛
تڏيون تنؤريون تن ڪي، پاٿا ريون سپ پِيسَ؛
جڏهن تِي تماچيءَ جِي، ميئَن سان مجليسَ؛
سي سون رُپي سرسا ٿيا، لَٿِ هڪ ٻئي جي هيسَ؛
واتين ڪري ٿو اُن جِي، هر هر ڄامُ حديثَ؛
مهرَ آئون شفقت جي، ڏئي اُنهن کي آسِيسَ،
تَن سان ڪير ڪَريندو ريسَ، جي سَمي ڄام سُهاڻيون.

18

جن واتين وَهُ وهَلَ، بانس آئي تي ٻُچڙِي؛
تَن ويهاري وَٽِ مِ، ڪيا شاه شُغل؛
اُهي چڙهيا پالڪئين، آهي سپُ سَهَلَ؛
جتي جهَپين جهوپڙيون، ٿيا ما ڙيون تِت محَلَ؛
سمو ڄامُ اَنگلَ، اَچيو اُنهن سان ڪَري.

19

ڇِڇيءَ جي هُئي ڇَٽَ، تي آئي عام خلقَ کي؛

وَهِ وجائي وَهَ مِ، ميئي مجائي نہ مَٹ؛
نوري جام تماچيءَ سان، کِلي چڙهي هُئي کَٽَ؛
سر لاڄو سَرِيَٽ، مَلاحِڻ مشرو ڏيکيا.

20

جنِين ڦاٽوڙيون هيون، گنديون گود ڙيُون؛
تَن پيريون بافتن جيُون، جُنگ ڏئي جوڙيُون؛
اُڇليو اُنهن ڏي وجهي، سون رُپو روڙيُون؛
پانوَ پاسي ميَي جي، ڦَناتان کوڙيُون؛
گهوڙا ءِ گهوڙيون، ٿو ويئو ڏيها ڙيون ڏئي.

## داستان ٽيون

1

نوريءَ کيو نازُ، ٿِي ريجهائي راوَکي،
نِت نِت جام نيازُ، ٿو اَڇيواُنهن جو کري.

2

تون تماچي جامُ، آءٌ ميئي مُهاڻِي آهيان،
ڏنو تو آرامُ، کينجهر بِن کنڌيُن کي.

3

تنبوءَ جي طَنابَ، اڄ کُتِي کينجهرُ کنڌئين؛
ناد وڄن ٿا نادرِي، ٻيا پِي رودَ رَبابَ؛

جِتي ڪِڪيءَ ڪوڙَ هئا، قيما تِت ڪباب؛
وَتن مُهاڻا مستُ ٿيا، ماڇِي بي مهاب؛
تَن نوَن سب حسابَ، مورائِين معاف ٿيا.

4

پَلئہ مون پا توءِ، تون راجا لَجَ رَهائين؛
سَما سُڃا توءِ، ڪاملَ پنهنجي قُرب ڪي.

5

ڏُٿُ جَنين ڏوڏا، پَهرڻ پا ٻوڙا تَنين؛
پينا وَجن تن جا، گَپَ اندر گوڏا؛
سو پَٽن جي پينگهن مِ، تن لالُ ڏئي لوڏا؛
اُهي آٽيون اوڏا، ٿو وير وها ري وَٽ مِ.

6

ڪوجهيون رنگ ڪاريون، منهن نہ موچا ريون اُهي؛
سي ڪيڏيو ڪالورن جِيون، سِر ڪَٽَن ڪاريون؛
ڪيئي ڪٽي اُن جيون، ٿو تماچِي آريون؛
سي اَڄ سالون ڍِڪن سِرَ تي، ڪُلهين ڪِينا ريون؛
زور چڙي زاريون، ٿو تماچي تِن کي ڪري.

7

لاڏڪيون لاڏ لُڏن، ڪينجهر سنديءَ ڪَنڌئين؛
ڪاريون ٽِيون ڪُڏن، سَمي جي سُهاڳ تي.

8

ڏُڙِنَ ڪي ڏولئين، جامَ تماچيءَ چا ڏهيو؛
لَعلان زمردَ تَن ڏئي، ٿو جواهِر جهولئين؛
زريءَ ڪَلاباتَ جا، تَن چِڪمَ تي چولئين؛
چٽڪائي چولئين، هيرا لَڳان لَڪنئين.

9

هئا لانگوٽيا لَول، ڪوجها ڪنهين نہ ڪم جا؛
تَڏي مَڏي ڪان تَن، سي ڪَن جهَروڪين جهُولَ؛
فَرش فُروش اَئون غاليچا، ٿو ڏئي تَنين کي طُولَ؛
مَڏيون مال ڏسي اُهي، غمزا هٽن غُولَ؛
قَدرُ تَن کي ڪهڙو، جي آهن اوجَلُولَ؛
پيا اِهڙي منجهه اَوُلَ، تِن چا ريون چار وسا ريا.

10

ڪوئر جَن ڪُڙهيون، هُيون هميشه هَٿ ۾؛
سي لوڙهن جي لَڙهه لءِ، ٿي لُڙئي منجهه لُڙهيون؛
جهُڳن جهَل نہ اُن جي، ڪونتَلَن ڪُڙهيور؛
ڪي وَتَن چيڪ چُڙهيون، ڪي تا زي طَويلن ۾.

11

هُيون لَسَ لانگوٽيون، پاڻيءَ پوندي جن جيُون؛
تَن مِياڻيون معافِي ٿيون، بِي چَر سَپا چوتيُون؛

اُن جون ڪٽي ڪيتريون، ڄام سَمو توٽيُون؛
جو ميئُون ريجهائي راوَڪي، ماڻَ سان مونيُون؛
ڪَريون جي ڪوٽيون، ته پِي پيون پلئه ڄامَ جي.

12

ٿي پُڻ هُوءِ هُپيون، پورهيو ڪَندي پَن ۾؛
لِيڙ نه جن لِڱن تي، پاهين ڪَنين پُٽيون؛
پَلئه لِڳي پوءِ ڄامَ جي، ڇيهن ڪانءُ ڇُٽيون؛
اُنهن لانگوٽِن لُٽيون، ٿي مُهران لَعلان لاڏَ سين.

13

بيهودا بي آب هئا، اڳي ڪينجهُرَ ڪنڌئين؛
پَلئه لڳي پوءِ ڄام جي، ٿيا تنهن جا جوڙَ جوابَ؛
بِيا سَڀ حرفَ حسابَ، مَلاحَن معافِي ٿيا.

14

پيرين اُگها ڙي جي کُميون، تن لِڳيون سَو سُتيون؛
ساڻ جڙاوَ جُتيون، ٿي ڏنيون تماچيءَ تن کي.

15

مُهاڻيءَ مَرڪُ، جان تماچي طُريلُ ٿيو؛
مَٽي ميٽيءَ گلابَ جو، ٿو اوتي پاڻ عرقُ؛
ڪيائين ڪونه فَرقُ، پاڻ گڏيائين گاندرين.

16

جَنِ مون ٻُچڙي باسَ، آئِي ٿي عامَ کي؛
تن سان سَمي ڄامَ جا، ٿيا ايذائي اِخلاص؛
ٿي عامَ نہ ڏنو جن ڏي، سي ٿيا خاصًا خاصُ؛
عطر عَنبير ڪچور جا، اُهي وَڳين ڏِين واسَ؛
لَڪين ڪن لباسَ، زريءَ آئون زَرباف جا.

17

تون سمو سُلطان، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تون مون ڏنهُن مِهربانُ، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙمِ جي.

18

ڪَديو ڪالوڙا، ٿي آندئون اَڏوبَند ۾؛
جن پيرين لِتَرَ ڪونہ هو، سي ڪن جڙائو جوڙا؛
تن مُهران سون سَمو ڏئي، بيا رُپي جا روڙا؛
ڏيهن ۾ ڏوڙا، ٿئا سَمي جي سُهاڳَ سان.

19

تِي لانگوٽين لوڙَ، پيو ڊويو سا ريءَ ڍَندَ ۾؛
ناپي ءِ ڌُت ڏَپَ جا، آڻيو ڪَنِ اروڙَ؛
تتي مُشڪَ عطَر ٿيا، هٿا جِتِ ڪِڪيءَ جا ڪوڙا؛
سي ڪن ڪِينا رئين ڪپڙا، بيا جواهِرَ جوڙَ؛
مَٿي ٻنديءَ موڙ، ڳِهڙيو تماچي تَن ۾.

# داستان چوٿون

1

مَڪَ برابر نہ ڏيان، توڙي پَرين موتئين مانِڻ؛
جو مون ڪميٽيءَ ڪاڻ، چارو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

2

چامَ ڪنيو چارو، مُرڪِي مَلاحن جو؛
تيلهان مَڪَ مٿي موتِن جي، ڏيان تِيٽُو ترُارو؛
سپ ڪينجهر ڪنارو، مُهاڻن معافِي ٿيو.

3

موتي مٿي مَڪَ جي، وٺان نہ بِيٺا؛
پِي برابر نہ ڪريان، جي بِيٺا ڪِي تِيٺا؛
اَسين تا هِيٺا، پَر چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

4

مَڪَ موتين تي نہ ڏيان، توڙي هُئَن پاتون پاتِ،
ڪوجهِي مان ڪَم ذات، پَر چارو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

5

پَلئي لِڳي آهيان، آهِيان اَيانِڻي،
سَمي سُچاڻِي، چرو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

6

هئا تولا ڪين توتَ، پر نادر چام نوازيا؛

جَن ناپا لوڙهه ڪلور ٻيا ، ٿي ڦَڪيائون ڦوٿَ؛
سي اِج ڪِيا وَتَن خمارَ ۾، اَنئي پهرَ اَلوٿَ؛
ڪِينجهُر ۾ ڪنڌيُن ۾، ٿيا لانگوٽيا ، لَڪ لوٿَ؛
پينگهن آئون سُڪ آسڻَين، ڪَن جَهپيرا جهُوٽَ؛
هِڪَ ڪُلهين ڪونئر سئيل ڪَن، ٻيا منهن لائُن منهن سُوٿَ؛
چِچِيءَ هاڻ چوٿَ، ڪيون مَرد مِياڻيون.

7

جن ٿي ڦَڪيا ڦُٿَ، ٿيا ڪُلين قيمَن هيروان؛
اَج تَن ڏُشالا سِرَ تي، ٻيون شالون ٻنڌن ٻُٿَ؛
زمرد آئون ياقوت جِي، ٿي لَعلين هيرين لُٿَ؛
سَمي سپ معافِي ڪئي، تَن ساٿِن تان سَٿ ڪُٿَ؛
لَٿا ڏِيل اُنهن تون، ٻي ڪُلي ٿِين چَرَ چُٿَ؛
عيبَ ڏسِي عامَن جا ، ڪيائِين ڪان اُپَٿَ؛
اُنهن جامُ اُڪُٿَ، موتي ماڻِڪَ تو ڏئي.

8

هيٺ منٿي پوتي، ماڳين مهاڻِن ڪي؛
پاڻيءَ پوندي تَن هُئي، چِڪَ جيهي چوتي؛
اج ڳاندرِ سِر ڳلابَ جي، ٻي عطر عنبر اوتِي؛
مُنهن لِڱس موتِي، تان جهولِي ٿِي جواهِرَ ۾.

9

چارو چام ڪٽي، ٿو مُرڪيو مَلاحن جو؛
زريءَ آئون زرباد لَئي، ٿي چُڳير چٽي؛
سَهجَون سون رُپا ڏئي، ماڻڪ ميي مَٽي؛
خِيما خوب قناتان، هيجَون تِت هَٽي؛
ڳاٽا تي نه ڳٽي، ڏي جال جواهَر تِن کي.

10

ٽماچي طُرا، ٿو سڌيون ٻڌائي اُن کي؛
سي شوق وَتن شِڪار تي، ڪنيو زور زُرا؛
ڪُڏائِن ڪُرا، سي ٻنهي ڪِينجهر ڪَنڌئين.

11

راتو ڏينهان ڏِپ، هو مَرڪ مُلاحن جو؛
ٿي ٻوڙيون وَهَ وَهل ۾، ڪئي جهيرن جهِبَ؛
هو روز جَنين جي رِبَ، سي اَڄ ڪُلين حلون هيروان.

12

مُهاڻيءَ جي من ۾، نه هو گِرَبُ نه گاءُ؛
نيئن سان نازَ ڪري، ريجهايائين راءُ؛
سمو سَپني ڪانءُ، وَني ويني پاڻ سان.

13

هُئي ويني بازر وچ ۾، هُئا هٿ ڪِڪيءَ هاڻَس؛
دَرن ڪاڻ ڏُبن ۾، ٿي پَنَ وِڌا پاڻِس؛

هُئي مُهاڻي ماڻَس، پر هِن سان ڪَرمُ ڪَرِيمِ ڪيو.

14

ٻيون ٻِي چار ڇُري هَليون، ٻڌي دعويٰ داناٿُون؛
”هلي نہ ڪِڪِيءَ ڪوڙ سان، ڳَچ ڪِي ڳالهايُون؛
مضمون چا هي مَلاح جو، جنهن سان راءُ ڪٿي رايُون!“
نوريءَ اِڳيون نازَ مون، جڏهن چِٽ اکيون چايُون؛
تڏهن سُهمجي سايون، ٻوليندون پاتيون ٿيُون.

15

لَٿو لانگوٽين جي، پَکي جامُ جُلي؛
مَنهن مَنهَن پيون مَسندان، جهُڳي پاس جهُلي؛
ماڻڪَ ءِ موتين، چورِلي چول چُلي؛
ڪِنجهرُ سپ ڪُلي، جَڻ اَصليءَ ڪنؤن اَهڙو هئو.

16

فارغ ٿِيَن نہ فِراق کَون، ويچها ڪين وصالَ؛
گُم ٿيڻ کَون گُم ٿِيا، نَڪا سُرت سنيال؛
اتي قِيل نہ قالَ، ”سچو“ صُمٌ بُڪُمٌ ٿيا.

# مـارئـي

## داسـتـان پـهـريـون

1

سا ريمِ اَج سَنگهارَ، جن ڏني مون ڏينهن ڏيا؛
سي لَڪَ لنگهي پيهي ويا، پانورَ منجهه پنهوارَ؛
هَٽي وينا پَڪڙا، هُتِ سُکِ ٿي اُجڙوارَ؛
جن جي ساه سنپارَ، سي اَڄ پَنهوارَ پري ٿِيا.

2

اَڄا ڪالهون ڪالهه، هُيس مارن گڏ ملير ۾؛
سي ڏينهن وِيڙا گذري، جَڻ منجهه خوابَ خيالَ؛
اڄ پرئين ڪنڌئين پکڙا، جوڙي وينا جالَ؛
جن جي ساهَ سنپال، سي اَڄ پنهوارَ پري ٿِيا.

3

تڏهن مُڪئون جيڪَر، مون ڏي خاصا خابَرو؛
لَهَڻ سُڌ سَنگهارِ جِي، نَڪو پانڍِي پنيائُون؛
پَر پَري شايد پنهوارَ ويا، جو سُڌ نه لَڌائُون؛
پَکا پانورَ ڪَنڌئين، نئين هيجئن هَنيائُون؛
چڏي مُلڪ ملير ويا، هُنَ تَرِ تيلهائُون،
اِئين اُتائُون، نه هِت ڏَرُ ڏريجو ناهه ڪو.

4

ڪڏهن ڏيهه ڏنامِ، ٿي ساعَت ساعَت سومرا؛
مارو ڪالهه مليرِ مِ، پَر پَري اَج پيامِ؛
آهِن ڪينَ اُنهن رِيءَ، اکڙيون مِ آرامِ؛
سَدا وتن سِڪنديون، پَر ساڻيڻ سُورَ ٿيامِ؛
سي پُڻ ڪينِ وِيامِ، جَن سان ڳَرهيمَ ڳالهڙيون.

5

جي هوند اُتيئي، هئا ماروئڙا مليرِ مِ؛
سُڌ لڌائون سِگهڙيِ، حال بُڌي هيئَي؛
پَر ٿَر چڙهي ويَي، جيڪُسِ وَسئن ويڙهيچن جي.

6

پَنهوارن پيغامَ، جيڪَر مُڪا تَڏهين؛
پَر مون ڪان اَج پَري ٿيا، ويڙهيچا وريامَ؛
تيلهان مون ڏي نه آيا، ڏنهن سنگهارَن سلامَ؛
هئا مليرِ مُدامَ، پر ڪو سانگِن اَچي سانگُ پيو.

7

هِيءَ وَس چڏيائون، هُن وَسِ ويا واهَڻين؛
يَڪا پانورَ ڪَنڌئين، نَئين عُمر اَڏيائُون؛
پَٽي اوريان پَڪڙا، وجي هُنَ ٿَر هَنيائُون؛
پانورَ سَنديون ڪَنڌيون، وجي اُتي واسيائُون؛

چڙهي مُلڪ ملير جو، ويا ٿرڀچا تائُون؛
اُڪندَ جن آئون، سي اَڄ پنهوارَ پَري ٿيا.

8

ٿيا پنهوارَ پري، آءُ ڪِن کي ڏوراپا ڏيان؟
اُنهن ٻاجهون مارُئي، ٿي مِيان هِت مَري؛
نئين قبر ڪَري، ڪو اوڏي اباڻَن کي.

9

جي پيڪَن پوءِ پيامَ، سي تا ڏکيا ڏينهڙا؛
هِيئَن نه ٻائڻُ ڪا هُيَمِ، تا ڪي هيئَن ڪندامَ؛
پَرَ وچِي ٿِرَ ٿيامِ، سي سُڌ لَهَندڙ سومرا.

10

پري ڏينهن پيانِ، جيڪُس سانگِن ڪو سانگُ پيو؛
پڪا پانورَ ڪَنڌئين، ٿرؤن ڏور ٿيان؛
هوند ڏوراپا ڏيان، پَرَ پَنهوار پري ٿيا!

11

پَري ٿيم پنهوارَ، جَن وري وَرَڻُ نه ٿيو؛
ڏيان ڏوراپا ڪَن کي، ٿيا سِهج ڪاڻِ سنگهارَ؛
عُمَر اُباڻون آهِ مون، جو دمِ تَنهنئون ذارَ؛
اُهي اَجَڙوارَ، مانَ مِلائي مُون ڏِٺي!

12

پَرئين ٿَر پنهوارَ، جيڪُس وڏو وِچُٽ ڪري ويا،
ڪڏهن ايندم اوڏڙا، سومرا سنگهارَ،
رڻُ چڏي ريدار، مَن ڪَرن مهڙ ملير ڏي!

13

پانورَ پاس پيا، وڏا ڏوٿِن ڏينهَڙا؛
ٿانهر وجي ٿَر ۾، ٿَريچا ٿيا؛
لَنگهي ملڪ مَلير جو، ويڙهيچا ويا؛
عُمَر ايڏي پَند تي، ڪنهِين سانگ نِيا؛
قادر شال ڪِيا، مون کي ويجها واهَڻِين!

14

اَٿم سارَ سَندين، پَرَاَج پنهوار پَري ٿِيا؛
مشڪل مونَٽ تَن جو، جي هي لَڪَ لنگهِين؛
وري هيج ورِين، جي سانگِن ڪو سانگ پيو.

15

جي لويُون ڍَڪي لوءِ، ڪڏهن اِيندا ها اَجڙيِ؛
اَج هٽي پَکا پانورين، عُمَر ويٺا اوءِ؛
تَن پنهوارن پوءِ، موٽِي اَچڻ نه ٿيو.

16

جي هُوند اُنهِين جاءِ، هئا اَباٽا اوڏڙا؛
نه هِنئون اُگِي وَسَ ڪِيا، تَن منهنجي اَچڻ لاءِ؛

پَرَ اُتَن عِتاب نہ آءِ، جي ٿوري ٿِرَ چَڙهِي ويا.

17

جي اوڏا هوند هيامِ، ماروئڙا ملير ۾؛
نہ پڻ پيغام فراقَ جا، مارُنِ ڏنُهَن مُڪامِ؛
پَرَ پَرئِين ٿِرَ ٿيامِ، ناهِ عِتاب اُنهَن تي؛

18

لنگهي مُلڪ مَلير جو، ويا پَرئِين ڏيهِ پنهوارَ؛
تَن موٽي اچڻ جي نہ ڪئي، اَي سومرا سردارَ؛
هاڻي ساريو، هِتِ سَنگهارَ، ڳچ هِنيانءَ ڳريو پَون.

19

چا هُون چَڏيائون، نہ چاڻان مُلڪ ملير جو؛
پَڪا پانوَرَ ڪَنڌئين، تَئِين عُمَر اَڏيائون؛
اَنئي پَهَر اُباڻِڪي، اُنهِن ري آئون؛
ڪو موٽي ڪائُون، مَنَ ماڻهو مُلڪ ملير جو!

20

اَج نہ حوضين هُوءِ، مارو نانهِ ملير ۾؛
ايندا هئا اَجڙيي، ڪَليُون ڪنيو ڪُوهِ؛
جيڪُس مِيان پَرَ جُوءِ، اُهي ويا ويچارا واهَٽِين.

21

عُمَر اَباڻي پارَ جي، فاني ڪَيَس فِراقَ؛

جي هُئا ريجاڻين رهاڪَ، تَنِ ٿرِ وجي ٿاڻا ڪيا.

22

ٿي گَڏ ڪيَمُ گُذران، جَنين جهانگيئڙَن سان؛
ڪاٿي اَج اُهي ٿِيا ، سومرا سُجاڻُ؛
ڪاٿي پيس آءٌ اَچي، آهِ اِهوئي اَرمانُ؛
حَيرت ۾ حيران، آءٌ اِنهيءَ تان آهيان.

23

مُون جاليوسان جَنِ، موٽي تَن نہ پُڇيو؛
حالَ هِنَ جون خَبران، پيون، هُوندن ڪَن؛
پَڪا پانورَ ڪندئين، توڙِ هنيان اَج تَنِ؛
ڏيان ڏوراپا ڪَنِ، جو سَنگهار ئي ساڻيھ ٿيا .

24

جيڪس سنگهارَنِ، اُهو ڏيھ وٽِي ويو؛
وري هيج وَرَن، جي سانگِن، ڪو سانگُ پيو.

25

جيڪُس سنگهارَن، وري وَرَڻ نہ ٿيو؛
عُمَر اَباڻَن، هُو اَج ڏيهُ وٽِي وَيو.

26

ويڇهائيءَ لَئہ وِڇهُلان، سَندِيءَ اَباڻَن؛
اُهي هميشہ هُئن، جي سُڌ لهَن سپ حالَ جي.

27

ڏينهَن اُتي جا ڪي، اَجِ اَچي مون ياد پيا؛
پُهُون پنهوارن جون، صبح ويلي سي؛
اُٺيا اَچن آبَ لءِ، مٿي آنهه اُهي؛
هئا اُڏَل جهانگِي جي، تَن سانگن ڪو سانگِ پيو.

28

آريُون اَباڻَن ري، ٻِئا تان ڪٽندم ڪير؟
هي جي ڳهَ ڳِڇيءَ جا، ظالمَ پانيان زير؛
سَنگهارن ساوير، مِلان شال ملير ۾!

29

ايندم اَباڻا، ڏُورِ لايا جَن ڏينهڙا،
ڪير سَهندم سومرا، ري مارئڙن ماڻا؟
هاڻي نه ڇاڻان، ته ڪا مونِي ملنديس مارئين.

## ڪافي 1

سومرا سائين توکي، وو،
ڳالهيون چونديَس آءٌ حالَ جون، هوءِ هوءِ!

عمر اباڻي پارَ ڏي، ڪِرڙ ڪکوريا ڪي، وو.
ڪوڪَڙ چونديان ڪانڌَ سان، پٽ چڙهي پيڪي، وو.
سِگَرَ ڪِيَن سڦڙا، سَئِين جا سيڪي، وو.

## ڪافي 2

جاليمَ جن سان ٿي، ووءِ تا مارو ڪيڻ ويا؛

هوءِ هوءِ حالڙو ڪنهن سان ڳريان!

پَڪا پٽي اُتهون ويا، پَرئين پنڌِ ڪٽي.

راتو ڏينهان روح ڪي، اوڏنهن گُهرَ گهٽِي.

گهڙي جا هِت گهاريان، سا ويڙهيچن نہ وٽِي.

جهليان شالَ وڃِي، اُن پَنهنجن جِي بہ پِٽي.

مون من ماندو مارئين، چاٽي هڪ ڏِٽي.

پڪا پانورَ ڪنڌئين، هو وينا حال هٽي.

جدائيءَ ڪَون جهانگيئڙن جي منهنِجي باب ٻٽِي.

”سچو“ سنگهارن جا هِت ويني ڳڙ ٻُٽي.

## ڪافي 3

ڪانگل ڏج سنيهڙا، مان ويراڳڻ آهيان!

اوهان ٻاجهُون آءٌ گهٽيري، محلَن ۾ مُسجان.

قسمت قيدالماء جي ايرادي آهيان.

چانور چا چورمان، آچن نِت نوان.

ڏونرا پُسيون ڏيهَ جا، سا ريون هِت رئان.

زهر پيالا سوز جا، اوتيون آءٌ پيان.

اوهان ٻاجهون سپرين، مَران آءٌ ڪِي جيان!

ڏکن ڪارڻ ڏيهه ۾، نِپايَس اَوهان.

”سچو“ اکڙين مؤن، ميان، هاري رتُ رئان!

### ڪافي 4

متان منڌ مارُن تَون، وهين آسرو لاهي!

بَندُ تُنهنجي بابَ ۾، اَصلَ ڪَون آهي.

سَگُ اسان جو سومَرا، چِنَڻ جيهو ناهي.

پِرِين نِيندا پاڻ سان، سِگر ڏي ساهي.

نيرَ هِي جي نِينهَن جا ڪير سگهي لاهي.

رکج منهن ملير ڏي، ٿاهه نه پِيو ٿاهي.

### ڪافي 5

وري آءُ وطن، منهنجا ساريون نيڻ سِڪَن،

- موٽ سلامت سپرين!

اکڙيون اوهيرا ڪَري، واٽ ڏسيو وجهلَن.

پِرِيَن پرديسن لاءِ، جهوريءَ نيڻ جهِجَن.

عمر اَباڻي پارَ ڏي، وجون ٿيون چمڪَن.

ميڙائي جا مِينهڙا، ويجهو شال وَسَن.

الله آندا مون پرين، دارون درد مندن.

”سچل“ سِڪ سبيل ٿِي، پارئون جا پرِيَن.

## ڪافي6

مون تان چيو تو اڳهين، نہ تون دل ڦاساءِ!

آهون دانهون چوڪَرين، سَبَر سيڻ سَنداءِ.

ڪُچ ڪنهين سان ڪينڪي، ٻولي ٻي نہ ٻڌاءِ.

وچڙيا ڳَڻُ ڳڏي پِرين، ڪو والي ورق وراءِ.

ٿوري گهٽي ڏينهڙين، ڪندءِ ماڙ خداءِ.

سانگِي ويڙا سانگ تي، پنهنجي سانگِ سُٽاءِ.

پاڻُون جاڙِي پريت مؤن، ڪوهہ ڪَرين هاءِ هاءِ.

”سچو“ سُپرينءَ لاءِ، ڪوڙين ڪانگَ اُڏاءِ.

توپئي ساريو جن کي، تن پِي سِڪَ سنداياءِ.

## داستان ٻيو

1

عمر اَباڻن مِءِ، لَڌمَ لائون لالڙئين؛

کُهُ موتِي مالهَڙئين، حال گهوريا هِن حالَ تي.

2

جو ڏاڏاڻو ڏيهُ، مُونهؤن مور نہ وسري؛

سو ڏاتَر لَہ ڏيکار مُون، سومرا ساڻيهُ؛

ريءَ پنهوارن پَرڏيهُ، هيءُ مِڙيوئِي پائيان.

3

ڏيھ ڏاڏاڻي، شل سِڪھي ويندي سومرا؛

مون کي ما روئڙن ۾، چڏ عمر اُماڻي؛

ڏينھن گُذري ڏکَ ۾، تو ڇاڻيند ڙ ڇائي؛

سُکَ ڏُکَ سنديون ڳالھڙيون، وڃي اوريان اَباڻي؛

نہ تہ سُڌ لَھند ڙ سِڱھڙا، اَللهُ اُھي آڻي؛

جو ھُن ٻِنا ھاڻي، گھڙي ھِت نہ گھاريان.

4

وَس نہ وِسا ريامِ، سُرھا وَڻَ ساڻيهَ جا؛

اُھي ھيڪند ڏينھڙا، ٿي گَڏِجي گڏا ريامِ؛

ياد ڪيون سي ڪيترو، سانگي سنپا ريامِ؛

اوڏنھن اُڏا ريامِ، ڪَلَ لھَڻَ لَہ ڪانگڙا.

5

جھڙِي ھُيس مَلير ۾، جي ھِت ٿيان تِھڙِي؛

پَرَ ڳالھ ڪَريان ڪھڙِي، جو قابو رھيسِ ڪوٽَ ۾.

6

ھُيس ڪير ملير ۾، ھِت ٿِي آيَس ڪيرَ؟

جيڪُس پيڙمَ پيرَ، فقط لَڱ فِراقَ جي.

7

ڪاٿي آءٌ ھُياسِ، ڪاٿي آيَس سومرا؟

ھُتان ھلي ھِت اَچِي، پورَن منجھ پياسِ؛

هنجن هابُ ڪِياسِ، وچوڙي جي ڏينهڙي.

8

شال نہ رهن ڏورِ، هُئَن اَباڻا اوڏڙا !

ميان تَن ريءَ مور، مون هِت جالَڻُ نہ ٿئي.

9

ڏوٿِي ڏورئون ڏورِ، عمر اَج مون کي ٿيا ؛

سُمهَڻ جاڳڻ سورِ، مون گذارَڻ آئيو.

10

جڏهن آءٌ جاياسِ، ڪنهن وِٿي، وِهَ جي نہ ڏني!

جڏهن ساماياسِ، تڏهن آيَس اوراتَن ۾.

11

هي سامائجڻ گهوريو، جنهن بت ڪيو بيرؤن؛

وڃي شَلَ ويڙهيون، ڏِسان ڏوٿيڙن جون.

12

ڏني ڏوٿيڙن کي، گهڻا ڏينهن ٿيا ؛

جالڻُ جُدائيءَ ۾، جيڪي پَلَڪ پئا ؛

سي وڏاند ويا، سارا سنگهارن ري.

13

هُت ٿا لوءِ لُڇَن، سُڄِي ڳالهيون سومرا؛

پيهي ڪِئَن نہ پُڇن، جي هُئَن اَباڻا اوڏڙا!

14

پا ڙو پا ڙي ساڻ، شَلَ هُئان اَباڻن جي؛

پکي تن جي پاڻ، آءُ تا سُکيو پائيان.

15

مون کي رَبُ رکي، شل پَردي ساڻ پناهَ ۾!

نہ هئان منجھ پکي، عُمَر اَباڻن جي.

16

پَردي منجھ پناهَ، مون کي رَبَ رکيج!

اُڪندڙ هِن اَرواحَ، آهي اَباڻن جِي.

17

ڏِسي ڪيڏَ ڪَٽي، ويا ما روئڙا ملير مَون؛

پَکا پانورَ ڪندئين، وينا جالَ هِٽي؛

اَڳي پنهوارن پاڻ ۾، تي اِها ڳالھ ڳَٽي؛

هِت رَتي رهڻ ناهِ ڪا، چاٽي هِڪُ ڏٽي؛

جا عادت زور ظلم جِي، هيءَ خَمير وَٽي؛

رَعيت جي رَنجڻ جي، ٿيس ڳھر ڳهَٽي؛

هاڻ بَرسَر هِيءَ بَٽي، سنگھارن تي سومرا.

18

پَلَڪ نہ ٿيان پاسي، شَل عمر اَباڻن ڪَون!

ڳُڏَ ڳَڏين ها سي، سپن سان سي سومرا.

19

ڪاڏي اَج رهي، آءٌ ڪاڏي اَباڻان؟

هاڻي نہ چاڻان، تہ ڪا موٽي مِلنديس مارئين.

20

اَچا نہ آيا، سنگھارا ساڻيھ جا؛

ڏينهن جھَجھا لايا، پانوَر پنهوارن پاڻ ۾.

21

جيڪس نہ آيا، سنگھارا ساڻيھ تي!

نہ تہ ڪيِن خابرو، تڏ ڙهئين هَلايا؛

تِن ڏينهن وڏا لايا، وڃي پانورَ ڪنڏئين.

22

وڃن تامَ پري، شل اَباڻَن اوڏي هُئان!

جو سُڌِ لهَن مون سِگهڙِي، ذري منجھ ذري؛

اکيون آب پري، ٿي ويڄهائيءَ لئہ وجھُلان.

23

بيوسِي آهيان، هِن مارُن ۾، مارو!

وِساري ويهي رهيؤ، جڻ منجهانئوَ ناهِيان؛

لاچ نہ لاهيان، پَسَڻ پنهوارَن جي.

24

موٽِي شال اَچن، مارو ڙا تہ مَليرَ ۾!

اَچڻ سندي تا ان جي، ڪَر پوي مون ڪن؛
تا سپيئي سُک ٿين، گوندرَ وڃن گذري.

25

ڏوراپا ڏيئي، ڪنهن هَٿ مُنجان مارُئين؟
نه وساري ويهي رهيَوَ، حال ٻڌي هيئي؛
مِڙئي اَچو مون گهرين، آهيو جهانگيڙا جيئي؛
جي آهيو اتي ئي، تا لَهو سُڌِ سنگهار جي.

26

موٽي مارو ئڙن، سُڌِ نه لڌي ساهَ جي؛
لاهي چڙيو دل کون، اَديون اَباڻن؛
ڪنهن ڳُڻن سنگهارن، جيڪُسِ ويڙِس وِسري.

27

ڪي ڏينهن هُيس قرار، مارُن گڏ مليرِ ۾؛
درد نه هوڪو دِل کي، هُيسِ مِٺَن ۾ مختيار؛
ريءَ اَباڻن آرِ، هاڻي ڪنديس ڪَن سان.

28

اَج سارِيمِ سنگهاري، جَنَم لنگهايَمِ جَن سان؛
هيءَ وڇوڙي تَن جي، ميان هِت ماري؛
عمر سپا مون سانگين، ٿِي گڏجي گذاري؛
منهنجي پار پنهوارَ جي، آهي تاڪون تياري؛

هاڻ لکي منجهان مارئين، هِيءَ حقيقت ساري؛
ڏينهن هيترا ڏوٿيو، ڪِيئَن اوهان وِساري؟
جيڪُس ڏُرئون هُئي ڏاري، تيلهان ويڙهو وِسري.

29

منهنجي مَن ميان، هِن ڳالهيون مارُوئڙن جون؛
ڏُٿ ڏاڏاڻي ڏيهَ جو، وڃي خوشِئُون هُتِ ڪِيان؛
ڪائي ساعت سومرا، جهانگِن ري نه جِيان؛
وڃِي ٿر ٿِيان، شَلَ سنگت سنگهارن جي.

30

ويچها جڏهن هُئامر، مارُوئَڙا ته مليرِ ؛
تڏهن ڳالهه احوال جي، تَن ڪَنين ڪين وڌام؛
هاڻ وڃِي ٿرِ ٿيام، اُهي سڌ لهندڙ سومرا.

31

ٿيا پنهوار پَري، آءُ ڏيان ڏورا پا ڪن کي؟
وَهندو شالَ وصالَ جو، ڪوپڙ واءُ وري؛
نَئِي گڏ ڪري، سو مون کي مارُوئڙن سان.

**ڪافي 1**

مارن ڏي آءُ وڃان وڃان! هادِي اَللهُ، الو يلو!
لاوان لهنديس ڪيت پنهنجي سان.

سرتيون ٿينديون مون ڄڃان ڄڃان.

ڪَڍ بندياڻي بند مؤن، ڪُرف ڪڙا ٿِي ڀڃان ڀڃان.

واٽ جنهين ڪوُن سانگِي ايندا، سائي واٽ مان وڃان وڃان.

”سچو“ سائل آهي اوهان جو، سِرُ سائينءَ اڳيون سَڃان سڃان.

## ڪافي 2

لَڄايان نہ لوئي، وو،

عمر آنديمِ جا اوڏاهون!

جي تا ملڪَ مليرِ ڏنهن، قاصِد اَچي ڪوئي، وو.

سارو سنگهارَن ڏي، حال منجان روئي، وو.

وڃهان پرنديءَ باه مِ، شالون پَٽ سپوئي، وو.

ڪِتِي ڪَنيمِ ڪِيئَن جي، اَڌو پَنڌ جا هوئي، وو.

آنديرِ ڪِٽي ڪوهَ تؤن، آب پَري اوئي، وو.

پِيَڻ ڪاڻ پنهوار جي، ڪَلي مُون تان ڍوئي، وو.

اهڙِي اڳِي ڪنهن نہ ڪئي، جهڙِي ڪيڙِي توئي، وو.

مون سان مدد ني ڪندو، ”سچو“ صاحب سوئي، وو.

## ڪافي 3

وينا منهنجيون ڳالهيون ڪن،

هُت ما روئڙا بہ مليرِ مِ!

عمر آنديئي ما رئي، تاسف ڏئي تن.

سَدا آهِن سومرا، ما رو منهنجي مَن.

مون جيڏيون ملير ۾، چانگن پاسِ چڙن.

چڱي پانور ڪنديون، مَنهيون اوري اَڏن.

”سچوءَ“ جي سَرير ۾، ويڙهيچا ٿا وسن.

## ڪافي 4

غم ۾ ڪِيئن نہ گذا ريان، اَديون، تن وچئن مون کي ڏينهن پيا!

ميان مُلڪ ملير ڏي، ڪنيو نيڻ نِها ريان.

پَکا پنهوارن جا، ساعِت ساعِت سنپا ريان.

راتيان ڏينهان روح ۾، ساهيڙين کي سا ريان.

وَسُ جي هوڪو منهنجو، گڏ هُنِ پاڻ قطا ريان.

پَت پنهنجِي پاڻهين، پنهوارن سان پا ڙيان.

ياد ڪيو سي ڳالهيون، پنهنجو پاڻ ٿي ڳا ريان.

موڪل ڏينهہ مٺين مِڙان، گهڙيي هِت نہ گها ريان.

ٻَڪَر ٻاٻاڻن جا، چَهرائيءَ سان چا ريان.

جي مون روحَ رڳن ۾، ويڙهيچا نہ وسا ريان.

جا لوئي آنديَر لوءِ ڏنهن، عمر شال اُجا ريان.

حال پَسي هِيءُ پانهنجو، ما روئڙن لِڱ ما ريان.

پَٽَ پِيِهَرَ گهوريا، طولَ پايان تلوا ريان.

ڪَرَ لِھَڻَ لَئہ ڪانگڙا، اوڏنھن روز اڏاريان.

”سچو“ سنگھارن ڪَوَن، هِي سِر هڏ نہ واريان.

## ڪافي 5

شالَ نہ وِسارين، مارو مون ڪي، شالَ نہ وِسارين،

- درد جنين جو آهي دل ڪي!

اَنئي پهر اوڏهون، نيڻَ ٿا نهارين.

پَھون پنوهَرَ پانھنجا، ويجھا وهارين.

جوڙُ اسان جا جهوپڙا، ماڙيون ٿيون مارين.

هَردم طلب جون تَن ۾، تارون تنوارين.

سنگھارن جون ساه ڪي، ڳالھيون ٿيون ڳارين.

”سچو“ سارين جن ڪي، سي پِي تو سارين.

## داستان ٽيون

1

جهانگيئڙن لَئہ جِيءُ، هِت عمر آهه اُباڻڪو:

نَئي گَڏائج اُن سان، حال منهنجو تا هيءُ:

سانگيئڙن ۾ سيءُ، آهه اَجا توڙِي تانهنجو.

2

ڪونہ وري آيو، ماڻهو مُلڪ مَلير جو:

جو ڪِيئَن جون ڏئي خبران، ساٿي سَوايو:

ڏورائيءَ ڏوٿن جي، هيءَ مون کي مُنجهايو؛

ميان ما روئڙن جي، هِت طعنن تپايو؛

ڪر سومرا سايو، نہ وجان ويڙهيچن ڏي.

3

قاصد آيو ڪونڪو، ءِ ڪو نہ لکيائون خط؛

جيڪُس هُيس ڪينڪي، ريگستانِن رَتُ؛

پنهوارن پاهَتُ، تيلهان مون سان نہ رکيو.

4

قاصِد آيو ڪونہ، ريگستاني راجَ ڏهُون؛

جو تو مون کي تارِ ڪيو، سومرا مِ سونَ-

ليهہ پتو روحَ کي، هُت هَي هَي جيڪس هو نہ!

چيهون هِتي چونہ، ٿيان اَهڙن عتابن سان.

5

پنهوارن پيغامَ، اَڄ ڏئي مُڪا مُون مَٺِن؛

”ڪڏهن آيا ڪينڪِي، تو ڏنهن هِت سلامَ؛

”ڪائي اتي محفوظُ ٿئين، طرحين طرحين طعامَ؛

”پيرُون چوندئي پَٽَ جا، ٿي ڪڏهِن لاڙيو لامَ؛

”ڏسي عيش اِنعامَ، اَڄ اُهي ويلان وِيَڙئي وسري!“

6

پَري ٿين نہ شالَ، هُئَن اوڏائي اَجڙي!

اُتي ويني اُن جا، اَٿم خوابَ خيال؛
سدا سانگيڙن جِي، مون کي ساه سنڀال؛
هِتِ مون ههڙا حال، هُتِ عِتاب اُنهن جا.

7

عمر مون ڏي آئيا، اَباٽُون عتاب؛
”ٿيئن اتي تون ما رُئي، کائي خوش ڪبابَ“؛
هِت مون اکيون پنهنجيون، جهليون روئي آبَ؛
جهوريَس هِن جواب، ويڙهيچن وسا ريو.

8

مُنجن هِيئن چَيون، مون ڏي ما رو، سومرا؛
”وِجي عمر ساڻ تو، ڳالهيون ڪاله ڪيون؛
”سي پُڻ پنهوارن مِ، پَدَر هَتِ پيون؛
”اِهي پَچا رون تانهنجون، ويڙهيچؤن نہ ويون؛
”ڪِيتِن هاڻ ڪنيون، پکيُون ملڪ مليرَ مَون.“

9

ڪو نئين نِيا پو، منهنجو ما روئڙن ڏي؛
”مون ڏي اَوهان موڪليو، ڏئي ڏوراپو؛
”نہ لوئي لاهي سِر ڪَيُئي، سون رُپي چاپو؛
”مون کوُن وسري ڪين ويو، آهي جهڻ اُهو جهاپو؛
”اِينديَس سِگهي ايڏهين، لاهي لاڳاپو؛

موليِٰ ميلاپوءِ، ڪندو سِگهڙو سنگهارن سان.“

10

آءُ پُڙ چا نه چوان، موتي ما روئڙن کي!
”هَئي هَئي هِن جي حال جِي، ناهي ڪَل اَوهان“؛
هِت اُنهن ري سومرا، نِتُ نِتُ سورَ نوان؛
پَکي شالَ پهان، مان وجي پنهوارن جي.

11

ڪٽي سانڍ ڪتي، جا آندي مُلڪَ ملير ڏنهن؛
سا اَج توڙي تا سِر توَن، لَحظو ڪين لٿي؛
لوئيءَ سنديءَ لَجَ ڪون، مون ڏيکيا پٽ نه ٿي؛
هِت سُورن آهه سَٿي، اَئين ٿيون ڏوراپو ڏيو!

12

ايڏانهن اِينداس، ڪنهن مهل موچا ريءَ ما روئا!
جا لوئي آنديَم لوءِ ڏنهن، سا چن نه چڏينداس؛
توڙي تَهِبا ران ٿيئي، تَه بہ مور نه مٽينداس؛
اَچي ڏوٿيڙن کي، اَچا ڏوراپا ڏينداسِ؛
نه ڪيئن وِسا ري ويهي رهيو، ٿوراهِين ٿينداسِ؛
مَنهيون، مَنهَن سان اِتي، آٽي اَڏينداسِ؛
ڳالهيون ڳرهينداس، سرتن سان ساٿيهه ۾.

13

اللہ اَباڻن سان، مون ڪي گڏُ ڪرئين!

جي ويا ٿر پَرئين، سي موٽي آڻ ملير ۾.

14

عمر اَباڻن ري، آءُ تان ڪوجھي آھيان؛

ھيءَ لوئي نہ لاھيان، جا آھ نِشانِي اُن جِي.

15

جا اَباڻن ڏني، سا لوئي ھَڏ نہ لاھيان؛

ڪنديس ڪِين ڪِني، وٺي ونديس ويڙھ ڏي.

16

عمر ڏيھ اَباڻي، مون چڱا ڏينھن گُذاريا؛

هِت اَچي ھاڻي، پيو ھِنيڙو ھَلاڪت ۾.

17

عمر اَباڻون وچڙي، ڪنھن اعراضي آنداس؛

وجي خوشيئن ڪائينداس، پَڪا پيرون پانھنجا.

18

ڪائي پلڪ پَري، شال عمر اَباڻون نہ ٿيان!

ذري منجھ ذري، ھُئن پچند ڙ حال جا.

19

جڏھن ھُيس اَباڻين، محل نہ ما ڙيون مون ڏٺا؛

لَئي ۽ لاڻين، ھيون پيھيون پنھوارن جون.

20

ڦِٽي ڦوڙائي، آءٌ مِيان ما روئڙن جي؛
ڏنيون مون کي تو هٽي، آهن ما ڙيون جوڙائي؛
ويهان وِچ نہ انهين، ٻُڙو ٻوڙائي؛
هِن هنڌن مِ سومرا، ٿو لکيو لوڙائي؛
جنهن آندم ٿوڙائي، پکن مؤن تہ پنهوار جي.

21

ريگستاني راجَ جِي، آءٌ ڳالهہ ڪريان ڪيهِي!
ڪَنِ پچا رون پاڻ مِ، سي واريءَ تي ويهي؛
تہ ”ايندي ما روئين ما رئي، شل پَکن مِ پيهي“؛
اُڪنڊ مون ميلاپ جِي، آهہ جهانگن کي جيهي؛
منهنجي تن تيهِي، آهي سِڪ سنگهارن جِي.

22

مان اُنهن کي ساريان، هو بِي سارن مون؛
جي راضي ٿئين تُون، ڏي موڪل ما روئڙن ڏي!

23

مان اَباڻن ساريان، هُت اَباڻا سارين؛
واٽان نِهارين، منهنجي اَچڻ سنديون.

## ڪافي 1

پَلپَل پونمِ پُور، عمر تن مارو ئڙن جا.

دمدم منهنجي دل ۾، مارُن جا مذڪُور؛

سرتيون سورن جا.

سانگيڙن کي سدا مان ساريان، هنيڙي هونمِ هُور،

پل پل پنهوارن جا.

منِ مَچائي ”سچو“ ويا سانگِي، دونهن جا دستور،

خاصَن ڪورن جا.

## ڪافي 2

پا ڙيچون ني پِرين جو، مون کي پُور اجِ ني پيو.

انتر جنتر مَون ٿي، هَي نيهڙي نيو.

جيڪي چيو نجوميءَ، سو تا صحيح ٿيو.

چرخو پَجي چيها ڙيون، مون ٿي ڪاڪيون ڪَيو.

هِن جان ٿئي جميعت، لالَن جي پائي ليو.

ڪو ڏس اچي پريئن جو، هِن ڏاهُ کي ڏيو.

جي در اچي سو دلبر، تا جيءُ ”سچوءَ“ جو جيو.

## ڪافي 3

مارو مون کي نه وسارين، آهيان اُنهن جي! ميان.

درد جنين جو دل کي، ڪَرم سين اُڪارين.

اٿ ئي پهر اوڍين، ٿا نيڻ نهارين.

هردم طَلب جون تَن اندر، تا رون تنوارين.

”سچو“ سارين جن کي، سي پي تو سارين.

## ڪافي 4

هلي هُهڙي حال، ميان،

وڃي ڏوٿن کي ڏسان!

پيڪَن مون پهچائين، پلا پنهنجي پالِ.

منهنجو مارو ئڙن ريءَ، جِيڻ آهي جنجال.

هڙئي وچوڙي جي، ڪنهن سان ڳرهيان ڳالهه.

هُئڻ سدا خوش سومرا، مارو پنهنجي مالِ.

”سچوءَ“ جي نه سَرير ۾، مارن جِي آه قالِ.

## ڪافي 5

ڏوٿن کون نه ڏور، آهيان جيڏيون.

آءٌ اوڏي ان کي! سائين الا.

ناهيان ٻاهر تن کون، ميان، هڪڙوئي دم دور.

”اَلانسانُ سِري وَاَنَا سِرهُ“، دوسن جو دستور.

هِي مڙيوئِي آهي تان، ميان، مارن جو مذڪور.

”سچو“ سا پُڇ ڳالهڙي، ميان، مارن جي مَستور.

## داستان چوٿون

1

تون حمير هِنِي، آءٌ ٿورياڻِين آهيان؛

جا لوئي آندم لوءِ ڏنهن، ويندس ساڻ وني؛

ڪڏهن ٿيندي ڪانه ڪا، مانهؤن شال مَنِي؛

ڪتابت قولن جي، مون ڏي پنهوارن پَنِي؛

هيءُ بندُ بندياڻِيءَ کي، هو لکيو رات چَنِي؛

اُن سانگِن ڪاڻ سَنِي، مون مڙيائي سومرا.

2

ڪو بِي خيال نه هومِ، هُيس مارن ساڻ ملير مِ؛

جان وچوڙو سومرا، ڪؤن ٿريچن ٿيوم؛

قسمت قيدالماء جي، ڏَسي ڏور وڏوم؛

تڏهن وڏو قدر پيوم، هَي ”سچو“ هيڪاندِ جو.

3

ويٺا ڳالهيون ڪَنِ، مارو ڻڙا ملير مِ؛

ته ”اِجها ايندي مارئي، وري هن وطنِ!“

ايڏي اُڪنڊ آهي، مُنهنِجي جا پُرڻ جَنِ؛

آءُ سکھي سان تَن، وڃي ڳڌ ڳذاريان!

4

قرابتي ڪاٿي ٿيا، آءُ ڪاٿي آئي!
قسمت قيد ڪٿي ڪيو، آءُ ڪٿي جائي!
آهي منهنجي روح کي، ريءَ مارُن موڳائي؛
اَنئي پهرَ اُنهن جِي، وات اَٿم وائي؛
گهڻي مدت موبجهه ۾، مون پڻ لنگهائي؛
مَنَ سِگهڙي سنگهارن جي، ڪل پوي ڪائي!
نہ ڪي آهِن آرامي اُتهين، جهانگيڙا جائي؛
ڪِي ويا مُلڪ ملير مَون، ڪري اَجائي؛
وڃي پانورَ ڪنڌئين، وينا وهڻائي؛
اُتي تازا توانا ٿيا، ڏُٺ ڏئورا ڪائي؛
ڪر سومرا سائي، جئن ٿِيَن آسودا آجڙي.

5

جن ڳڌ ڳذاريوم، سپ چَماندر سومرا؛
اَچي پَري پَيَس اُن ڪَون، مُونجهه اِنهيءَ ماريوم؛
ساريو سنگهار جي، ڳالِهن هِت ڳاريوم؛
جو مارو محرم حال جو، سو پڻ سنيا ريوم؛
ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪَڏهين، وار نہ وسا ريوم؛
نِتُ نِتُ نِها ريوم، پَنهوارن جي پارَ ڏي.

6

اَڄ پڻ ٿيمُ اُداسُ، هِي مَن ما روئڙن ڏي؛
ڪر بندياڻي بند مَئون، خاوندَ لڳ خلاصُ؛
جو مَتي ڪيت ڏنا رَڪي، ڪا پلنگين ڏينديَس پاسُ؟
ڪو وجهُ صاحبَ سومرا، اُنهن سان اِخلاصُ؛
جو هو ويچارا واهَڻين، تون ڪري ڏس قياسُ؛
زور تنين تا ناهِ ڪو، لوئي جن لباسُ؛
اَنئي پهرَ اُنهن ڪي، آهي حَميرن هِراسُ؛
تاڪُون تُنهنجي تاب ڪَون، سهمِيون اَٿن ساسُ؛
چا ڙهيو لِڱين ڪِين تَنين، ماسي قَدر ماسُ؛
تعديون تَنين تي ڪَرين، جن تو هَوُن ٿئي مَواسُ؛
ويڙهيچا وڙاهَ ۾، هُتِ وِڻ وِڻ وٿن واسُ؛
پاءِ پنهوارَ پياسُ، آهي راجا منهنجي روح ڪي.

7

چَئي مُڪائون، هيئَن ڏاڏاڻي ڏيهَ ڏنهن،
تہ ”جيڪس“ اِهي تو هُيون، مَنَ جون مدعائون.
”تان وجي پلنگين پَٽرَٽن، شَلَ چڙهان آئُون،
تو پڻ تيلهائون، هاڻ ويا ويڙهيچا وسِري!“

8

چڱيءَ طرح چَئي، ٿي مُنجان ما روئڙن ڏي؛

تہ ”سُکين سانگيڙن کَون، پري آءٌ پئي؛

”قسمت قيدالماء“ جي، مون سان هِيئن ڪَئي؛

وسري ڪينَ وئي، سَنگت سنگهارن جِي“.

9

ما روئڙا ماندي، آءٌ اوهان ريءَ آهيان!

سُکيا اَئين ساٿيهءِ، هِت بَند رهي باندي؛

هِت قسمت قيدالماء جي، هِيءَ اَچانڪ آندي؛

آهيان اوهان جي ڳالهِ کَون، ويل نہ ڪنهن واندي؛

چگّي ٿِي چاندي، اِينديَس لوئي وٽي لوءِ ڏي.

10

قاصِدُ اَجُ ڪوئي، مَنَ اَچي ما روئڙن ڏنهن!

تنهن تا چوان حالڙو، سارو سپوئي؛

ايڏنهُن آندي آهِ مون، لاڪيٽِي لوئي؛

سا وٽي وينديَس پاڻ سان، اَٿم عهد اِهوئي؛

سرتِن سان روئي، سِڪون لاهينديَس لوءِ ۾.

11

هِيءَ اُميد نہ هُئي، مون کي ما روئڙن ڏنهُن؛

جو ڪونہ مُجندا مُون مٽين، پُڇڻ ڪاڻ پهي!

ڏنم هڏنهِن ڏيهءِ، نَڪو ڳوٺَ ڳهي؛

هاٿي وائي وائندي، اها سيُمَ اَجُ صحِي؛

تہ ”اَنا مِينهن ملير ۾، ويڙا راج رهِي؛

”چڙِي پانورَ ڪنديون، آيا هيٺ لهِي؛

”جهجهو جهانگِنَ کي ٿيو، ڏِهيان ڏٺ ڏهِي؛

”ڪَڍيو پينَ پاڻ ۾، وڏيءَ مَهَل مَهِي“؛

ويندِيَس ڪوڙِ ڪَهِي، آءُ پَکي پنهوارن جي.

12

سَنگهارن جي سِڪ، آهي منهنجي مَنَ؛

شال سِگهوئِي سومرا، ڏسان ڏوٿيڙن؛

راتو ڏينهان ڪاڻ ٿِي، جهجان جَهانگِيڙَنَ؛

پاڙهي پَنهوارن، اَج تان مونکي ياد ڪيو.

13

جهانگي جهڻ پِياڪ، ناهِن شَربت هيروان؛

ڳاڙهيو ڪاريون لوئيون، پَهرڻُ تَن پوشاڪَ؛

لاهِج لوئيڙَن تان، اللہ لِڱ اولاڪَ؛

جو رکن هَڏَنهن ڪانڪا، عُمر بِي اِملاڪَ؛

ڪارڻ پرورَ پاڪَ، مون کي ميڙِين مارئِين!

14

ڪيا کِوڙِ ڪيچَ، اَج ڏاڏاڻي ڏيھ ۾؛

پر ماڻو مارُوئڙن ڏنهن، هَڏِ نہ آيو هيچَ؛

ڪالھ ڏنا هُئمہ اُپ ۾، اَڻڪ ءِ اَنيچَ؛

اُنا مينهن مَلير ۾، ٿيا رڻ سا رائي ريجَ؛
چانگن سان چِڙي ڪري، ڪَن چَنن ۾ چيجَ؛
آءُ پُڙ پِنيءَ پيجَ، ملنديَس ما روئڙن کي!

15

هي وني حالُ وجان، ميان ما روئڙن ڏي؛
آهي اُميد اَجان، جو خوشِي ڪنديَس کيت سان.

16

مينهن وسندي مان، ويڙهيچن ويندياسِ؛
لوئي ساگين لوءِ جِي، نال وني نيندياس؛
وجي ٿر ٿيندياسِ، ڏکَ سُکَ پائي سومرا.

17

ڏنا رن کون ڏار، جي مون ڏينهن گذاريا؛
سي هئا قيامت جيهڙا، ميان سومرا سردارَ؛
الله ڪري اوڏڙا، ”سچو“ مَن سنگهارَ؛
تہ ڪريون ويهي ڳالهڙيون، هنيڙي جون هِڪوارَ؛
پَر پري ٿيم پنهوار، ڏيان ڏوراپا ڪَن کي!

18

جيڪي هُتِ هونديون، سا هيڙيون ساٿيھ ۾؛
سي پيرون چوندين پاڻ ۾، گڏ ڪيون گُونديون؛
ساريو مون کي سومرا، رات ڏينهان رونديون؛

ٻيون ڀِي چا چونديون، اَجا عُمر الاجي آجڙيون!

19

ريگستانِن رنگُ، جي تون پسين سومرا؛
نہ ميان ما روئڙن تَوَن، ظالِمِ لاهين زنگَ؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ ڪَوَن، جهانگِي واسِن جهَنگُ؛
نامِيا هي تون ننگُ، نيئي رسائين راڄ ۾.

20

جي ريگستان رهيا، تَن سخت نہ ونڃ سومرا؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ ڪَوَن، چَنن مَنجھ چپيا؛
سي ڪي پَرَئِن وِسِ وهيا، وسَ چائِيا واهَڻِن!

21

ڪري ياد قلبُ، ٿو منهنجو ما روئڙن کي؛
جو ٿيان هيڪاندي تَن سان، ٿئي سائِنءَ ڏنهُن سَبب!
ڪڏ بنديا ٽي بند مؤن، نہ راضي هُئي رب؛
غازي لاهہ غَضَبُ، ڪَر مِهر ما روئڙن تي.

22

رجُون ريگستانُ، جِت وطن ويڙهيچن جو؛
راحِمہ ٿي رکيج تون، تَن ما روئڙن جو مانُ؛
جهون جهانگيڙن تي، ڪَر عمر تون اِحسانُ؛
نہ سارو جڳ جهانُ، مَرُ تعريفان تنهنجيون ڪري.

23

هيءَ خبر هاڻي، آئي ريگستاني راڄ ڏنهن؛
ته ”اتا مينهن ملير ۾، ٿيو پٽن ۾ پاڻي؛
گُلَ ڦُلَ گلزار ٿيا، رڻ سپ ريجاڻي“؛
تون پڻ صاحب سُڃاڻي، موڪل ڏينم مِڙي مَران.

24

مينهن وسندي مون ڏنا، هي پکا پنهوارن؛
ڳاڙهيون اڇيون لوئيون، ڪيا سَهج سَنگها رن؛
اُهي عام خلقَ کون، ٿا گوشي گذارن؛
منهنجي اَڇڙ سنديون، ٿا واٿون نهارن؛
سانگيڙا ساڻيه ۾، پيا نِت نِت سَنيا رن؛
هي ڳالهيون ٿيون ڳارن، مون کي ما روئڙن جون.

25

مِينهن وسندي سومرا، اَڄ پُڻ پور پِيا؛
پَکا پنهوارن جا، سي مون ياد ڪيا؛
ڏني گهٽا ڏينهڙا، مون ٿرچن ٿيا؛
وسِري تا نه ويا، ڪا ساعت منهنجي ساهَ کون.

26

هِت ڏيهي ڏسان ڪونهَ ڪو، جو ڏئي ڪيتَ خَبَرَ؛
هِيءَ قابُو رهي ڪوٽَ ۾، اُنهن ريءَ عُمَرَ؛

مَليران محضَرَ، ايندمِ اَجائُيءَ جا.

27

مِينهن وسندي ياد مون، اَڄ ما روئڙا آيا؛
قيدالماءَ جا ڏينهڙا، سي مون لنگهايا؛
موتي اَچڻ جا ٿِيمِ، ڏي سنگهارن سايا؛
اُهي مولا ملايا، جي پنهوارن پَري ٿيا.

28

ڪو جو وريو واءُ، اَڄ پڻ مُلڪ مَلير ڏنهن؛
جَڻ آيِمُ اَبا ڏاءُ، ماڻهو موٽائڻ جو.

29

مون کي رات رسيون، ڏيه ڏاڏاڻو خَبران؛
"تہ ساٿيھ سَپ سَرهو ٿيو، وڃون واهَ وَسيون؛
"تہ اچي ياد الله ٿو، ڦوڳُ ڦلار پَسيون؛
"برابر بادل ڪَيون، مُني لوءِ لَسيون؛
"ساول ڪائي سبزيون، ٿيون سَجيه سَسِيون؛
"ڳا ڙهيون اَچيون ڪاريون، لاهن غمِ گَسيون؛
"وُڙهيون ڪَسَ ڪَسِيُون، پُڻ آهِن تا رِ تَرائيُون."

30

رات وري آيا، ما روئڙا تہ مَلير مِ؛
جو لڌمِ خوابُ خوشيءَ مون، جَڻ مولِي مِلايا؛

وري وسايا، پلي پاڙَ پِنُن جا.

31

وسَ چَري آيامَ، ما روئڙا مليرِ مِ؛

چڏي پانورَ ڪَنديون، ويڙهيچا وريامَ؛

عُمر اُميد ثيامَ، پَسَڻ پنهوارن جِي.

32

جي ڏوٿي هُيَمِ ڏورِ، سي واڳيءَ ڪَيَمِ ويجهڙا؛

هُئي جا پورن پُورِ، سا تا اڄ من تون لَنگهِي.

33

موٽيا پارِ مَليرِ، سانگيڙا سانگُ ڪَري؛

جَنِ جِي سِڪَ سَريرِ، سي ئي عُمَر آئيا.

34

لَٿو ڦوڙائو، وريو ورق وصالَ جو؛

وري وطَن آئيا، ريگَ لنگهي رائو؛

”سَچُو“ چَوي سائو، ٿيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

**ڪافي**1

ما رو ٿر ٿيام، پلو ميان ووءِ، ڏيان ڏوراپا آءٌ ڪَن ڪي!

سي پا ريندَس پانهنجا، ميان، جي هُتِ قولَ ڪيام.

چڏي مُلڪ مَلير جو، پَرينءَ وس ويامَ.

گهوريا پَري ڏينهڙا، جي پنهوا روُن پيام.
سنگهارن جي اَچڻ جا، ميان "سَچو" سَنيها سُيام.

## ڪافي 2

روئان زارو زار، يار،
مانَ مارُن کي ملان آءُ!

ڏيان ڏوراپا ڪن کي، پَري ٿِيَم پنوهارَ، يارَ.
وِئي ويڙا پاڻ سان، منهنجو ساهُ سَنگهار، يارَ.
اهو اٿم آسرو، ايندم اَجڙوار، يارَ.
ڪَندا مُهڙ مَلير ڏي، رڻ چڙي ريدار، يار.
سو دم گوندر گذري، جو دم اُن ريءَ ڏارَ، يار.
روئي رت اکين جا، جهونا ٿيا جهالار، يار.
وجي بُڌنديس اُتَهين، سندي پنهوارن پُڪار، يار.
رکي ويڙهيچا ويا، مونهين سر مَيار، يار.
پيڪين مُون پهُچائيين، سومرا سردار، يار.
راتو ڏينهان اوڏهين، "سچوءَ" ساهَ سنپار، يار.

## ڪافي 3

ساريان آءُ تا لوءِ، پنهنجي جون لويون،
عُمر گهوريا هِي پَٽ پٿيهَر، ميان!

هُت ويڙهيچا، وو، وينا ورهائن ڏيها ڙيون،
سي ڏونرن سنديون ڏويون.

سنگهارن ڏي سوز سنيها،
آءُ ٿي روز مُنجان رويون.

ڪنديون ڪوڪَڙ سَنديون، ميان،
ڳچيءَ پائن ٿا هِت پيڪا پويون.

صبحَ سانجهيءَ ڪَنَّ خوشيءَ سان،
اُهي سي تا آب پَريون اويون.

پاندين پائن پُسيون، ساڳِن سِگر سَنگهارَ،
"سچو" سي سويون.

**ڪافي 4**

ڳوري هِيءَ جدائي، اڙي ميان، پنهوارن پاجهُون پُورَ پيا !

صبح ويلي ميان سومرا، الا سائين، خبر اها مون آئي.
لنگهي مُلڪ مَلير جو، ويڙئي ويڙه سَپائي.
پانورَ ڪنڌئين ڪينڪي، وهندا ساعَت سائي.
ڪنين ٻُڌان ڪِينڪِي، وري اِها شَلَ وائي.
ڏوٿي پنهنجي ڏيهَ مَون، ڪندا ڪِيئن نِوائي.

عمر اَباڻا ڏيھ مِ، سَرھا ھُونِ سَدائِين.

موٽِي نہ وڃَن اُوڏھِين، جن جِي سِڪَ سَمائِي.

ھوءِ ھوءِ هِن جي حالَ تي، پاڳِيا ڪرن پَلائِي.

”سَچو“ سندن ساٿَ مِ، ڪَري مَرُ نہ گدائِي.

## داستان پنجون

1

جوڙي پَکا جُوءِ، اَچي وينا عُمرَ آجِڙِي؛

سَدا سَنگھارن جِي، ٿي مَٿي حوضَن ھوءِ؛

ٿيون گلزاريون گاھَن جيون، بِي خوب کُلِي خوشبوءِ؛

نَئِين رونق روءِ، ٿيو موٽِي مُلڪَ مَلير جو.

2

سدا ھئُن سُکيا، ما روئڙا نہ مَلير مِ؛

شَل نہ ڏينهن ڏکيا، اَچن آجَڙين تي!

3

سدا سَرھا ھونِ، ما روئڙا نہ ملير مِ؛

مٿي پنهوارن پونِ، مِھَر جا شَل مِينهڙا!

4

مِيان ما روئَڙن تي، مِھران وسَن مِينهَن؛

شَل نہ ڏکِيا ڏينهن، اَچن آجَڙين تي!

5

سدا سي ساٽيھ ۾، سُکيا هُئَن سَنگھارَ؛
پکي مَنجھ پنهوارَ، شَل هُئَن هميشه سَرها!

6

سائِين سَنگھارن جو، رکج پَن پکي؛
ڪوئي تا نہ لَکي، هُئَن سَدائين سَرها!

7

سنگھاري ساٽيھ، شَل هُئَن سَدائين سَرها؛
وِجَن نہ پَرڏيھ، خوش گذارن اُتَهين!

8

ساٽيھ سنگھاري، سَرها آهِن سومَرا؛
ويڙهيون ۽ واري، مَحلا ماروئڙن جا.

9

جاتِي واريءَ ڏنو، تا تي اَڏِن پکڙا؛
پاڳِين لَٿا پوَ، سدا رهن او سَرها.

10

نِوڙن ۽ نُونڊِيَن، مارو چارِن مالڙا؛
گوڙين ۽ کِونڊيَن، سَرها ٿِيَن ساهَ ۾.

11

جڏهن کِنون کِنوڙيون، وَسَن مينهن مَلير ۾؛

نونديون ۽ نوڙيون، تا تا سوئن ٿا ريُون.

12

پاڳين پوَ لَٿا، جي وينا پانورَ ڪَنڌئين؛
اُنن مِينهن مَٿا، آجڙين عِيدان ڪيون.

13

وري وَسايو، مالِڪَ مُلڪ ملير جو؛
سو اڳي ڪَوَن اُجرو ٿِيو، سائو سَوايو؛
آڳي اڳهايو، "سچوءَ" جو سوالُ ڪيو.

14

آهي سا رَ سنپالَ، ميان ما روئڙن جي؛
هِتِ هِهڙا حالَ، هُت عِتابَ اُنهن جا!

15

الله اوري آڻ، ما روئڙا مَلير جا؛
يا مُون کي ڪَڍي ڪوٺ مَون، نئين مُلڪ رَسانڻ؛
پِيَندي وجي پاڻ، پِهان پنهوارن جي.

16

آڻ الله اوري، ما روئڙا، مَلير جا؛
مون کي آندو اوچتو، هِت ظُلمَ جي زوري؛
آءٌ تَنهن گهڙيءَ تَوَن گهوري، جنهن هيڪاندِي هِڪُ ٿِيان.

17

جي ريگستان رهن، تن کي سَخت نہ ونج سومرا؛
جو تنهنجو زور ظلمَ جو، سانگِي ڪِين سَهَن؛
مَتان پَرينءَ وَس وِهَن، هو ويچارا واهِڻي.

18

جڏهن ويجها هُئامِ، ماروئڙا مَلير ۾؛
تڏهن ڳالهہ اَحوال جي، ٿي تنهين ڪَن وِڏامِ؛
هاڻي وَچِي ٿَر ٿِيامِ، اُهي سُڌِ لَهَندڙ سُومرا.

19

ٿِيا پنهوارَ پري، آءٌ ڪنهن کي ڏوراپا ڏيان؛
وهَندو شالَ وِصالَ جو، وارو ڪو وري.
سونيَي ڳُڏ ڪري، مُئيءَ کي مارُوئڙن سان.

20

هُيمَ جَن سان حالَ، سي اَڄ سنگهاري سِجڪاڻ ٿيا؛
عُمَر اُنهي پارَ جي، اَٿمَ سارَ سَنڀالَ؛
جو صبح اُٺي ساجهُرين، مارو چيڙن مالَ؛
پِيسَ پَري پنوهارن ڪَون، هَي جي ٿِيَمِ حالَ؛
آهي اُنهي ڪوٽَ ۾، جِيَڙُ مَنجهہ جَنجالَ؛
سِگهڙي وچِي شالَ، پهان پکي پنهوارن جي.

## ڪافي 1

هو جي ما روئڙا پيهرَ مانَ مِلن،
شالَ الله اوراهون ڪَندن، سانگي سانگ سَندن.

ويني آهيان وات تي، مَنَ اَچو حال پُڇَن.
پَڪا پَڪِن سامهون، اوري آٽي اَڏِن.
انهن ڪارڻ جيڏيون، منهنجيون اکيون رتُ رُئَن.
اَصل لاڪون آهي، ”سَچو“ سَگ سَندن.

## ڪافي 2

ما رو اُهي مِليامَ، عُمر جامَ، ووءِ
طَلَب جَنين جي آهي تَن کي.

ڪَرَم ڪَيائون ڪيترا، ڏوتِي هت ڏنامَ.
هِت جنَهين کي، هُت پي تن کي پيو آرام.
پا ڙِيائون سي پانهنجا، ميان، ڪَيئون جي انجام.
طالع وارا تن جي، گولن جا به غلام.
ڪاڏهن ”سچو“ سالڪان، ميان، ٿِئي طَلَب تمام.

## ڪافي 3

ڏوراپا ڏيئي، ڪنهن هَٿ مُنجان، ووءِ ما روئين!

وساري ويهي رهيؤ، حال ٻُڌي هيئَي.
مِڙئي اَچو مون گڏَجي، آهيو جهانگيڙا جيئَي.
لَهو سُڌِ سَنگهار جي، جي آهيو اَتيئَي.
”سچو“ ساريؤ ڪِين سا، جا ويڙهيچؤن ويئَي.

## ڪافي4

راتِ مُڪَمِ روئَي،
ساري سلامَ سنگهارن ڏي.

اکيون اباڻي پار ڏي، ٻينيون جهُڙَ جهوئَي.
اَباڻَن جي آسري، لِيڙون ٿيَمِ لوئَي.
وندن وِرچن پاڻ سين، ڏؤنرن جِي ڏوئَي.
لِکي ڪاغذ مُون وڏو، پَکيءَ کي پوئَي.
ڪي ڏينهن ڏويِمَ کيت سان، آبَ پَري اوئَي.
اَوهان ٻاجهؤن ڪونَڪو، ڪَل لَهي ڪوئَي.
مارو ملندو مارئَي، ”سَچَل“کي سوئَي.

## داستان ڇهون

1

جَگَرُ جا رڙيون، ٻيا ڪِرڙيُون ڦوڳَ ڦُلاريا،
سي سنگهاريون ساڻيهہ ۾، وِهَن وارڙيون،
ٿامان ٿا رڙيون، لاڙيون چنِن لاڪڙان.

2

وَروٺا ويرهيچن جا، اِهي موٺئين مالهڙيون؛
رَس نہ اَچن روح کي، ٿالهہ ۾ ٿالهَڙيون؛
سَنگها رِن جون سومرا، چَگُيون چالَڙيون؛
جو فَجُر ڦوڪي سَنديون، ڪن دانهَہ دالَڙيون؛
وَرُ سي لويون لاڪَ جون، پَن شالان شالَڙيون؛
اَنئي پَهر آهن اکيون، منهنجيون عُمر آلَڙيون؛
ڪامل تنهنجي ڪوٽ ۾، وجهان فَلَڪين فالَڙيون؛
شال سٽندو سو ڏٽي، مون نِدر نالَڙيون؛
وجي پَجهيون پالهڙيون، ڪنديَس سَرتن سان ساٿيهہ ۾!

3

هِت ڏسان ڏوٿيڙن جيُون، ويٺي واٽَڙيون؛
هُت پَون پنوهارن تي، مِنيون مانَڙيون؛
ياد اتي جون مون پيون، چوهُون چاٽَڙيون؛
توڙي چار ڪُندان لوئيءَ جون، هِت ڦاڪين ڦاٽَڙيون؛
تان پي وِجان اوڏهين، جتي کِنوٽيون ڪاٽَڙيون؛
مون کي لَوهِن لاٽَڙيون، تَن لالن سَنديون سومرا.

4

بُور پُجاڻُون پَير ڪَن، بَهون پيرڙيون؛
چاڙِن چوندن سي چڙهيو، ڏئي ڦيرڙيون؛

پانوَ پيرڙيون، ڪن تماشا تِکُن جا .

5

هُت گهُمَن ڏوٿِي ڏٿَ لئه، ڪَيون تولا تولڙئين؛

چاڙِن لنب اَئُون مَڪِڙِي، جهَلي جهولڙئين؛

پِيهَن پَچائن مانيئُن، ڦوڪي ڦولڙئين؛

تون عمر اولڙئين، ڪَري هُت چَڏيج مون.

6

هُت ريت نہ اَڏو بَندِ، ڪَن لويون لاڪَڙيون؛

مَشَر ما رُئَڙن جيون، سَچيون ساکَڙيون؛

وَٿِين تورنِ ڪينڪِي، مَڪَڙ ماڪَڙيون؛

اَجان ڦُٽَن باکَڙيون، نہ ڪڙا آهن ڪوهَ تي.

7

اَجان کِنون کِنوِٽيُون، نہ سانگِيُن ساهہ پوي؛

وَسي تَر تارِ ڪَن، نَيون ۽ نُوٽيون؛

جاتي هُئن جوِٽيون، تاتِي آجَڙي آرامِ ٿيا .

8

اَج جوڙي وينا جهَنگَ مِر، جهانگِي جهوپڙيون؛

ڏي نہ ڏوٿيڙن کي، لائِقَ لوپڙيون؛

راجا روپڙيون، گهَرين رکن ڪينڪِي.

9

هُت ڏِينِ مارو ڏاجَ ۾، جاڙِي جا رَڙيُون؛
پَيون آهِن سپ ڪي، اُهي ويڙهيون وا رَڙيون؛
سي چُوندڻ پيون پِرهه جو، نائي ڏا رڙيون؛
وِجهَن گوندن سَنديون، ٻَچي ۽ ٻا رڙيون؛
پوءِ ڪنيو ڪا رڙيُون، وَجَن لوئِڙِيا ريون لوءِ ڏي.

10

مون ڪَون وِسَرن ڪِينَڪِي، اُهي عُمرَ ويلڙيُون؛
چا ريَمِ وڏي چاهه مَون، ٿي چيلا ۽ چيلڙيُون؛
ٿي ڪيڏيَمِ ڪيلڙيون، سَرتن سان ساٽيهه ۾.

11

اَوس اَڏِن سومرا، چوڏاري چَؤنرا؛
تَن ۾ سانپي رکَن سامهان، ڏُٺ ٻَهون ڏونرا؛
ڏٻَ رکي ڏؤنرا، صبح ڪاٺَن خوش ٿِي.

12

ڪَرِين چو ڪِلان، سانگيڙن تي سومرا!
سا رِهَ سو تِن تي، لاهه توڪان آئون ٿَهلان؛
هي جي مُوتَن جون مَهلان، ٿِي مَحلن مَنجهه گُذاريان.

**ڪافي** 1

ڪاڏي ويڙا، وو، پرين پا ڙيچا!

جاڏي هليا ، تهِدل تاڏي، هَلُ تون هِنيڙا ، وو.

محبن مون سين عَجَب جيها ، ڪيئي ڳُڙِ ڪيڙا ، وو.

ڳوندر ڳاڏائون ڏينهڙا ، هِت جالڻ جيئڙا ، وو.

هِن اَجايا اُنهن ٻاجهون، جي پلڪ پيڙا ، وو.

”سچوءَ“ سَندا سانول ٻاجهون، هي حال هَي ٿيڙا ، وو.

## ڪافي 2

آئين هَلِي هِن جاءِ ، وي،

هِڪ ساعت ڪارڻ تون سانگِيڙا !

ڪا گهڙي نيباهُ نہ جاڻج، پيچ نہ تنهن سان پاءِ ، وي.

”الدّنيا سَاعَةٌ“ اِهو نُڪتو دل سان تون لاءِ ، وي.

جاڏنهن آئين تون وڃارا ، وري وڃَڻ اوڏنهن آءِ ، وي.

دنيا ۾ دَمَ ڪيئي ڪذاريئي، ”سچو“ سچڻ جي ساءِ ، وي.

## ڪافي 3

اوڏاهُون آيا ، مون ڏي عتاب اَباڻن جا .

هي ڏيهُ وِيڙُهِ وِسري، اِتي ڏينهن وِجي تو لايا .

ياد اسان کي ڪِين ڪيڙئي، منجهائينءَ مايا .

ڏينهن اسان ريءَ ڳذري، ويڙئي سپ اَجايا .

گهڻا مِينهن مَليرَ ڏي، واِليءَ وري وَسايا .

تُنهنجي ڏسڻ لئہ، هِت سانگِي سِڪايا.

سائِينءَ "سَچو" سِڪَهڙا، مون مارو مِلايا.

## داستان ستون

1

مون جاليو سان جَن، موٽي تَن نہ پُڇيو؛

حال هن جون خَبران، پيون هوندين ڪَنِ؛

تان پِي مارو مَنِ، وارُ نہ ڪَڏنهن وِسريا!

2

توڙي هو نہ پُڇن، آءٌ گهڻو پُڇان تَن کي؛

عُمر آءٌ مَڇُڻ، تَن کَوَن وِجان وِسري!

3

ٿي پُڻ وَسايامِ، ڪَڏهن مارُئِين مينهَڙا؛

سي ڏينهن ڏاڏاڻي ڏيهَ جا، اَچ ياد عُمر آيامَ؛

هِت پنهوارن ريءَ پاڻ کي، ڪيها لقَب لايامَ؛

هِن لحظي لَنگهايامِ، شال اِهي اَوَسر ڏينهڙا.

4

اِهي اَوسر ڏينهڙا، هِت جالڻ آيِم جالَ؛

ڪَٿِيرا خوش حالَ، هُت ميان هون ملير مِ!

5

اَج سنگهاري سا ريا، مون مينهَن وَسندي سومرا؛

ڳوڙها ڳاٽاتي بنا، هِن هَنجُنِ مَون ها ريا؛

ياد ڪَريندي تن کي، پارڻ جَڙُ پا ريا؛

هِتِ ”سَچوءَ“ سَنپا ريا، هُت سنپارَ ”سَچوءَ“ جي!

6

سا ريمِ اَجُ سَنگهارَ، مِينهن وسندي سومَرا؛

جيڪي ڏينهن هُئاسي گَڏُ مِ، دَم نہ ٿياسي ڌارَ؛

ڪاٿي اَجُ اَسين ٿيا، ڪاٿي اَجڙوارَ؛

وڌو قِسمت قيدالماءَ جي، پَري کان پَنوهارَ؛

تيلهان مون اَجُ آئيو، روئَڻ زارو زارَ؛

پَلپَل هِت پَچارَ، هُت بہ سانگيڙن جي!

7

ڪَڏهن سانگَن سانڻ، ٿي گَڏ وسايَم مِينهڙا!

اَجُ قِسمت قيدالماءَ جي، پيو هِيءُ پَرياڻُ؛

هِت ڪَريان پُرزا پاڻُ، پَر ٿي لوئيءَ جي لَجَ مران.

8

وِسري ڪِينَ وجان، مِيان ما روئڙن کَون؛

وِسِرڻ سَنديون ڳالهڙيون، مُوروُن تا نہ مَجان؛

آهي اميد اَجان، پکي مَنجهہ پَنهوار جي.

9

شالَ نہ وِسارينِ، هُئان يادِ انهن کي؛
عُمر اَباڻن جيون، ڳالهيون ٿيون ڳارين؛
ساهہ رڳون سارينِ، مَن پَهچان پنهوارن کي.

10

لويون رنگا رنگِ، ڪَن ساهيڙيون ساٿيهہ ۾؛
سي اَساوريون اڱريون، عُمَر پَهرِن اَنگِ؛
تاڪون تنهنجي تاب کَون، جهانگِي پينا جهنگِ؛
هِن ويچارا واهَڻي، تن کي وٺُ نہ تنگِ؛
سي ڪِيئَن ڏِيَن پيرُ پلنگِ، حال جني جا هِهڙا!

11

پَئي جيءُ جَنجال ۾، ساٿيهہ سنيا ريُون؛
وسِرن اُهي ڪِينَ ڪي، جي مَهلان موچا ريُون؛
پَر قسمت قيدالماءَ جي، ڪَيون هي ڪاريُون؛
ڪاٿي اَجُ آءٌ ٿيس، ڪاٿي سَنگها ريُون؛
اوڏنهن نِها ريُون، وجان سا وهلُور ٿِي!

12

عُمَر شالَ نہ لائيان، لَقَب لوئَڙئين؛
پاڻِي پِينَ پَٽَ ۾، اُبون اوئَڙئين؛
ڏؤنرا ڏوئَڙئين، وندن ورهائن پاڻ ۾.

13

شالَ نہ لَقَب سومرا، لوئَڙئين لايان؛
پَٽ مَٿي هِيءَ لوئِي، مُور نہ مَٿايان؛
جا کَٽِي کيتَ ڏنا رَ جي، پِلي سا پايان؛
مَري مَلهايان، سا رو مُلڪُ مَليرَ جو.

14

عُمَر اچا ڪَپڙا، ڪاٽيا ريُون ڪَن ڪِيئَن؟
جهِڙي آيَس جِيئَن، شل تهڙِي مارُن ڏي وڃان!

15

ڪِيئَن ڪاٽيا ريون ڪَن، ڪَپڙا اَڇا عُمَر جام؟
ٿِين پَنهوا ريون پَٽ مِ، مِهٽِي هاب مُدامَ؛
آهيان سومرا تو سامَ، نہ لوئِيءَ جي لَڄَ رهي.

16

هِن لوئِيءَ جي لاڄَ، شالَ رهِجي اَچي سومرا؛
نہ مَرُ ٻُڌي خوش ٿِين، ريگستاني راڄَ؛
سا نہ ڪائي ڪاڄ، جا قيد ڪَٽِي تو ڪوٽ ۾.

17

توڙي لوئِي هِت ڇِجي، وڃِي ٿَها ران ٿِئي؛
نہ پِي پهنديَس پَنهوارن جي، عُمَر پارِٽ پِڇي؛
جهانگِن لاءِ جهجِي، مان اَڏ مُئي ٿِي آهيان.

18

توڙي هوءِ چني، تا پي لوءِ لوئيءَ سان وجان؛
اَچي عُمَرڪوٽ ۾، ڪَنديَس ڪين ڪِني؛
سائي سانديہِ ساهه سان، جا ڏاڏاڻَن ڏني؛
اُها نينديَس پاڻِ پني، مِينهن وَسندي سومَرا.

19

اَبر ٿِيا ۾ اُپَ، ۽ واءُ لِڳو اوپارَ جو؛
”سچو“ چوي ٿيا سومرا، چڱا سانگِن سُپَ؛
پَر چِت اندرَ ۾ چُپَ اَٿن تنهنجي زور ظُلم جا!

## ڪافي 1

اِهي نِيا پا ڪو نيئي، منهنجا مارُن ڏئي!

اَچڻ اَوهان جي وسَ وڏائي، ڪوڙين سي ڪِيَڙم ڪيئي.
ڏکَ ڏوراپا ٿا منجو اسان ڏي، حالَ اَسان هِت هيئي.
قسِمت ڪو جو قلَم وَهايو، پَري اوهان کان پيئي.
لوءِ اوهان جي ڏهُن لوئي جا آنديہِ، لِيڙان هِت ٿي ويئي.
ڳالهيون سَنگها رن جون سُڻ ”سچو“ ري، ساهَ سِيباٽُيم سيئي.

## ڪافي 2

ڪانگڙا قربَن جا، توکي ڪالهَ اُڏايو ڪَن،
وَٽُون وِيڙهيچن!

آسروندي آهيان، مَن ڪو پيرو ڪَن،

وَتُون ويڙهيچن!

پَڪا پَڪَن سامهون، اوڏا مانَ اَڏِن،

وَتُون ويڙهيچن!

"سچوءَ" جي بہ سَرير ۾، دونهان روز دکَن،

وَتُون ويڙهيچن!

## ڪافي 3

اِهي اولانبا آيا ء

مون ڏي مارُن جا ء ميان!

ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪِيئَن وِساريُئي، ڏينهَن اِتي تو لايا .

ڪَهِڙيِن ڳالهين ويڙهيچن ڏنُهن، مُنهن ڦيريُئي مايا .

پَهَر پنهوارن ريءَ ڪِيئَن تِي گهارين، عُمَر سانڻ اَجايا .

تُنهنجي ڪارڻ راتو ڏينهان، سانگِي سي هِت سِڪايا .

وَسُ نہ مُنهنجو سُڻ "سچو" ري، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا .

## ڪافي 4

آيُم راتِ عتابَ،

ڏاڍا سخت سَنگهارن ڏنهَن!

مون کي عُمَر ما ريو، جهانگيَرَن جي جوابَ.

”وينيءَ اِتي ما رئي، ڪائي خوب ڪَبابَ“.

هِت سا رو ڏيهُ ڏَڪائيو، عُمَر جي ٽِڪَ تابَ.

موليٰ تا معافِي ڪيا، ”سَچو“ سَپ حِسابَ.

# مومل راڻو

## داستان پهريون

1

آءُ راڻا ڏي رَنگ، موتِي ڪاڪ ڪَندن ڪي؛
لاهج لِڱ خداءِ جي، ذرو پُرزو زنگُ؛
ناميان پا ڙج ننگُ، مهڙي هاب مَتان ڪَرين!

2

مومَل مِهڙي هابُ، راڻا ڪر نه راءَ تون!
جوڻن ڪي جوابُ، مرد نه ڏين ميندَرا.

3

مون ڪي مِهڙي هابُ، ڪَيُئي ميان ميندار؛
ڪَر نه خان خرابُ، ڪامِل ڪاڪ ڪندڻن ڪي.

4

هِڪَ جُوءِ بِي جوءِ، مرد نه چڏن ميند را؛
تو پُڻ پرين پوءِ، ڪوهُ لڄايو ڪاڪ ڪي!

5

هِڪَ جُوءِ بِي جوءِ، چڏن ڪِين جوانَ؛
اُهي پِي انسانَ، جي ننگَن تي نِٿارُ ٿيا.

6

آءُ راڻا رَنگُ لاءِ، موٽي ڪاڪ ڪنڌن ڪي؛
نامِيان ناءِ خداءِ جي، پير وري هِت پاءِ؛
سوڍا سَنديئي ساءِ، آءٌ ويٺي ڪانگ اُڏايان.

7

آءُ راڻا رڪُ رازُ، مون هِن نماڻيءَ سان؛
توکي ڪريان ڪيترو، ناميان نرنِيا زُ؛
جو ٿي ڪَيَڙم نازُ، تَنهن مِهڻي هابُ ڪري چڏيو.

8

مون تَوَن مِهڻو لاهه، موليٰ ڪارڻ ميندار؛
تون تا صاحبُ آهين، هيءَ ڏوها رڻ ڏاهِ؛
توڙي ٿِيس بيراهِ، نہ پي ڳَل تنهنجي آهيان!

9

ڏي ڪو رنگُ وري، ڪامل ڪاڪ ڪَنڌِن ڪي؛
مُنهن ڏيکارج ميندار، وجان تا نہ مَري؛
بَخِشج ذوقَ ذري، مِهڻي هاب مَتان ڪَرين.

10

چَڙهنديسانءِ چِڪي، نہ تہ مُنهن ڏيکارج ميندار؛
آندو مون کي هِتهين، ڪَنهِن لارَ لِکي؛
چا ڙهيو مون کي ڏاگهَ تي، تُنهنجي عِشق تکي؛
مَرُ پيو ڪو سِرُ سِکي، اُنهيءَ جي اولاڪ جو.

11

هِي جو ڻيٺو هو، سو اکرُ ميٺيندو ڪونڪو؛
هِيرو زهرُ زبانَ سان، هِن ڳالهين ڪِيٺو هو؛
نا ته پاڻئون پِهٺو هو، مون کي زير زمين جي.

12

ڏکُ نه ڏيٺو هو، تو مون کي مينڌرا؛
ناميان پنهنجي نَنگَ کي، تو نيبه نِيٺو هو؛
زهر پيالو پُر ڪري، مون کي تڏهن پيٺو هو؛
جي نه جِيٺو هو، مان ڪوُن هِنَ مِهٺي وري.

13

سوڍل سِڪائِي، آءُ پُڻ گهٺو آهيان؛
راتو ڏينهان تانهنجِي، واتِ مون کي وائِي؛
ڪَر اُها ڪائِي، جو ڪارَنهِ لَهي ڪاڪ توُن.

14

ميان آءُ ماري، ڏاڍي ڏنوَ ڏهاڳَ جي؛
مِهٽي هاب مَتان ڪرين، ته ڪاڪِ نه ٿئي ڪاري؛
ڪر سوڍَلَ سَتاري، ڏوهَن ڏي نه ڏِسيج تون!

15

آءُ سوڍا ڪر سَچُ، لاهي مُون توَن هِي مِيهٺو؛
جهيڙو جهڳڙو نِڪري، مون مَنَ اندران مَچُ؛

الله ڪارڻ اَچُ، ماڳَ وسائج مينڌ را!

16

اچين جي اوطاقَ، مُنهنجي ميان مينڌ را؛
نه عين ڪُون آجِي ٿيان، ڪوجهِي ٿئي نه ڪاڪَ؛
هيرَاِها هيراڪَ، مَٽان مَٽيَن مينڌ را.

17

موٽَڻُ مَرڪ نه تنهنجو، هو سوڌَل سياٽا؛
وسائج وِلهيءَ جا، پينگ پيَل پاٽا؛
پَري ڪري پاٽا، مون کي ماريئي مينڌ را.

18

آتَڻ اُجهائي هَلي، پِرين پُچاٽو؛
ڪِين کُهٽايو کُوٽَ سان، پِرتِ هِن پاٽو؛
ظاهر زالاٽو، پر باطن بِره بلي هُيو.

19

ڪاتِيءَ ريءَ کُهِي چڏيو، راٽا تنهنجي رَنجَ؛
سُکُون ۽ سَهنج، سودا ساڻ کَٽين وئين.

20

سودا هِن سَڙيءَ جو، لَهِي وِجُ سماءُ؛
ويرن وڏو وِجَ ۾، آهي ويرُ وڏاءُ؛
مون تي لِڳندو ڪونڪو، پيارا پاٽيءَ پاءُ؛

هيڪر هيڏي آءُ، تہ پيرولي پَڌر ٿئي،

21

ڍوليا تو لئہ ڍَٽَ ۾، آءُ وتان ويڳاڻي؛
راتيو ڏينهان اوتيان، پنبڻين مان پاڻِي؛
لَٽا مون لِيڙون ٿيا ، هيءَ پوتي پُراڻِي؛
تہ بہ راڻي جي راڻِي، سَرتيون سَڌن ساٽيهَ ۾!

## ڪافي 1

آءُ تا روز روئان ساريون،
سودا تُنهنجِيون، ووء ڳالهڙيون ڪيتَريون!

ٻُڌي ورج، وَلها ، زور منهنجيون زاريون.
سِڪَ سَنديوَ ڪَيون، جِيءَ اندر جاريون.
راڻا رُسَڻ تانهنجي، ڪُوڪان هِت ڪاريون.
وينِي ڳِرهيان ڳالهڙيون، هَنجون هِت هاريون.
جيڪي جايون جِيءَ ۾، وِره تنهنجي واريون.
”سچو“ سَهندا سُپرين، عاجز جِيون آريون.

## ڪافي 2

حالَ منهنجي هاءِ هاءِ،
تو ريءَ لَهَن هِي ڏينهڙا !

آهي هن اَحوال تي، وَلها تان واءِ.

دوست تنهنجي ديس جي، اُڪنڊ اَسان کي آهِ.

ڏِسيو ڏها ڙِي روئان، جاني تُنهنجي جاءِ.

ڪاڪ نہ لڳي ڪَس مون، سوڏَل تنهنجي ساءِ.

سوڏا سَتا ري ڪري، پيرَ اگهَڙ مون پاءِ.

درد مَندن جون دانهڙيون، واڳِيءَ لِڳ ورناءِ.

سوالَ ”سچوءَ“ جا سُپرين، تون لائَن دل سان لاءِ.

### ڪافي 3

مينڌرا، آءُ ميان، هِت ويني ڪانگ اُڏايان!

تو سا ريندي سُپرين، هِت سوڏا ساهُ ڏيان.

راڻا رتِي راز جِي، ڪا جا آهي هِيان.

ڪامِلَ ڪنڌيءَ ڪاڪ جي، آءُ جانِي ڪيئَن جِيان.

شال اوهان جو اڳتي، ”سچو“ نِيهُن نِيان.

### ڪافي 4

راڻي سندو رازُ، مون سان ڪيڏوئي آهي!

ڪاڪيون آڏو ڪانڌ جي، نٿو وٺي نازُ.

ٻانهان ٻانهِن جان ٻڌي، ڪرڻ نِت نيازُ.

هي هي آهي حُسن جو، ما ريُون، غَمُ غمازُ.
”سچو“ پِرِپائڻُ پرِينءَ جو، آهي ساڻُ ايلازُ.

## ڪافي 5

مون کي تنهنجي سارَ سنيارَ، وو،
چَڏِ رساما تون، آءُ منهنجا يارَ، وي!

ڏوهُ نہ ڪوئي تو ڏيان، آهي مون ئي سِر ميارَ.
سِڪَ سور اخان مون کيا، هِينئڙي مَنجهِ هزارَ.
موٽُ مَران ٿي ميندرا، بِرهِي چا ڙهيئي بارَ.
ويني ڪري ڪاڪ ۾، هيءَ ويچاري ويچارَ.
”سچو“ سي ئي آئيا، جي دل گهُريا دلدارَ.

## ڪافي 6

منهنجو سوڊِل سارئي ساه، وو،
راڻا رُسامَن سان مارئي!

وينِي ڪَڙهان ڪاڪِ تي، آڻيندوءِ الله.
هِن مُئيءَ جو ميندرا، توکي ڪيهو پَرواهُ.
سندو اَچڻ تانهنجي، روز نها ريان راهُ.
گهڙي اوهان جِي ٿِي گهُران، چت اَوهان جو چاهُ.

مِهر مَٺو تو ناهِ ڪو، جيڪُس منهنجو بَخت سياهُ.
ڪوڏئون قُربانِي ڪري، ”سچو“ ساهُ پَسَاهُ.

## ڪافي 7

پئي پيش پرينءَ کي پاڻَ،
آءٌ چوندَس هَلِي حالُ هي!

تو تَوَن آهي مينڌ را، ڪاڪ سارِي قُربان.
دل کي ديوانو ڪيو، ٻهڳڻ تنهنجي ٻاڻَ.
نامِيان ڏِسج تنگَ ڏي، آءٌ تا ٿِيس اَجاڻَ.
آدم هيٺِ عتابَ جي، مون کي پنهنجيءَ ڄاڻَ.
”سچوءَ“ سَندي ساهَ کي، تانگهِ ايڏاهِين تاڻَ.

## ڪافي 8

مون کي ڪانڌَ بنا هيءَ ڪاڪ،
ڪوڙي آهي، ني وو، ڪاڪيون!

سوڍِلَ ٻاجهون سرتيون، هيءَ مَري ٿي مُشتاق.
منهنجو ساهُ سُڌير ٿئي، اَچي جي اوطاق.
سَڦري آهي سونَ کَون، خاصِي ڏِٺَ جي خاڪ.
سُڌ اَچِي لَهُ تَنهن جِي، جا چُور ڪَئي چوطاق.

وِجهي ويچاريءَ ويو، اَديون ڙي اولاڪ.

تَنُ ”سچوءَ“ جو عِشق اوهان جي، چِيري ڪَيَڙو چاڪ.

## ڪافي 9

آءُ تا ڏيها ڙيون، زارو زارُ، ساريو روئان ٿي هت ڳالهڙيون،

گهڙيون گهڙيون!

ڪڏهن هُئڙو سُپرين، پاڃياڻيءَ سان پيارُ.

ڪامِلَ آهيان ڪاڪِ ڪَوِن، تو بِنا بيزارُ.

اِيندو هئين اَڌ رات جو، ڪاهي ڪَرهُ سوارُ.

ماري مون کي مينڌرا، وَلَها هِيءُ ويچارُ.

وَسي تنهنجي ورهَ جو، بادل هِت بسيارُ.

ڏسي وڏ وڙائي تانهنجِي، هو ڏِکيءَ کي ڏهڪارُ.

”سچو“ سگ اوهان جو، تنهن ڏي نيڻ کڻو نِروارُ.

## ڪافي 10

وَلها ورِي آءُ،

مون کَوِن موٽُ نہ مينڌرا!

ميان مون سَان نہ مَٽِين، سوڍل سائين ساءُ.

رکي شريڪت شانِن سان، هيءَ ڪميڻِي ڪاءُ.

هو جي اَچي ڍِٽَ ڍُنهِن، وَٽِي اُهو مون واءُ.

هَي هِي هِن حالَ جو، لهُ سائينءَ لڳہِ سَماءُ.

”سچو“ ڪنداسي سِگهڙو، پاڙُون جاڙِي پَرچاءُ.

## ڪافي 11

اَڙي جيڏيُون منهنجو جيئڙو، وَنيو سَجَڻ وجي!

چَرخي مُنا تا ڙيون، پيئر سَپڪائي پَجي.

درد منديءَ جِي دل اهائي، مَت نہ ڪَنهنجَڙي مَجي.

طَرف تُنهنجي يار ”سَچُو“ ري، سوز نہ پنهنجڙو سَجي.

## داستان ٻيو

1

ڪاڪِ پُچندا ڪاپڙي، ويا اَڏو ٻَنڌ:

وجي رسيا اُنَ هَنڌ، جت ”مون تون“ آهي ڪانڪا.

2

ڪاڪ پُچندا ڪاپڙي، وڏيءَ ويلَ وِيا:

لُڏاڙون لَنگهي ڪري، ڪنهن پَرئين پَنڌ پيا:

اُتي ٺاڪِ ٺِيا، جِتي ”مون تُون“ هَڏنهن ناہِ ڪا.

3

لَنگهيا لُڏاڙو، آءُ ڪاڪِ چَڏيائون پوءِ تي:

تا تي وجي رَسيا، جا تي موملَ نہ راڻو:

نَڪا مَسجد تَڪيو، اُت نَڪو تِڪاڻو:

تا تي ٿِين ٿاٽو، جِتي ”مون تُون“ ناهِ ڪا.

4

ڪاڪِ لُڏاڻو لَنگهيا، اَڄ لاهوتِي لال؛
اوري هَڏ نه اَٽڪيا، ٿِيا پرئِين خيالَ؛
حدون پَڃي هليا، جن کي حَد پَڃائي حالَ؛
تن سُرت نه ڪا سَنپال، وڃي وِڃها ٿيا وصالَ کي.

5

ڪاڪِ نه وِيا ڪاپڙي، نَڪِي لُڏاڻي؛
نَڪِي ڍِريا ڍَٺ تي، جِتي رنگ رکيو راڻي؛
اُهي مِڙئي نابود ٿيا، تَن سامِن ساماڻي؛
ٿاڪ ٿيا ٿاڻي، جاتي ”مون تون“ ناهِ ڪا.

6

هِيءَ ڏوها رڻ ڏاهِ، تون ڍولِيو ساري ڍَٺ جو؛
ڪامِلَ تِکو ڪاڪِ تي، چَڙهي ڪرهَلُ ڪاهِ؛
ڪاٽيون ڪَنڌيُون ڪاڪِ جيون، ٻِي لَڳي ٻاغَن ٻاهِ؛
اِهو مُون نَوَن مِهڻو لاهِ، ڪا مِهر پوئي مينڌرا.

7

ڇِڳِي ڳالهه چوانءِ، سا سُڻ ميان مينڌرا؛
”آءٌ تنهنجِڙي آهيان، تون منهنجَڙو آنءِ،

”هيءَ نِڌر تنهنجي نانءِ، آهي وڪاڻِي وَلها.“

8

ولها وڪاڻِي، آءٌ درِ تنهنجي آهيان؛
تُنهنجي ڏَس ڏهاڳَ ڪئي، هيءَ نامِيا نماڻِي؛
هيءَ مَرئي ٿي هاڻِي، تنهن مُنهن ڏيکار ج ميندرا.

9

مومَل ماڻڻ هليا، ڪاپڙي ڪَل دارَ؛
وِچ ۾ آتش دودَ جا، آيِن بُهت بُخارَ؛
ڪي سَڙيا تنهن سوزان ۾، ڪي نَر چَليا نِروارَ؛
ماڙِي ڏسي پَنِيليا، خود ڪَون خَبردارَ؛
ڪي ويا ماڙيءَ ڪَون نِڪري، پِرت نہ جت پچارَ؛
نَڪا صورت اُتهين، نڪا تارَ تنوارَ؛
نَڪو ڏسڻ وارو هو، نڪا سُرتِ سَنيارَ؛
تَن تي چَڙهِي آئيا، بيخُوديءَ جا بارَ؛
ڪين ڏنائون ڪاٿهَين، روءِ نَڪا رُخسارَ؛
”اَلانَ ڪَما ڪَانَ“ تَحقِيقا“ تَڪرارَ؛
لَٿا شورَ شُمارِ، هَمَہ تا حَقُ ٿيو.

## ڪافي 1

تو ڏي هُيَن ڪا تياري،

اِجهي اَجُ سي اِيندئي، ميان!

رکج وڏو آسرو، جي تو محبت ماري،

اُهي نال نہ نيندئي، ميان.

اَچي اَگڻَ تانهنجي، ڏيندئي سي دلداري،

سَنوان طالِع ٿيندئي، ميان.

وڻي گهڻي يارَ کي، زور نہ زياده زاري،

وري پوءِ نہ ويندئي، ميان.

آهي هَتِ حَبيب جي، ڳالهہ ”سچوءَ“ جي ساري،

ڏاڍا ڏاڻ سي ڏيندئي، ميان.

## ڪافي 2

هيڏي اَچڻ جي آهہ، ڙِي، پانڌي يارَ پِرينءَ کي!

پِريان رِيءَ پَرديس ۾، آهي اَسان سان هاءِ، ڙي.

وِهَڻ ڪارَڻ يار سَجَڻ جي، چِت ۾ جوڙِيَمِ جاءِ، ڙي.

پوٿيون هِت پٺايان، لَکَين لاَن لاءِ، ڙِي.

سِڪ سَجَڻ جي ساهَ ۾، ساڻِي تا نہ سَماءِ، ڙي.

سالَ ”سچوءَ“ کي آهي ئي، دوسن جِي واءِ، ڙي.

## ڪافي 3

رويو حالُ چوان، اَلا! جي اَوتي آئِم اوڏاهون!

پايو پانڌُ ڳچيءَ مِ، آءٌ پيرين تن پوان.
سَرتيون اِنهيءَ سوزَ جِي، ناهي سُڌ اوهان.
سُڪن مَٿي ڪينڪِي، آءٌ مَٿيان سورَ سَنوان.
سَڄَڻ سَڄَڻ ٿِي ڪريان، ٻيون لاتيون ڪِين لَوان.
جوشَ تَنهن جا جان مِ، مون کي آهِن نِتُ نَوان.
”سچو“ اکڙين مان ٿِيا، ريلا رتَ روان.

## ڪافي 4

پِرين مُنهنجي اڱڻ، الله توکي آڻيندو!

اَچڻ سَندي اُن جي ٿينديون واڌايون، مبارڪَ جڳُ ڏيندو.
وري وسائج پنهنجِيون جايون، ٺورو مون تي لکَ ٿيندو.
پَلو پنهنجا هنڙا ڪري پلايون، لِڱين مون لائيندو.
خبران ڪِيئن جون اَسان ڏسي آيون، توکي پِرين سارُ نِيندو.
ويو فِراق فَنا ٿي وصلَ ٿيون وايون، ”سچو“ نانو سَڏيندو.

## ڪافي 5

آئين سو ڳالهه سُڻائين،
وَنهيا ڪانگل، تون پلِي آئين!

خط جو آندوئي يا رَ سَجَڻ ڏھون، ھلِي سو نال پڙھيائين.
آءُ نہ جوڙيئين جاءِ اکين ۾، اَج اوڏاھون آئين.
سِگھڙو سِگھڙو آءُ اَسان ڏنھُن، ڏينھن گھٽا چو لائين.
اَچو اَچو تون چو نہ اَچين ٿو، محرم راز رلائين.
نانواَللهَ جي يا رَ ”سچوءَ“ کي، محبن سان ڻ مِلائين.

## ڪافي6

وعدو ڪِيئن وسا ريُوَ،
ڀَلا سائين، ڪيئي ڳالھيون ڳالھيون!

اَسان نماڻن سان يا رَ پيارا، ڪو ڏينھن مانَ گُذاريُوَ.
ڏکَ ڏيئي وئين اگي ڪَون اڳرا، وري نہ پوءِ نھا ريُوَ.
ھيڏانھن ھوڏنھن چِني اَسان کي، پنھنجيءَ ڪَدِ قطا ريُو.
آتڻ چَرخو ويني چوريُن، ڏيئي سو عِشق اُڏا ريُوَ.
سپ ڪنھن ساعت سانول سائين، ”سچوءَ“ ھِت سَنپا ريُوَ.

## ڪافي7

جو تو پير پَري آئين،
تنھنجي ٿوري ھڪ نَٿي پُجان... اَلا، ميان!

عاشقَ ھِتي لَکين ھزارين، لَئون اسان تو لائين.
عَيب اَسان ۾ آھن اَپا رين، اِھي ڀَلا ڪيو تو پائين.

ڏوهَ ڏنگايُون ڏسي اَسان جون، چِتُ نہ اَسان تَوَن چائِين.
راتو ڏينهان يا رَ اَوهان جا، گُڻَ ”سچو“ ٿو ڳائِين.

## ڪافي 8

اَڙي اَلو اَلو، رانوَل آيو راڄَ مِ!

ويَڙا سورَ سنڌو ڪري، اَڄُ پينرَ ٿِيَڙم پَلو.
جنهن ساعت ڳَڏيا سُپرين، سا ساعت ڪنهن نہ سَلو.
ڳالھ نہ ڪريو ڪا ٻِي، ها ريون اَوهين هَلو.
ڏهاڙي ڏسڻ ڪَون، وارُ نہ پَوندو وَلو.
اَصل آهي اُنهن سان، روحَ منهنجي جو رَلو.
”سچو“ ڳَڏيو سَڄڻَ، ڪَرَن لِڳو ڪلو.

## جهولڻو

جاني آءُ ڙي جاني، ميان،
آءُ تا روز پُڇان تِي پانڌيئن.

تنهنجي اَچڻ ڪاڻ هِت، پوٿيون تِي پڻايان،
سَنجهي صبح سَرتيون، تِي پانڌي پُڇايان،
ڏاها تنهنجي ڏيهَ ڏي، تِي ڪانگَل اُڏايان.

پرِين تُنهنجي پار ڏَنهن، اچي قاصد جي ڪوئِي،
حالُ سٽايان پانهنجو، تَنهن رهَبر ڪي روئِي،
جانِي جال اسان جي هاڻي هجر ۾ هوئِي.

دلبَرَ تنهنجي ديس ڏي ٿِي ڏسان ڏيها ڙيون،
نائو تنهنجو سُپرين اَسين وَس نه وسا ريون،
ڪِچيءَ پائي ڪپڙو زور ڪريان ٿي زا ريون.

اُٿي ويني اوٺيان، آءُ پنبڻين مان پاڻِي،
اَچي ڏِسج سپرين تون، حال منهنجو هاڻِي،
درد مَنديءَ جي دل ۾، تنهنجي سِڪَ تا ساماڻِي.

تاڪَوُن سَجَڻ تانهنِجي هِينڙي حيرانِي،
ڏيئي ڏکيءَ کي وئين تون نِيهُن نه نِشانِي،
سدا "سچو" آهي، ميان، تُنهنجي ڪِچِيءَ ۾ ڪانِي.

# سنڌي پورب

1

گَنگا ڪانءِ گُذرُ، آهي ڪِنين ڪاپڙين جو؛
ڪڏهن لوڪ نہ لَڌيا، سدا تَن سَفرُ؛
آهي نامُ مَشَرُ، اُنهن اڏوتِين جو.

2

جوڳِي آهن جي، گوش گنگا ڏي تَن جو؛
آهِن ڪوڏيا ڪاتَ جا، پُڻ ڪاپڙي ڪي؛
سِرُ سنباهِن سي، جنين ناتو ناٿَ سان.

3

جوڳِي جال ڏنامَ، پر ڪو ڪو لَيي ڪاپڙي؛
هي ويهي وسيَن مِ ويا، هو نہ لوڪِ لَڌيامَ؛
تنين ڪانڻ ٿِيامَ، هَي هي هِهڙا حالڙا.

4

جوڳِي جالَ ٻُجهَن، پر ڪونہ لهان ڪو ڪاپڙي؛
تن ڳُڻن پرين جِيون ڳالهڙيون، ٿيون ”سچل“ ساهَ سُجهَن؛
لوڪِ نہ ٻئي لُجهن، ٻگر نالي ناٿَ جي.

5

جوڳِن اوري جُوءِ، جي لوڪان لعل لِڪي ويا؛

لاهوتي لنگهي وڃي، حُر پيا مِ هُوءِ؛
راسِخَ روبروءِ، وڃي ٿيڙا ناٿَ جي.

6

جوڳِي آهن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هي مِڻ مِڻ ڪَنِ مَٿِيَن سين، هو ڪڙا مٿي خيالَ؛
سي لانگوٽيا لالَ، پينڊ پاڳِ ملن مون.

7

لوڪين لاهوتِي، ڪنهين پَر نہ پرِپيا؛
سي پنهنجي رڪِي پور ويا، سالِڪَ ثابوتِي؛
اُهي اڏيءَ آڏوُتِي، نانگا ويڙم نِڪري.

8

ڪري لنگهيا لوڪَ مؤن، لاهوتِي لوڙا؛
گهوڙا ڙي گهوڙا، جو مون من مستانو ٿيو.

9

پُورب چڏي پوءِ، آڏوتِي اڳي ٿيا؛
ويا اُڪنديا اڳنان، نہ ڪنهن لَڙيا لوءِ؛
رِجائي رتُ روءِ، ويني واٽڙِيَن تي.

10

جوڳِي جالَوُن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هو هلي ويَڙا حالَ مِ، هي قابو مٿي قالَ؛

هَي هَي مُنهنجي حالَ، جو حالُ نہ پيو هَٿِ مُون.

11

جوڳِن هِت جايون، جي هُنَ لوءِ لِڪي ويا؛
تپش تيش تَن کي، وجَن لاهوتِي لائُون؛
ووءِ ووءِ واتِ وِجهي ويا، وَيراڳي وائُون؛
آڏُوتِن آيُون، خَبران ڪاتِي ڪُسَڻ جِيون.

12

جوڳِن آهہ نہ جنگِ، هِن سُلوڪي سبَ سان؛
جيجان هن جهانَ ۾، هِن طُريلا تَنگَ؛
ڪنهن جي رتا رنگِ، ماڻڪ مُنهن مَشعلان.

13

لاهوتِي هِنَ لوءِ، آيل آهن اَجُ پِي؛
ووءِ ووءِ اجان پَوندِي، پوربِنَ جِي پوءِ؛
اِن ڪاپڙِيَن کي ڪوءِ، سَگُر مَنجھ صَحِي ڪري.

14

لاهوتِي مَون لوڪَ، ٿورا ڪري لنگهيا؛
سدا سامِيڙَن تي، محبتَ وسي موڪ؛
سي زائر منجهوُن ذوقَ، ڪَنڌُ ڏِيَن ٿا ڪاتَ تي.

15

ڪاپڙِي مون ڪالهَ، اجان ڏنا ڏيهَ ۾؛

هَي هَي منهنجي حالَ، جو ساڻُن ٿِيس نه سنگِتي.

16

هُو جي ڏنا ڏيهِ، ڪالهه اَجا مون ڪاپَڙيءَ؛
سي اَڄُ لنگهيا لوءِ مَون، دانهَ چَڏي ديهِ؛
ها ريُون هُوءِ هَڏيهِ، موٽَن ڪِين مَڪانَ تي.

17

پُورب پَنڌُ نه آهِ، ڪڏهن ڪاپڙِيَن کي؛
جِت ماڻهو ميڙاڪو ٿئي، سا جُوني جوڳِين جاءِ؛
سامِي سِرَ سواءِ، سودو ڪن نه ڪو بيو.

18

پُورب آهه نه پَنڌُ، ڪڏنهن ڪاپَڙِيَن کي؛
سي ڏيندا ويراڳِي وِجِي، ڪاتَن مٿي ڪَنڌَ؛
هوءِ سَندنِ هَنڌُ، جو لُڙ ڳَڏجي لَعل ٿِيا.

19

پُورب رکِي پيرُ، ڪَن پُڄ پَراهين پنڌَ جي؛
بيو ڪو وِجي اتهِين، ڪاپَڙِين ريءَ ڪيرُ؛
جنهن کي ڦِڪَلُ نه ڦيرُ، ڪنڌُ ڏيندو سو ڪاتَ تي.

20

پُورب پنڌ نه ڪن، ڪنهين ويلي ڪاپَڙيءَ؛
ڪوڙِ ڪَپائڻ ڪنڌَ جو، توڙئون آهي تَنَ؛

”سچل“ سدا سامهون، آڏي آڏوتن؛
سي وِچي ڪاتِ ڏين، گَردنون ڪنيو غار ۾.

21

جاڏي پُورب پنڌُ، تاڏي آءُ نه وڃڻو؛
هي هِنن جو هنڌُ، منهنجو هنڌُ هِنگلاج ۾.

22

پُورب پُڇيائون، پَر پيرُ رکيائون پَرنان؛
اوريان پَريان پنڌ ڙا، سي لَس لنگھيائون؛
اِئين اُتيائون، ته گُر اَسين نه گَڏيا.

23

پُورب ڪانءُ پري، نانگَن نظر آهه تا؛
نِگھ وجهن ناثَ تي، پرِيَون پير پَري؛
مَنجهؤن ذوق ذري، گُر گَڏيا وِچي گود ڙيا.

24

پُورب پَير ڏرن، ڪن وِچَٿَ پا رهين پنڌ؛
تي؛ قدم رکي ڪاتَ تي، ڪنڌُ قربان ڪَرن؛
ڪوڏؤن ڪاپَڙن، ”سچل“ سِر صدقي ڪيو.

25

مٿي ڪاتَ قَدمُ، ڪاڪيون ڪاپَڙيَن جو؛
سنسو ميٺي سروپ ۾، ”سچل“ ٿيا سي سَمُ؛

سدا ساميڙن جو، ڏمامين سان ڏمُ؛

آديسي عَدمُ، ٿيا نالي اَندر ناٿَ جي.

26

ويا هَنُؤن ويھي، اَجا ڪالھ ڪالھوڻي ڪاپڙي؛

آيل آڏوڙن جي، ڳالھ ڪريان ڪيھي؛

”سچل“ ساري سڪ مان، گا روڙي گيھي؛

پُورب ۾ پيھي، وڃي واصِل ٿيا وصالَ کي.

27

هَي هي ڪالھَ هِتاءُ، اَجان لاهوتي لنگھيا؛

ڪونَ وڃڻ جو مون ڏنو، ساميڙَن سَماءُ؛

تا ڪو پوي پِرياءُ، مَن لاهوتن جو لوءِ مَؤن.

28

ويا لاهوتي لالَ، لورا ڪري لوءِ مَؤن؛

ڳالھ نہ ڳَرھَڻ جھڙي، مگر مُنهن مَشعال؛

هَي هي هِھڙي حالَ، ساريون سي سَڌَ مَران.

29

جو پَنڌُ جوڳيڙن جو، سو آڏوڙن آجاءِ؛

گنگا ءِ گرنار ڏي، جوڳِن پَنڌُ جُڳاءِ؛

پنڌُ اُنهين ڪَون پَرنان، آڏوڙن کي آءِ؛

تان تان ڻين نہ جاءِ، جان جان ريجھَن نہ رامَ سان.

30

ڪوڙين قرباني، آءٌ تا ڪاپڙين تون؛

ڏيئي ويا جي ڏيل کي، هَي هَي حيراني؛

ما ريون مِهماني، آءٌ تا سِرُ ڪرينديس صَدقو.

31

ڪري لورا لنگھيا ، هَي آڏوتي اَجُ؛

مون هَئون اَمان پَچ، جو آءٌ بہ وينديس اَن سين.

## ڪافي 1

آءٌ ڪوڙين ثيان قُربان، جوڳِيڙن جي جات تَون!

ڪاڪيون ڪاپَڙين جو، ڏاڍو آهي مون اَرمان.

آيل آڏوتِن جو، آهي گنگا ۾ گذران.

نانگن سَندي ڳالهڙي، هِت پورب ۾ پَروان.

”سچو“ ناٿ نِهارين چو ٿو، ٻئي هندِ ٿي تُون مِهمان.

## ڪافي 2

ساڳِي مون تا سجاتو،

اُهو جيڏيون يار منهنجو!

اَصل لاڪُون آهي انهيءَ سان، هن نماڻيءَ جو ناتو.

نہ ڪو ٿي ڪري جوڳِي اِيندم، چاڻُ نہ هيئُن مُون چاتو.

ڏِسي صورتَ ساري سُهڻِي، عشق اُنهيءَ سان مون لاتو.
هِيءَ نماڻي عينَ هاڻِي، پيچ پاڻهي تَن پاتو.
سَهَو ”سچو“ ري ڏسي اَسان جي، چِٽُ نه دلبر چاتو.

### ڪافي 3

جِيجان زلفن واري،
اُنهيءَ ساميءَ مَن موهيو!

باه برهِ جي اَندر اَسان جي، ويو سو ڀَڙڪِڻ باري.
هِجر فراق پِيي وو يار اسان کي، ڪُوڪان ٿو هِت ڪاري.
جوڳِي ڪِيڙُو جيءُ اسان جو، مونجهه اُهو ٿو ماري.
اَچڻ سنديون يار اوهان جون، ”سچو“ واٽان نِت نهاري.

### ڪافي 4

ماري ويو ڪالهه رات،
سونهن پريو سو تا ساميڙو!

راتو ڏينهان روح کي، طَلب تَنهن جي تات.
ڪِينَ سُڃاڻم سرتيون، تا ڪهڙي آهي ذات.
سور نه جهلڻ جِهڙو، ها ريون ڙي هيهات.
اَنئي پهر تنهن جِي وائي، ”سَچوءَ“ کي آهي وات.

## ڪافي 5

جو هوءِ ورونهن وارو،
جيجان ڳڏيم سو تا جوڳيڙو!

اڳيڻ پوئيڻ ڳالهه جو، خيالُ سَلياڻين سارو.
سُورن جي سوغات سان، آيو اوڏانُهن وڻجارو.
پَسڻ سان پيدا ٿيو، سيني مَنجهه ستارو.
صورتَ تنهن جِي سقِري، مَشعل مُنهن موچارو.
جُزِي وينو جان مِ، بِرهه اُنهيءَ جو بارو.
آهي ”سچوءَ“ جو سرتيون، اِهو اڪين جو اُجارو.

## ڪافي 6

ڪهڙي ڳالهيوُن يارَ، ڪِيتُئِي بيراڳِي اسان کي!

درد منديءَ جي دل تي، باري چا ڙهيئي بار.
اَصل ڪَون آرام وڃايا، جانِي تنهنجي جار.
مون کي يار جدائيءَ ماريو، آءٌ روئان زارو زار.
ڪيئي داناءَ ديوانا ڪِيَڙا، تنهنجي حُسن هزار.
غمزي سانڻُ غلام ڪياسي، ”سچو“ ري سردار.

### ڪافي 7

هَي هَي هِن حالَ وي،
سَڳَر ٿيس نہ سامِيڙن جي!

منهنجو آهي ڪم ڪاپڙين ۾، نا تہ جوڳِي آهن جال.
ويرَ ويساهي نڪري، اُهي رات لانگوٽيا لالَ.
ڳوليان ڦوليان واٽڙين تي، جي ڪُهِي ويڙم ڪالهہ.
ڪاتَ اُتي ڪَنڌ آڻ ڪَپاوڻ، لاهي جيءَ جنجالَ.
منجهہ گوداوريءَ من ڳڌجن، جن جا خواب خيالَ.
راتو ڏينهان آهي هوتن جِي، ”سچوءَ“ ساهَ سنڀالَ.

### ڪافي 8

اُڏر پکيڙا پار پرينءَ جي، خبر مون آڻي ڏئين، لا!

ڪِين ڏنئي سي سُپرين، واٽ تا ڪنهن بيءَ وئين.
پار ڙي ويهي پِرين جي، وِڃي تون واقف ٿِئين.
سُڌ سيائي مون ڏئين، جڏهن پاڻِي اکين جو پِئين.
سوز ”سچوءَ“ جو پاڻ سان، ادا ڙي نازڪ نِئين.

### ڪافي 9

عاشِقُ ڪِيتُئي اُداسِي، وهواهہ ڳالهہ خاصِي!

روز ازل کؤن لؤن لؤن منهنجي، واءَ ورهَ جي واسِي.

دِلڙي اسان جي سُهڻا سائين، ڦريون ڪِيَئي ڦياسِي.

هيڏي هوڏي ڪين وياسي، باسَ اِها اَسان باسِي.

بيخوديءَ مون باغ بها ران، خوديءَ کانءُ خلاصِي.

بِره آنجي ڪيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سنياسِي.

# سارنگ

## داستان پهريون

1

مون مِ آهين تون، تو مِ آهيان مان؛
بجلِي بادل سان، آهي جيئن سُپرم.

2

سارنگ سندا ساٿَ، سرتيون سانڻِ آئيون؛
ڦيريو راڳِن ٺاٺَ، وِڄُن ويس وَس ڪيا.

3

پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونڀار؛
وِڄُن ۽ وَڄڻ سان، چڙهن ٿا چوڌار؛
اُڀي کي آڻيندي، لڏئون سِنڌُ ڙِيءَ سار؛
ساوا ٿيا سَنگهار، موليٰ سَنديءَ مِهرَ سان.

4

موليٰ سَنديءَ مِهرَ سان، ساوا ٿيا سَنگهار؛
ڏِلهي چڙهيو ڏُٽ سان، ڏوٿيين ڏِيار؛
ترايون تجل جون، ٿيون تارون تار؛
سَو راهين سنوارَ، صاحب سَٽائي ڪَئي.

5

ٻهه ٻهه ڪندا آيا، ٻيهر ٻڪروالَ؛
ڪڪرن جي ڪڙڪاٽَ ڪان، ويا ٿِهي مالَ؛
آهُن ۾ اِڇي پِئي، چونگن سندي چالَ؛
منڌائتي منڊل ڪيا، جر اُنا جالَ؛
ٻلر سان ٻُسي پيا، پنهوارن ٻلالَ؛
جهُري پيون جهوپيون، جهانگيڙن آجهالَ؛
ننگو ڪَج نه ٻِنڌ ركي، ٽماٽن ننگ پالَ!
جَنِ جا هِهڙا حالَ، تن پرور پَت رکيج تون!

6

مهرَ سَندا مينهَن، شاهه وسائين شَل!
جهُرِيَلَ منهنجي جهوپِڙي، ٻنا جهَلي جهَلَ؛
ڪاهِلِ تي ڪَهَلَ، ڪندين شالَ ڪريمَ تون!

7

وِجُن وِکَ وَڌائي، وَسَڻ وَسُ ڪِيو؛
وَجَڻ واڄا واه ڪيا، ٻلُر ٻوءِ ٻلِٽيو؛
”سَچا“ سائو ٿِيو، سيڪو سارنگ آئي.

8

نا زڪ سندو نِينهُن، آهي اِئين جيڏيون؛
پنهنجي رائي ريج ڪَري، جيئَن ساوڻ مِينهُن؛
راز رکي تو ريهُن، مَن ۾ محبوبيءَ جو.

9

راتاڪو ريھُن سان، رِنڊَ ڪيائين ريج؛
پَٽَن مٿان پَلِٽيون، هِيرون مَنجهان هيجَ؛
بَرن ۾ بهارَ ڪئي، گلزاريءَ جي گيجَ؛
”سَچل“ سارنگ سيجَ، سونهين ساوڪ وچَ ۾.

10

سارنگَ رنگَ ڪيا، پويا ڙيءَ پَٽَن تي؛
پَڪَر پاپاٽن جا، پَلَر پِي ڏيا؛
ڏيهان ڏرت ويا، مولِيٰ سنديءَ مِهرَ سان.

11

عالمِ کي آگاھ، سارنگ ڪندو آئيو؛
ڳُڙَ جيئن گوڙيون ڪَري، ڪاھيون اَچي ڪاہ؛
وايوءَ سان وارا ڪري، ٺاھيو اَچي ٺاہ؛
وَسايائين وَڏَ ڦڙو، واٽن تي واہ واہ؛
گلزارين ۾ گاهه، پَٽَن تي پڌرا ٿيا.

12

اَج پڻ پورَبَ پارَ ڏي، ڪَڪر ڪَڪوريا؛
سارنگَ سُرَ سُرائتا، ساجھري سوريا؛
سُر منڊل ۾ سارنگيون، چَنگ چگا چوريا؛
اُپَ اُتي اوريا، طَبَلَ تارون تيج سان.

13

وسِي پيو وَڏ ڦڙو، پِنيون پٽ پَريون؛

پَٽا ريون پِٽُن تان، وٿاڻن وريون؛

ڪِرن جو ڪَريون، چاڏين ڏنئون چاه مان.

14

چاڏئين ڏنئون چاهَ مان، ڪيرن جون ڪَريون؛

وهائينديون سي آئيون، ٿَڻ مان ٿريون؛

پَٽا ريون پريون، آيون وسائي وَڏ ڦُڙا.

15

والي وسائيج، درد منديءَ جو ديس؛

پِرين مون پرديس، اُنِي اِيندم اُوڏڙا!

16

مُندون موٽي آئيون، جهُڙ جهجها جوٽيون؛

پَلَرَ ساڻ پُر ٿيا، پوٺا ۽ پوٺيون؛

پَسِي مِينهن مهر جا، ميهيُون اَجُ موٽيون؛

چَريو اَچن چوٽيون، وٿاڻن ولَر ڪيو.

17

والي وري تون، وطن تي وسَ ڪرين؛

مِينهن وسندي مون، سچڻ سا ريم سُپرين!

18

ديسا ديس وسِي پيا، رحمتَ جا درياهَ،
گلزاريون ۾ گاهَ، پونن تي پڌرا ٿيا.

19

سارنگ سعي ۾ اَٿي، "سچل" سستِي ڇڏِ،
مٿان ايندءِ اوچتو، هاڻ نه مُڙندءِ هَڏِ،
اَجهاپِي ڪا اڏِ، وسَڻَ ڪان اَڳي وڃِي.

20

سارنگ ساري رات، رڻ مٿي ريج ڪيا،
پَکن پرڙا سوئيا، پره ڦٽيءَ پرِيات،
پَنن تي پڌرا ٿيا، گُل ڦُلَ پاتون پاتِ،
وائي سپ ڪنهن وات، "سچل" سارنگ ساٺ جِي.

21

سارنگ صبح آئيو، گوڙيون ڪري گاجِ،
هاري هَليا هاجَ، ڪُڙمين هَر ڪُلهي ڪيا.

22

پينر نا پائيو، ته بوندنِ ڪَئي آ بَس،
اِجهوڙِي آئيو، ورِي ويٺر وترو.

23

اکين آب وهائيو، سرتيون سارِي راتِ،
وهائِن وڏ ڦڙو، پرچن نا پرِياتِ،

پينر ڪان بَرساتِ، اکين اوتڻ سکيو.

24

هِڪ وسَڻ بيو وڄَڻ، تيون لَهي پيو سيءُ؛
جهوري وڌئين جهوپيون، چَن وڏائين چِيءُ؛
رنُن جو رڻن ۾، واهَ وسيلو ٿيءُ؛
حال جنين جو هيءَ، تَن پَرور رک پناهَ ۾!

25

اَول آنڌي آئي، پويان جهُڙ جهَجهو؛
نڪو اولو آسرو، نڪو اوٿَ اَجهو؛
ڏهيلين ڏجهو، تَن پروَر رک پناهَ ۾!

26

اَول آنڌي آئي، پويان ٿي برساتِ؛
رعد جي رڙين ۾، پيٽي نه هُئي باتِ؛
ويچارين ورن جي، وائي هُيَڙي واتِ؛
مٿان وسَڻ هينان چِڪڻ، سيءَ مُيون سپ رات؛
پرهِ ڦٽي پِريات، ڪڻڪان ڪانڌين ڳَڏيون.

27

اَڄ پوربَ پار ڏي، ڪَڪَرن ڪديا ڪوڙَ؛
صبح ويل سويَل جو، سا رنگ لاتِي سوڙَ؛
وڄن واجا واه ڪيا، مينگهه بَڌا اَڄ موڙ؛

لوڪان لاٿِي لوڙَ، مولِيٰ پنهنجي مهر سان.

28

اُتَران اوري، بادل بَرسِي آئِيا؛
سُرَ سُريلا سوز جا، سارنگ ٿو سوري؛
گهوري مان گهوري، اجهو اڱڻ آئِيا.

29

اُتران اوري، ڪئِي چِمڪٽِي چِمڪاٽ؛
اُتان ڪيائِين اوچِتي، لس ٻيلي تي لاٽَ؛
مندلَ ٿيا مَڪرانَ تي، گوڙن جا گڙگاٽَ؛
ڪَڪَرن مٿان ڪيچ جي، ڦڙڪِي ڪاڏا ڦاٽ؛
وري ورتَئون واٽ، ”سچل“ سائِي سنڌ جي.

30

سچلَ سائِي سنڌ جي، وري ورتائون واٽَ؛
جهُڙ ڦڙ جهُلي آئِي، جهِنڪو ڏيئِي جهاٽَ؛
وسِي پيا وڏَ ڦڙا، گهيڙ پُسائِي گهاٽَ؛
لاٿِي اڄ اُساٽَ، سارنگ سنگهارنَ جِي.

31

سارنگ آيو صبر ۾، بوندن ڪئِي بَس؛
رنگا رنگِي رسِ، قَزح ڪَڍي نيل تي.

# هير رانجهو

## داستان پهريون

1

چڏي ملڪيت مال، رانجهو رِڻُ چڙهي هليو؛
قسمت ڪَيُس ڪنگال، نہ تہ حاڪم هو هزار جو.

2

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال؛
مسڪينيءَ جو مردَ کي، خطرو نڪو خيال؛
محبت مستانو ڪري، هھڙو ڪِيَڙس حال؛
پُڇي جهنگ سيال، حُب نہ تخت هزار جي.

3

مالڪ اُنهيءَ مُلڪ جو، رانجهن مان راجو؛
الف کان عطا ٿيو، ڏکن جو ڏاجو؛
عشق ڪَيم آجو، دنيا جي ڪُلَ دردَ کان.

4

مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آءٌ راجا؛
ڪانِي مون کي قلب ۾، قربَ هئين ڪا جا؛
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هُيَم لوح ۾.

5

شاهِي هُيمر شان، دلبر پنهنجي ديسَ ۾،
اُتان آيس اوچتو، کڻي سورن جو سامان،
چا منجها رؤن چا ٿِي آيس، اهو اٿمر اَرمان،
حيرت ۾ حيران، مون کي هِير هِتي ڪيو.

6

رانجهو هُيس راڄُ، مالڪ پنهنجي ملڪ جو،
اديون عشق اندو ڪيو، پيَرَم ڪِين سَماءُ،
گهُورن ڪيمر گهاءُ، هِتي اَچي هِيرَ جي.

7

اَچڻ اوکو مون هُيو، ها ريون آندم هِيرَ،
پنهنجي لِکئي پاڻ کي، پاڙڻ پَئي تقديرَ،
ڪانه هلي تدبير، قسمت قيد الماءَ سان.

8

جوڳيا وِسَ ڏِکي، لاٿمر سپ لباسُ،
پَٽ پٽيهرَ بافتا، نيٺ ڪيمر ناسُ،
ڪيو نينهن نِراسُ، دنيا جي درد کان.

9

مون کي ماءُ ڪيو، چوچڪ ڏيءَ چريو،
عقل هوش نيو، منهنجو محبت وارئِن.

10

چوچڪ ڌيءَ چَريو، مون کي ڪيو ماءُ؛

پيَرَم ڪونہ سماءُ، آيل عشق اندو ڪيو.

11

شاه هزارِي هوت کي، محبت ڪيو مِهارُ؛

عاشقن کي عارُ، ڪهڙو آهہ قريبَ کان.

12

مور نہ محبت کان مُڙان، هتي اَچِي هاڻ؛

ڪاڻڪنين جي ڪاڻ، ڳنون چا ريندس ڳوٺ جون.

13

ڳنون چا ريندس ڳوٺ جون، ڪاڻڪنين جي ڪاڻ؛

اها روح رهاڻ، مَنَ پِي ميلي محب سان.

14

ڪاڻڪنين جي ڪاڻ، ڳَليين ٿِيس ڳنوارُ؛

من مون ملي يارُ، لهَنَ ڏولا ڏيل جا.

15

نورنگ ندورو، کيڙو وجهان کوهَ؛

رانجهو منهنجي روحَ، سدا وسي ٿو سرتيون.

16

ڪيڙيي نا ميڙيي، مولِيٰ مون کي جيڏيون؛

جهَنگ سچو جهيڙي، ته به رانجهن منهنجي روحَ ۾.

17

ڪيڙو وجهان ڪوهِ، نورنگ ندورو؛

دل اَٿم ديرو، هزاريءَ جي هوت جو.

18

واحدَ شالَ وجهين، چڳي چوچڪ چت؛

پَرور رکين پَتِ، سدا سِڪَ وارئين!

19

ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪَپڙتالُ؛

وِڌؤن وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏسُ چندالُ؛

مادر مِهڻا ڏئي جهجها، جهيڙي جهنگ سيالُ؛

منو مون مِهوالُ، مون ڪان مور نه وسري.

20

هَر هَر وينو هِير جي، رانجهو ڏسي راهَ؛

وينو وڃائي وَنجهُلي، چاهون تي چناهَ؛

سانديو وتي ساهَ، ”سچل“ سور سڄڻ جا.

ڪافي 1

جو جوڳي زلفن وارو،

سو سامِي مون تان ڪين سُجاتو!

ڳَل ڪئي ڪفنِي دست پَهوڙا، مشعَل مُنهن مُوچا رو.

انگ پيوت بنائي آيو، بيڪ پئي وڻجا رو.

پئي لباس ڪو رانجهو اِيندو، چڙي تخت هزارو.

سبب اِنهيءَ ڪَون ڪين سُڃاتم، ماريو مُئيءَ لئہ وارو.

”سچو“ سُڃاتو رانجهو آهي، جڏهن جمال سَليائين سارو.

## ڪافي 2

جو اڱڻ پيهي اَچ آيو،

سو سامِي مون تا صحيح سُڃاتو!

بيراڳيءَ جو بيڪ ڪري، تنهن ڪيڏو هنر هلايو!

سَر جهَنّائون جوڳِن واريون، تنهن لِڳين بسمو لايو.

مُرليءَ مست آواز اُنهيءَ جي، منهنجو روح ريجهايو.

رانجهو تخت هزاري وارو، مولِي آڻي مِلايو.

عطر عبير اِنهيءَ جي ڪارڻ، مون تا مُشڪ مَلايو.

پياري هِي سِر پاڻون چاڙي، ”سچوءَ“ کي سمجهايو.

## داستان ٻيو

1

لوڏي ڪَديائون لوءِ مان، رانجهَنُ رمزدار؛

جاتي هليو جان تي، جوڳِن جو جنسار؛

مُرلِي مَٺيادار، چوريون وتي چاهَ مان.

2

اَلستِي آواز ڪيو، منهنجي ڪَن پيو؛
هِردي اندر هِيرَ جي، آهي ڪونهه پيو؛
مُرليءَ مست ڪيو، جوڳيڙن جي جيڏيون.

3

ڪاريهَر قتِيلَ، گودين وڏا گودڙئي؛
مَنڊيو وتي مَنڊن سان، نانگ نسورا نِيلَ؛
رانجهَن جي رسِيلَ، مُرليءَ مستانا ڪيا.

4

مُرليءَ تي تنهن مَردَ جي، ڪنيا ڪاريهرن ڪَرَ؛
بِرَ چڙهي ٻاهر ٿيا، نِيلا نڪري نَرَ؛
زهري منجهه زهَر، جوڳيڙي جهَٽي وتا.

5

جن کي اَديون اوچتي، ڪاٽيو ڪاريهَر؛
تَن جي خاص خَبَرَ، جاڃيو جوڳيڙن کان.

6

جاڃيو جوڳيڙَن کان، تن جي خبر خاصُ؛
نانگن ڪيا ناسُ، سِنگهَڙ سان سَوَن مٿي.

7

بِرَ مان ٻاهر نڪري، ڪاري ڪنيا ڪَرَ؛

ڏرُ اِنهيءَ جي ڏرَ، جهين ڏرُ نه ڏيهه ۾.

8

سَپ سُجا ٿئون ڪِين ڪِي، جوڳن ماري جڪ؛
جنين سِنگهيو ڪَڪ، سَپا ڳا سي ٿِي ٿِيا.

9

ڪُنڊَل ڪَنَن ۾ وجهِي، خان چڏي خانِي؛
جوڳيسَرُ جانِي، راوِيءَ طرف رَوِي هليو.

10

راوِيءَ طرف رَويو، جوڳيسَرُ جوان؛
هيڪر هِيرَ اُڪيرَ ۾، مَرد ٿيو مستان؛
سورن جو سامان، "سچل" سانڱ کڻي هليو.

11

چڏي چاه چناب جو، راوِيءَ ڏانهن رويو؛
مُرليون سُرليون، وڄهليون وڄائيندو ويو؛
ٿانِيڪو ٿيو، سو نانگو نورنگ پُر ۾.

12

جوڳي آيو جُوءِ ۾، مرڪڻو مَڏدار؛
مرلي مستانا ڪيا، جنهن جي لک هزار؛
ڪاريهر ڪَرَدار، نِيلا ناڳ نوائيا.

13

مندَڙا ، مَڙهي، جوڳي آيو جوءِ ۾؛

پڙهيو سو پڙهي، مَندَڙا محبوبن تي.

14

تُنبيون تَن تَٽي، جوڳي آيو جوءِ ۾؛

ڪنهن جي قُربَ ڪَٽي، رانجهو روليو رُجَ ۾.

15

نيٺيءَ نورنگَ پور ۾، ويهڻ وهہُ ٿيو؛

ڏوراپا نہ ڏيو، جنهنجو چاهہُ چناهہَ سان.

16

نيٺيءَ نورنگَ پور ۾، ويهڻ ٿيو وهہُ؛

قِسمَت ڪاريا ڪَمَڙا، مانديءَ لِکو مِنهہُ؛

ورهؤن ڪَڍي وهہُ، ورهہَ سندي واسِينگ جو.

17

هاريءَ ڀِڏي هيرَ، مُرليءَ ڪَئي مَکَنُ؛

"سچو" وسري ڪِين ڪِي، ويچاريءَ وَچَنُ؛

لانگوٽيءَ لَڱُ، لِکيو جنهن جو لوحَ ۾.

18

هُتي ڪير هُيس، هتي آهيان ڪيرُ!

سالم اهي سيرُ، "سچل" سِڪَ ڪَرائيو.

## ڪافي

آءُ اسانجڙي ديري،

توکي گهڻو سا ريان ٿي.

نا تہ مُحب مَران ٿي.

تون تا ميڏا، مين تا تيڏي، کهِ گهتان سب ڪيڙي،

هِت گهُنگهر گها ريان ٿي.

اڱڻ ساڏي آءُ پيا رلَ، لهِ پوَن سب جهيڙي،

تولئہ هَنجُون ها ريان ٿي.

# جوڳ

## داستان پهريون

1

ڏوٽِيءَ منجھ ڏيانُ، آهي آڏوڻِن جو؛
ڳُم ٿِيي ڳُرڳم ڳودڙيا، ڪن ڳروڙي ڳيان؛
اَصل ڪان اَشنانُ، ڳنگا جمنا تَن جو.

2

پورب پَنڌ نہ وڃڻا، ڳِرنا رِي ڳمنامِ؛
ويچاري ٿي واٽ تي، ڪَرن ڪين وسرامِ؛
سيني ۾ سَنگرامَ، سَچا سَنياسن جي.

3

پوربَ سندا پيرَ، لاهوتي لَٿي ويا؛
ڳِرنا ري ڳُنيرِ، سَچا ڳُمِ ڳُرڳيات ۾.

4

ورلو ويراڳِي، ڳِيانِي، ڏنم ڳودڙيو؛
ڀُليا ڏنم پيرَ ۾، پوڳِي ءِ پاڳِي؛
طالبُ تِياڳِي، لَڪن ۾ ڪو هيڪڙو.

5

جوڳِين جٺائُون، جوڙي جوڙيون جان تي؛

چمنا ٻڌي چيلهہ سان، ٽنيون ٽٽايئون؛
جنجيرن سان جهان تي، ڪِشتا ڪَڙيائون؛
گروڙي گائون، پورب پنڌ پُڇي ويا.

6

جوڳي پا تون پات، پَر منهنجو آڏوڻِ سان؛
سَفر ويا ساجهري، رهيا رُڳي رات؛
طلبَ تنين جِي تات، راتيان ڏينهان روح کي.

7

آهِن اَڪيچارَ، اَنترمُک اڌوتَ؛
پورب سي نہ پُريا، نہ ڪِي ڪَن پرچارَ؛
اَنَ ئي پهر اَچَ ۾، رهن سي گُم گارَ؛
سَچَل سَنسڪارَ، سَنسا تِن وڃائيا.

8

اَجا آڏوتِي، آهن اڪيچارَ؛
اَوديا اَهنڪارَ، پَڃِي جن پورا ڪيا.

9

ڪاپڙي ڪَن ڦاڙَ، آيل اَچ لنگهي ويا؛
مَست ڪري ويا مَن کي، مُرلين سان مٽيارَ؛
تَن جوڳيڙن جي جاڙَ، مون کان مُئي نہ وسري.

10

ڪا پِرِي قنديلَ، ڪنيو ڳهمن گودڙيا؛

ڇَپَٽ ڪري ڇپَن ۾، وتن ڪا ريهر قتيلَ؛

مُندن مُرلين سان اُهي، آذوتي اَصيلَ؛

"سچل" سِڪ سَبيل، جيءَ ۾ جوڳيئڙن جِي.

11

لاتِي لاهوتِين، ڏرم جي ڏوٽِي؛

پَنبهِ جي پوٽِي، ساڙي سنياسِي هليا.

12

جهونا ڳڙه جي جوءِ ۾، جوڳين جوڳُ اَجوڳُ؛

پوڳين پوڳُ اَپوڳُ، پاڻُ وڃائي پانهنجو.

## ڪافي 1

محبت جي مَي ماريو، ڙي مون کي؛

ڪاڪيون ڪنهن سان ورهُ وراهِيان!

عقل علم سپ چوڙ ڏتو سِي، عشق ڏنو اولارو.

اکيان کول نہ ظاهر ڏيکين، سير سجڻ جو سارو.

پُرجهي پير ايذاهِين پايو، هوت اَتوَ هاڪارو.

محبت مون منصُور وجهايو، ڦِچيءَ جي وچ ڳارو.

سَنبرُ "سچيڏنا" چوڙ سانباها، ورهَ ڪيو جان وارو.

## ڪافي 2

ياڪِي ٿيو يار اَسان ڪون، دل نماڻيءَ جِي ڪَسي!

ويني ڏِسان واٽ اوهان جي، مانَ ڪو رهبر رسي!

اَچڻ هِن جو ايڏاهين، ڏيهه سنڌئي ڪو ڏسي!

سِر ”سچوءَ“ جي يار سدائين، وره جو مِينهڙو وسي.

## ڪافي 3

ڳالهيون ڳا رن ٿِيون، ميان، دل کي دوستن جون، ميان!

ياد اَچن جي ڳالهيون، اُهي ڪوڪان ڪا رنِ ٿيون.

هو جي ڪيائون ڳُجهه ۾، اُهي مامان ما رن ٿيون.

ڳُڻَ واريون ڳالهڙيون، اُهي پا رڻ پا رن ٿيون.

پَسَڻَ ڪا رڻ اکڙيون، صاحب سا رن ٿيون.

پاڻِيءَ ڳاڙون رَت جا، هنجو ها رن ٿيون.

اکيون ڏسَن نہ غير ڪو، واحد وارن ٿيون.

”سچو“ اُهي ڳالهڙيون، نِت مون کي مارن ٿيون.

## ڪافي 4

تنهنجي آهيان آءٌ، پنهنجي ڪري جاڻ!

جاڏي تاڏي توهين دلبر، ڪاڏي ڪاهيان آءٌ.

هونديس اوهان ساڻ.

آءٌ ڪنيزڪ تون تان سائين، سَگ نہ ساهيان آءٌ،
چيٽڪ ڪَيس اَچاڻ.
سِڪن ڪيئي تو لَئہ سانولَ هِڪ تا چاهيان آءٌ،
صدقي ڪيمُ پاڻ.
تو هَئون ڀاهر سُڻ "سچو" ري، ڪنهن دم ناهيان آءٌ،
پنهنجو جهَلج ڀاڻ.

### ڪافي 5

تنهنجي ڪارڻ ڪاريو،
هوءِ هوءِ هوليڙو!

ڪنهن سان ڪريان سُپرين، تنهنجين ڳالهين ڳاريو.
ڪنهن در ڏيان دانهِڙي، تنهنجي محبت ماريو.
آگ عِشق جي اَندر اسان جي، ڏاڍو ڀارڻ ڀاريو.
آءٌ اوهانجڙي آهيان، وارِلي ڪِيم وساريو.
ڀاٽئون پاسي نہ ڪريو، سگ "سچو" پنهنجو ساريو.

### ڪافي 6

سُهڻا توکي ڪيهو هاڻِي هاڻِي،
ڏوراپو ڏيان، پلو مَن موهَڻا ؟

وس ويچاريءَ جو ناه اَصل ڪَون، تون پرين پاڻهين جاڻِي.

اَندر منهنجي وو آهي اوهان جِي، ڏاڍي سا سِڪ ساماڻِي.

اَوهان پاڃهون وٽي اوتيان، پنبڙين مان پاڻِي.

”سچو“ اَوهان جو آهي اَصل ڪَون، پنهنجو سو سڳ سُڃاڻِي.

## ڪافي 7

چو ٿو چڙين، چو ٿو چڙين، مون ڪي هاڻِي،

آءٌ تا تُنهنجڙِي آهيان!

ياڻُ پنهنجو پاڻهين ساڻُ غريبن گڏين.

پڪا پڪن سامُهان، اوري سي دلبر اَڏين.

”سچو“ نهاري واٽڙيون، ايندين صاحب ڪڏهين.

## ڪافي 8

رهجِي اَچي منهنجِي يارَ، توسان!

آءٌ چا جاڻان عشق منجها رؤن، بِرهي والڙا بار.

طرف ٻئي ڪنهين خيال نه پانيان، آهي سدائين يار.

هوندين هميشه گڏ اسان سان، نيڻن وهاءِ نار.

ٻانهن ”سچو“ جِي سُهڻا سائين، پرتي اَڻي سردار.

## ڪافي 9

تون تا ڪڏهن ايندين يار،
تُنهنجِي روز نهاريان راه!

سِرَ تي چاڙهيا سُپرين، بِرهَ تنهنجي جا بارَ.
راتو ڏينهان روح کي، تنهنجِي سارَ سنيارَ.
وهَن ٿا واڪا ڪَيو، نيڻَ سَندا نارَ.
آءٌ تا هڪڙو ناهيان، تنهنجا عاشقَ لکَ هزارَ.
سورَ سَندءِ ميان سُپرين، مون کي ڪوهِ هڻن قهارَ.
پرين پارج پانهنجا، جي ڪيئَي قولَ قرارَ.
ڏوهُ ڏيان ٻئي ڪنهن کي، آهي مون ئي سِر مَيارَ.
اَندر منهنجو اَڏ ڪيو، جانبِي اِنهيءَ جارَ.
اَٿ ئي پَهَر ٿِي وجي، تُنهنجِي تَند تنوارَ.
مُئيءَ کي ماري اِتهين، تون وئين ڏنهُن وٺڪارَ.
”سچو“ سَگ اوهان جو، ٿو روئي زار و زار.

## جهولڻو 1

ساٿِي ساري سَنيها، چئج پُنهونءَ کي،
بيراڳي آهيان، وو!

حالُ ڏسيو ٿو جو وجين، سارو عرض ڪَرين، وو،
دلاسو ڪو دوست ڏنهن، وٺي جلد ورين، وو.

ڪارو ڪَجَ نہ ڪيچَ ڪي، چِپَر تا نہ چڙهين، وو،
ٻانهي جاڻِي پانهنجِي، گوڙِن ساڻ گُڏين، وو.
توسان عمر گُذاريان، جان ڪِي هِت هُئان، وو،
ڳالهين تنهنجِن ڳاري آهيان، جان ٿِي رت روئان، وو.
ڏوريندي مون ڏونگرين، ڳهٽا ڏينهن ٿيا، وو،
ٻڌا هوندا هوتَ تو، جي ”سچوءَ“ سَڏَ ڪيا، وو.

# مـالـكوس

## داسـتـان پـهـريـون

1

لوڏيندي لامون، ڏاهو ڏار چڙهيو چوي:
’آندو اَٿم پاڻ سان، نينهن پَريو نامو:
’توڏي سا ريو سجڻان، ڪَيم راتيان روانو:
’پڙهِي پروانو، مون کي جلد جواب ڏي!‘

2

ڪانگل آئِم اَڄُ، پريان سَندي پار ڏهُن:
ڳالهيون ڪيائين سجڻان، سي روح ٻُڌي ڪيو رڄُ:
پَڪيءَ ڪيو نا پَڄُ، ظاهر ڪيائين زبان سان.

3

ڏاهو اَڄ ڏسو، جي ويڙهي ويڳاڻو وتي:
پورن مَنجهئون پانهنجي، ٿو ڏئي حالَ حِصو:
سَرتيون سُورَ سُٽِي ڪري، هِنَ خيالؤن ڪِين ڪِسو:
ڪو قريَن قِصو، تنهن سيڪاري موڪليو.

4

ڪيون وڪاٽيون واتِ، اَڄُ ڏاهي ڏارَ چڙهِي ڪَري:
سُٽَڻ سان کي سَرتيين، لِڳي چُپُ چُپاتِ:

آئڻ واريون اُتهين، لونياٽيون سان لات؛

روئن ساري راتِ، هَي هَي سو ڪانگو ڪيون.

5

گهٽا ڏينهن لڳاءِ، چاهون ڪانگ قريب جا ؟

ڪي دم آڏو دوست جِي، پَلي ڪري پڳاءِ؛

هاٽي ڪِي تا تَنُ تپاءِ، متان جهوريءَ منجهه جهجِي مران.

6

وات ڪري وائي، اَڄُ پُڻ ڪانگ قريبَ جو؛

ڪِي جو چيائين ڇُهنبَ سان، تنهن لُڇ ڏاڍي لائي؛

اندَر کي آئي، جَڻ جَرَ جيري سند ڙي.

7

لَئي لامَ لَتو، ڪِي جو ڪانگ قريب جو؛

تنهن لاڪيِٽي جي لاتِ جو، پَوي ڪونه پتو؛

ڪاڪِيون ڪِيئَن ڪَتو، پَر اَڻَ سُوريون آهيو!

8

ڪيهي ڪَمَئُون ڪانگڙو، اَڄ تو ويڙهي مَنجهه وِتي؛

پَسِي تنهنجو حالڙو، ڪاڪيون ڪامَ ڪتي؛

تنهنجي لات لتي، تو جيءَ کي جياپو ٿئي.

9

اَڄ لاتيون ڪانگ لَتيون، سِي ڪِي سڄو سرتيون؛

جو ڪَھڻ سان کُھيو وڃي، ويڙھي منجھ وِتيون؛
سنديون راز رتيون، ٿو پُڻ ڪري پڌريون.

10

رويو رويو رتُ، ٿي پڪيءَ پارانيا ڏئي؛
نہ ’پيرين وڄانءَ ڳهنگرو، سي چمڪائيندو وتُ؛
ڪيئن وني خطُ، سِگهڙو ساٿيڙا ورين!‘

11

جو ٿو ڪانگ چوي، سو سُٽيجو سَرتيون!
وڏيءَ ويل صبح جو، ٿو چڙھيو لامَ لَوي؛
اُلڪي مِ نہ آهي، آتڻ ڪٿون اِتهون.

12

ڏاهو چڙهِي ڏار تي، ٿو ڏئي ڏوراپا؛
پڌرا ڪري نہ پرينءَ جا، اهو نازڪ نياپا؛
آٽيو اوراپا، ڳالهيون ڳوريءَ ڪي چوي.

13

ترُ نہ هِڪ توڙي، اَڄُ لامين لاڪِيٽو لَئي؛
ونو آهہ وڳوڙجي، ڪنپن ڪي ڪوڙي؛
ڳالهہ ڪرڻ ڪان ڪاڪيون، مُنهن گهٽو موڙي؛
پَر پنهنجا توڙي، چڪيون ڏئي ٿو چهنب سان.

14

سٽيجو سوئِي، جيڪي چوي ڪانگڙو؛

هئين سان هنڌائجو، سرتيون سپوئِي؛

ڪنديون ڪُندن سان وجهان، پکيءَ کي پوئِي؛

جانب ڏنهُن جو ئي، آڻي نياپا نينهن جا.

15

آءُ ڪانگل ڪائين، تا توتي عطر اوتيان؛

اَچڻ ڀاجهون تانهنجي، آهيان اباڻڪ آئين؛

ڏاها ڳهٽا ڏينهڙا، متان تون لائين؛

پير اگڙ پائين، ته منهنجو ساهه سڌير ٿئي.

16

ڪانگل آئِر ڪالهه، وٺي سنيها سَجَڻا ن؛

محبت ريءَ مقالَ، ڪانه ڪيائين ڪڏهين.

17

ڪي جو ڪانگ ڏسِي، ڪالهه اوڏاهون آئيو؛

پيُس هنياءُ قِسِي، ڳالهيون ڪندي سَجڻين.

18

مالهان موتين جون وجهان، پَکيءَ کي پوئِي؛

پِيرين سونا ڳِهنگهرو، تا ٿئي سوايو سوئِي؛

سينڌو سيڪوئِي، مَرُ تنهين جو نه ٿئي!

19

پَکيءَ سندا پَرَ، ڪريان مُرصع موتيين؛
جو آٽي عجيين ڏنهُنَ، ڏئي خوب خَبَرَ؛
پينر ڙِي مون پَرَ، شال وينو ڪري وائيون!

20

سنيها جي سچڻان، سي سا ري ڏنائين؛
اِئين اُتائين، تہ ’پانڻ‘ نہ آڃِ وچ مِ.‘

21

اَدا اِيندو ٿيءُ، وڻي سُکَ سنيهڙا؛
جاءِ ئي ٿي مون جيءُ، ڏاها جڏهن ڏسانءِ ٿو.

## ڪافي 1

ڪالهہ جو ڪانگ اُڏاٽي،
پلوءِ ڪيئن وئين پرين وٽ؟

گهٽي تو سان ڪا ڪَئي، اگيون يا رَ سِياٽي.
پِرينءَ ڪِي تا پُڇيو، ڏيج دلاسو هاٽي.
سا ري مون ڪي ڏيج سَنيها ، الله ڪا رڻ آٽي.
پِرين سندي يا رَ ڏي، عاشق چو نہ اُماٽي.
ائين اڏامي اوڏهُون، ”سچو“ ساهَ سيباٽي.

## ڪافي2

لؤن وچِي ڪيئَن لائِمِ، پِرين نه ڄاڻُ پَرديسي!

پُرڇهُيم ڪين سَهيلون،
تيلهان آڏو ڏک آيِمِ.
ڏينهن گذ ريا غمِ تنهن جي ۾،
ڳالهه جنهن جِي ٿي ڳايِمَ.
دانهون فريادون ڪَريان،
چو سِڪ ”سچو“ سيبايِمَ!

## ڪافي3

لَؤن مون سان جا لايَوَ،
يا رَ، ويڙهي هِن ويهي!

دردمنديءَ جِي دِلڙي، دلبر گهوٽَ اکين سان گهايَوَ-
ڳالهه ڪَريان ڀِي ڪيهي.
مُشتاقن کي محب مارين ٿو، تَڪَ اِهائي آيَوَ-
جيهِي وٽيَوَ ڪيَوَ تيهِي.
ڳالهه اِنهيءَ جِي سُڌ نه مون کي، پاڻ پِرين پُرجهايَوَ-
رمز ڳُجهِيءَ دل ريهِي.
پا رؤن پنهنجي ڪيئي قاصِدَ، هِن ڏي هوتَ هلايَوَ-
ڏيهِ گَڏيا جَڙُ ڏيهي.

دل ”سچوءَ“ جِي دلبر سائين، ديدن ساڻ ڏنا ريوَ-

نِينهَن اوهانجڙي نيهِي.

### ڪافي 4

ڪيئَي ڏک جا ڏينهڙا لنگهايمِ،

سُڻ تون مُنهنجا سائين!

ڳالهيون ڪندي مون ڪيئَي سِرَ تي ڏک جا مينهڙا وسايمَ.

پرين اَوهان جي پار جا، ٿي ڍهاڙِي پنڌ ڙا پُڇايمِ.

سِڪ اَوهان جي سُپرين، ميان سارا ئي سورَ سَلايمِ.

”سچل“ سي ئي آئيا، جَن لَئي فالان روز وجهايمِ.

### ڪافي 5

تون تا پنهنجو پاڻ پَساءِ،

شوقُ تنهنجو مون کي يار شتابي.

اَچي اکڙين ۾، جوڙي وِهج جاءِ.

ناميا نانوَ ڏَٽيءَ جي، پيرَ اَسان وٽ پاءِ.

اَڱي پوءِ پِي آسرو، هوت اَسان کي آهِ.

اَجُ پِي واٽَ نهاريان، لالن تنهنجي لاءِ.

آءُ اَڱڻَ آسروند جي، ”سچوءَ“ ڪيم سِڪاءِ.

## ڪافي6

هوتَ ڏنئي هيڏي اِيندا،
ڪيئن ساٿِي، مون کي سَچُ چئو!

هُتئُون پَنّي پَکڙا، هِت ڪي آڻي اَڏيندا!
پنهنجي وڙئون پاڻَ سان، هيءَ غريب گڏيندا.
ڏگَ پائي سِي سُپرين، ٿورياڻيءَ سان ٿيندا.
دردمند جي دل تي، دانهَ دستَ ڌريندا.
ڏوڙا طالع مون ٿِين، جڏهن ”سچو“ نانوُ سڏيندا.

## ڪافي7

يارَ پانڌي، ڙي ميان،
مِيرَ ساٿِي، ڙي ميان،
ڪيچيڙا، پيليڙا، ڪڏهن اسان وٽ اِيندا!

هوندا اسان وٽ يارَ هميشه، ڪِي ڏکَ ڏيئي پوءِ ويندا؟
اِهو اَٿم آسرو، چوري تا نه چڏيندا.
صاحب پنهنجي ساٿَ سان، هيءَ غَريب گڏيندا.
پَکا پنهنجا، چئو ڙي ساٿِي، ڪي هِت عَجيب اَڏيندا؟
”سچو“ توکي سُپرين، پاڻ اچي هَٿُ ڏيندا.

## ڪافي 8

تون آهين صاحب صورتَ جو، هِي آهه غلام تنهنجو،

آهي ذوقُ شوقُ سُهڻا، مون کي مُدامُ تنهنجو.

جي آهن اصل اوهان جا، سي نا وسار جو، ميان،

مون تي آهي مُقرر، سائين سلامُ تنهنجو.

راتو ڏينهان روئڻ ۾، هنيَڙو اُداسُ هُيَڙو،

رهبر آڻي رساڻيو، پرِيمِ پيامُ تنهنجو.

دلگير تون مٿان ٿئين، ڪر دور درد کي، ميان،

اول آخر اسان وٽ، هوندو مَقام تنهنجو.

رد ڪر فنا فِڪر کي، اُميدوار ٿي رههُ،

هِت هُت يقين جاڻج، آهيان اِمام تنهنجو.

تون آهين اَصل اسان جو، آهيون اسين سي تنهنجا،

آهي قبول ڪُلِي "سچو" ڪلامُ تنهنجو.

## ڪافي 9

ڏي دلاسو دوست هن کي، اَصل تنهنجو آهه، ميان!

هِت ٿِي ڳُذاريان ڏينهڙا، سانولَ اوهان جي ساءِ، ميان.

غصو نَہ ڪر غمناڪ سان، نا تہ حالَ هِنَ هاءِ هاءِ، ميان.

دلبر اوهان جي در بنا، جاني نہ مُون بِي جاءِ، ميان،

جنهن کي نہ تنهنجي دوستي، آهي اُنهيءَ واءِ واءِ، ميان.

ڏسِي اسان جو حالڙو، تون پير اسان وٽ پاءِ، ميان،

پاڇي وٺي هيءُ پانهنجو، لالَن پنهنجي ڳل لاءِ ميان.

مطلب اهو محبوب ڪر، طالب نہ هيئن تَرساءِ. ميان،

آهي دمِ اسان ديدارَ جو، ڪنهن وار تون ورساءِ، ميان.

راتو ڏينهان هُو تا تنهنجِيون، ڳالهيون ويٺو هِت ڳاءِ، ميان.

نيڻ ڪَڙُ نالي ڏٽيءَ جي، هي سڳ ”سچو“ سَرچاءِ، ميان.

## داستان پيو

1

پينر ڪِيئن پنو، هِي جو نامو نيهَن جو؟

جيڪس خُمار ڏنو، هُو جو آيس عَجيَن ڏنهُن.

2

پڙهندي پرزو پرينءَ جو، پلو ڪِيئن پنوس؟

جيڪس خُمار ڏنوس، هُو جو آيس عَجيَن ڏنهُن.

3

روئِي زارو زارُ، پنو لِکِيس پرينءَ ڏي.

ڏِنس خَطَ خمارُ، اَولِيءَ عبارَت مِ.

4

آٽي عبارتَ، اَجا لِکڻ لڳي پرينءَ ڏي:

روئندي پَريون رتَ، اوتڻ ٻَئِي اکِيون.

5

عبارت آڻي، اجا لِکڻ لِڳي پرينءَ ڏي؛
ڊِيدن دردائي، اَچي اوتيا اُتهين.

6

نِيهُن منجهؤن نامي، معلوم ٿيو محبوب کي،
نہ بہ پانڌي، پيغامي، وِرهُ وڌائڻ آئيو.

7

آيو اوڏاهُون، اَج ساٿِي سلامن سان؛
ماريون ڙِي مان هون، اها ويل نہ وسري.

8

نامو راتِ نيو، قاصد پار قَريب جي؛
پورن مَنجهه پيو، هُت واچِيندڙ ورق جو.

9

جارؤن لکيم جو، ڪاغذ قربن ڏي؛
حقيقت جا حال جي، واچِڻ وينو ڪو؛
پڙهندي پَنو سو، تنهن کي آنڊيون آئيون.

10

عريضو آڻي، ڏنو قاصد قَريبَن جو؛
هن ويلي هاڻي، هِيءَ سِر ڪَريان صدقو.

11

نامو نيندي ئي، قاصد واٽ ڪِري پيو،

تنهَن ويلي ويندي ئي، ورهَ وڪوڙيو نڪٽيان.

12

پڙهندي پرزو ئي، واچيندڙ وهلور ويو؛

لِڳين لَرزو ئي، اَچي پيس اوچتو.

13

قاصِدُ ايندي ئي، پيو شوڪارن ۾؛

نياپا ڏيندي ئي، ساٿِيءَ ساهُ مَٺي ويو.

14

نامو سا رو نيهَن، جو پُڻ لِکيو سَجُڻين؛

رات برابر ڏِينهَن، مون کي گوندر گذري.

15

ڪا جا ڪتابَت، لِکِجي آئي پِرينءَ ڏنهُن؛

”سچو“ سا ثابت، مون هون واچَڻ نہ ٿِئي.

16

پَني ۾ پيغامَ، ڪِي لِکي مُڪا سَجڻين؛

سي نہ سمجهن عامَ، جِي آهن مَنجهہ اشارتان.

17

ڪِي جو لِکيائون، پني مَنجهہ پِريت جو؛

اُهو پَسي آئون، بيخود ٿِيڙس سَرتيون.

18

ساٿِي ٿِي سونهون، واچِيندو وَرَق کي؛
سو مَنجهه مطالع مون هون، خونِي خط پِرينءَ جو.

19

لِکُيون لَسَ لَڙهان، ساجَن سَلامَن جون،
اهو پُرزو پاڻ پَڙهان، ٻُڌايان نه ٻين کي.

20

مُنجان ڪِيئَن لِکِي، ڪِتابت قريبَ ڏي؛
متان ساٿِي واٽَ سِکِي، ٻڌائِي ٻِين کي.

21

مون ڏُهَن اَجَ لِکِي، جانيءَ جدائِيءَ مَؤن،
کَنئون ترار تِکِي، هُئِي ڪتابَت قريب جِي.

22

لَڙهان لَسَ لِکيون، پِرينءَ پيغامن جون؛
سِي رقيب سِکِيُون، ته ٻڌائِي ٻِيَن کي!

23

رَت اکين رويو، تِي ساٿِيءَ سَنيهڙا ڏِئي؛
نَهريون نچويو، جا رؤن جَرُ ها ري گهڻو.

24

نِچوئيندي نُنهَن، ٿِي پاڻِي ڪَڍي پڌ رو؛
وجهي ساٿِيءَ سُنهَن، ته ’تون ڏيج سِجدو سَجُڻين.‘

### ڪافي 1

ڪوڙي ڪَيئي ڳالهه پنهنجِي،
ڪالهه ڪانگا جا چَيئي مون کي!

جيڪُس ڪِين ڪِي ڏُر وئِين تون،
واٽ ڏَسي مُوتِين اَهنجِي.
عجين جي آڏو وري تو،
ڪَچِي ڪَئِي سا ڪنهن جي!
وري برار وڻُون اوڏانهين،
سائِين ڪندو شال سَهنجِي.
تنهن کي سوئِي توڙ رساڻِي،
وِنِي جو دامَن ڪنهن جِي.
اَصل لاڪُون ”سچوءَ“ سَپائِي،
طاعت مَجِي آهي تُهنجي.

### ڪافي 2

پِرينءَ هِي پيغامَ، ساري ساٿيا ڏيجو!

باھُون ٻڌي يارَ سَڄڻ کي، ڏيجو سي سَوَ سَلام!

’ڪڏھن ڪندؤ يارِ اَسان جي، اچڻ جا اَنجام!‘

’درِ اوھان جي يارَ رَسڻ رِيءَ، ٿئي نہ طلب تمام.

’شوقَ اَوھان جي شورُ مَچايو، ڪياسين ھُل ھَنگام.

جيھو تيھو آھي اَصل ڪَون، ”سچو“ سو گولو غلام.‘

### ڪافي 3

آءٌ اصلَ ڪَون جو آھيان، گولو غلام تنھنجو!

مون سان وعدو ڪَيَڙئي، ويھي، ڪالھہ پَکي ھنَ پيھي،
ناھيان ڏور اوھان کَون ڏيھي، ڪن لايان ڪلام تُنھنجو.

تنھن ڏينھن لاڪون اَڄُ تائين، منھنجو ساہُ سِڪي ٿو سائين،
پيو اوچتو ھَنڌَائين، ھن دل کي دام تنھنجو.

ڇڏ سپ لاڳاپا لاھي، اِھو وڃڻ نہ واجب ناھي،
اِھو فرض اسان تي آھي، سجدو سلامُ تنھنجو.

ڏاڍا خوني نيڻ خما ريئي، سي ڏاڙي ڪارڻ ڏا ريئي،
نيڻَن سان مُلڪَ ما ريئي، ھر جا حُڪام تنھنجو.

آئي سائينءَ ڏھون وراڻي، بيا خيال ويا اُڪاڻي،
تون تہ سرور نبي سُڃاڻي، ”سچو“، آھي امامُ تُنھنجو.

### ڪافي 4

اَڄ تا خبران آيون آيون، دوست اَوھان جي ديسئون!

وري وسائيندو سِڱهڙو،

جاني سو پنهنجيون جايون.

نہ ڪَرَ ويندين نِڪري،

هيئن پُلي ڪينَ پانيون پانيون.

ڏکُ وڏوئي ڏيلَ منهنجي کي،

وئين تون لالن لائُون لائُون.

راتو ڏينهان روحَ پنهنجي سان،

ڳالهيون سنديوَ ٿا ڳايُون ڳايُون.

اَچڻ اوهان جي جوُن، طَرف "سچوءَ"،

جيِ، شالَ وري ٿين وايون وايون.

## ڪافي 5

منهنجي اکِين لِڳي، نہ تہ هاڻِي لِڳي،

دل، اَلو، اَلو، تنهن يار سان!

روز اَزل کون اکيون لايون سِي، دوستَ مني دلدار سان.

ڪيئِي داناءَ ديوانا ڪيائِين، چشمن جي چَمڪارَ سان.

دوستَن جي در اَچي پيَس، اَصل سَچي اِعتبار سان.

جيڪِي ٿئي ٿو جوش وارن سان، سو نہ ٿئي هُشيارَ سان.

ناز نياز جي نيهَن وارن کي، تَڪ ڪيو تلوار سان.

سِرُ "سچوءَ" ڪيو صدقي سائِين، عقل چَڏي اقرار سان.

## ڪافي 6

آهي اِنهن اکين کي، خاصو خمار تنهنجو!
وينو وٺي آهيان هِت، ڪامل قرار تُنهنجو!

هن کي اوهان جي ياجهون آهي نه ماڙ ڪائي،
هِي تا غريب آهي، اُميدوار تنهنجو.
”ٿِيءُ پاڻ ڪان پَري تون“ فرمائيو اوهان جو،
آهي جميل اَصل ڪوُن هي اعتبار تنهنجو.
هِنَ تي ڪَرم وڏو ڪيُوَ جو درد دل بچايُوَ،
ساريان لطف سنيا ريان، نِي بيشمار تنهنجو.
چاهَون ٿِيو اَوهان جو، دامن لڳي جو آهي،
”سچو“ غلام چاڻي، جو داغدار تنهنجو.

## ڪافي 7

لنگھِي ويون ڪالھ قطارون،
ڪونجڙين جون ڪيچ وٽن ڏنهن، ميان!

ڪنديون ويون ڪيچَ ڏي،
ميان الا! طرحين طرحين تَنوارون.
ويچاريون، ميان الا، ولَڙ ڪيو وڙڪَن،
ڦُٽِي ٿيون سي ڦارون.
ولَڙين ڪونجَڙيون، ميان الا،

ڪنهن اَندوهہَ اُڏا ريون.

اُنهن جي افسوسَ جون، ميان الاء

پونديون ويون پچا رون.

اُنَنِ ٻانا پٽَ جا، ميان الاء

موتين مَڙهيون مَها رون.

"سچو" هليو سوز ۾، ميان الاء

لاهِي لوڪَ مَيا رون.

## ڪافي 8

ٻَلِي ٻَلِي مون ٿي ٻُولِي ٻُولِي،

يارَ سڄَڻ تنهنجي ڪارڻ!

چڏي لاڳاپا لوڪَ جا، اسان تا ٻانهپَ ٻولِي.

ٿيَس ديوانِي دوستَ اوهان لئہ، ڪري چيها ڙيون چولِي.

اِچي اَچانڪ اندر اسان جِي، حُبَ مچائي هولِي.

اصل لاڪُون آهي اوهان جِي، هيءَ غريبِ سا گولِي.

## ڪافي 9

مون وٽ يارَ پيارا، آءُ تُون پاڻ سُجاڻِي!

حال مِڙيوئي معلوم توکي،

دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي- آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.

ٿينديَس ڪوِلي، در در ڳولي،
جانب ڪاڻِ جوڳياڻي- آءُ تون پاڻ سُڃاڻِي.
سِڪندي تو لئہ سُهڻَل سائين،
روئندي سا رات وهاڻِي- آءُ تون پاڻ سُڃاڻِي.
”سَچلُ“ آکي سَهي ڪِيتو سي،
پِرتِ جي ناهہ پڇاڻي- آءُ تون پاڻ سُڃاڻِي.

## داستان ٿيون

1

ڪِي جو لِکيائين، سو مُلان وِچي واچيو:
هڪ سِٽ پڙهيائين، بِيءَ سِٽَ سُڌڪن ۾ پيو.

2

ڪي جو مُحب لِکيو، سو مُلان واچڻ نہ آئيو:
پَر هُئڙو اڳ سُکيو، جنهن مطالع نہ ڪيو.

3

ڪوليو ڏئي خطُ، آيس جو عجيب ڏنهُن:
روئي اکين رت، ڪري مطالع من سان.

4

پُرزو پڙهڻ آئيو، اُٿي مُلان مَسيت منجهاءُ:
سُورن سندو ساءُ، آيُس سَپڪنهن سِٽَ مَون.

5

هِڪ سِٽ پڙهيائين، تنهن ٻي واچڻ نہ ٿئي؛
اِئين اُتائين، تہ هيءَ ڄَر ڄيري نہ جهليان.

6

نامِي مون نِروار، ٿي هيءَ ڄَرَ ڄيري سَندي؛
تنهن پَلڪ پڙهڻ وارَ، ٿيو سَڙِي ڪارو ڪنگرو.

7

رقعِي منجهان رازُ، مڙيوئي معلوم ٿيو؛
تنهين منجهہ نيازُ، طرحين طَرح لِکيو.

8

پهرينءَ سِٽ سَماءُ، ڏنو واچِيند ڙ کي؛
اُنهيءَ خطَ منجهاءُ، ڄِپيون ڄيري ڪڍيون.

9

ڏوڙو ڏک پيوس، پَنِي جي پَڙهڻ سان؛
وچئون ساهُ ويوس، هَي هي ڪندي ڪاڪيون.

10

جو نامَن منجهہ لِکيو، سا هُئي ڄيري ڄي ڄَرَ؛
منجهون سب شَهر، واچيند ڙ ڪونہ لَپي.

11

پَنو ڪيرُ پَڙهي، جو پُڙ مُڪو سڄڻين؛

لکيو منجھ لَڙھيِ، مٿان ٻُڏندڙ ٻُڏِي مَري.

12

واچيو جنهن ورقُ، جو پُڙ لکيو سَڄَڻين؛
سو جَڙ ٿيو غرقُ، دردن جي درياھ ۾.

13

سگھي ڪيرُ پڙھِي، ھو جو نامو نيهَن جو؛
سِرئون سِر چڙھي، موجَ مٿو تنهن ناھِ ڪو.

14

ونِي خطُ ھليو، ساٿِي سلامن جو؛
وچَ ئي منجھ جھليو، ورھہَ ڪُوڙيو واٽ تي.

15

ونِي ھليو خطُ، پانڌي پار پرينءَ جي؛
روئي روئي رتُ، تنهن ھلندي حال وجائيو.

16

آلو ھُيڙو عشق جو، سو ساٿيءَ ساڻِ نيو؛
اُھو ڪامِي پاڻ پيو، جو ھو خونِي خط پرينءَ جو.

17

ھُن پانيو نامو، پر شعلو ھُئڙو شوقَ جو؛
جِندُ سارو جامو، تنهن جو سپ سڙِي پيو.

18

پِرين ڏانهه نيو، تنهن ڪو خط خَبَر جو؛
پڙهندي ڏسُ هِنيو، تنهن ڦڙڪندي ڦاٽِي پيو.

19

ڪو نامو نيهَن نِئين، پِريان سندي پار ڏي؛
هَلي سانڍ هِئين، مانَ اُنهن کي ارمان ٿِيئي!

20

رهبر روانو ٿيو، پريان جي پار ڏي؛
شَل پهچي پَروانو، سلامت کي سَجڻين!

## ڪافي 1

اوري ڪانگَل آءُ،
ڪِئن جِي خبَر ڏي ڪاءُ!

پريان سَندي پار جو، لهي اچُ سَماءُ.
ڳالهِه تنهُجن مؤن سَرير کي، اچي منهنجي ساءُ.
مُنهنجو ٿئي هِت ڪينڪِي، ڀاجهون هوتَ هَلاءُ.
سُورَن ڪارڻ سُڻ ڙي ساٿِي، جيڪُس جَڻيم ماءُ.
”سچو“ دوستَن جي دَرَ جو، اَصلون آهه غريب گداءُ.

## ڪافي 2

اَج سَجَڻ پارِ اِيندئي،
جَن لَئي نِهاريئي ٿي واٽان!

مَتان لاهين آسرو، حال پائي اچي ٿِيندَئي.
عجيبن جي اچڻ جون، مُبا رڪون ڏيندَئي.
پَڪا پَڪن سامُهان، آٽي دوست اَڏيندئي.
مَتان ماندي تون ٿِيئين، گوشي پاڻ گَڏيندئي.
توکي جاڙِي پانهنجو، ”سَچو“ ياءُ سَڏيندئي.

## ڪافي 3

پانڌِي پيغامَ پُهچاءِ، مُنهنجا محبن کي، ميان!

اکڙين کي اصل ايڏنهن جو، وڏو اوسيڙو آهہِ.
ڏاها وِيج ڏيهہَ اُنهيءَ ڏي، جاتي جانِبَ جاءِ.
اَدا ڙي ساٿِي پارون اسان جي، پانڌُ پُڇيءَ ۾ پاءِ.
راتو ڏينهان آهي ڏها ڙيون، هِنيَڙي کي هاءِ هاءِ.
دوستَن سَندي درَ جو، اَصلوَن ”سچو“ سگ سَڏاءِ.

## ڪافي 4

منهنجا واقفَ يارَ،
سدائين تون جيئندين!

راتو ڏِينهان روح منهنجي کي، تنهنِجي سارَ سَنڀارَ.
تُحفو هِن کي آهي اهوئِي، تنهن جي پيرن جي پيزار.

اَچڻ اوهان جي جِي وينا وِجهايون، فقيرن ڪَون قا ر.
ڳالهيون سَنديُوَ سا ريو، ”سَچوءَ“ ڪي اچي ٿي اُچنگا ر.

## ڪافي 5

ياد مونکي اُهي آيون، وو
يا رَ ڪَيئي ڳُجهِيون جي ڳالهڙيُون!

اوهان جي پِرِي، وو، اَچڻ جون، ٿيون وَري هت وايون.
دردمنديءَ جي، وو، دِل کي، وِره وَجي ڪِي لايُون.
نانوَ سائِنءَ جي سُهڻا سائِن، چِتُ نه وَجُمُون تان چايُون.
آءُ تا ڏينهَڙا ڳڻ ڳڻا ريون، هِت وينا وِرهَ وَسايون.
ڏوهَن ”سچوءَ“ جن ڏي نه ڏسو، هِت ٿا سَندَوَ سَڏايون.

## ڪافي 6

پورَ پِرينءَ جي هَي ما ريان،
عِشق سَچَڻ جي چا ڙهيان!

دوست بنان درماندِي، دَمُ هِتي ڪِيئَن گها ريان.
سِرُ سَجَڻَ تَون صدقي، واريو آءٌ واريان.
ڳالهيون ڳُجهَ اَندرَ جون، آءٌ پِرين سان پا ڙيان.
سِڱهو مونِج سپرين، ڏها ڙيُون وينِي نها ريان.
محڪم محبت وِڌيُون، جا ڙيءَ مٿي جا ريان.

هو جي ڪيَمر پاڻ سان، ٻَالهين اُنهنِ ٻَا ريان.
مجَلِس محبوبَن جِي، ساعت ساعت سا ريان.
”سچيڏنا“ ساهڙَ ريءَ، ڏَمَر مِڙئِي ڏا ريان.

## ڪافي 7

ٻن جِيَڻ مُنهنجو جيڏيون، سُڪَ ڪيها سَجَڻ ري!

سُڪَن وڏيَس سَرتيون، آءُ پِرين ڪانءُ پَري.
ڏُکَ چِگيرا دوست جا، جي قادر ڪَرم ڪَري.
سوئِي عاشق ڪونجي، جو محبت مَنجهِ مري.
ڪاڪيون مون ڪي ڪِينڪِي، ٿي ساجَن ريءَ سَري.
جيڪا اَديون عشق جي، آئِي هيٺ اَري.
تَنهن جان جُثو قربان ڪيو، زُدون مَنجهه ذري.
”سچو“ سوز اُنهن جي، ٻَا ري منجهه ٻَري.

## ڪافي 8

هوت ڪڏهن هِت اِيندو؟
ڪَهُ ڪانگا ڪَل ڏي ڪا!

چِڻ ڪِي ويهَندو هتهين، ڪِي ساڻ ٺماٽِي نيندو؟
هيڪندِ اَچي هوتُ مُون، هِن ٿَڪيءَ سان ٿيندو.
پاڻُ پنهنجو سُپرين، ساڻ غَريبِ گَڏيندو.

پَڪا پاڇاٽين ڪي، اوڏا يارُ اڏيندو.

هوتُ پنهنجا هَنڙا، هن ڏکيءَ کي ڏيندو.

سَنگَت پنهنجيءَ سُپرين، ”سچوءَ“ کي به سڏيندو.

## ڪافي 9

زار روئي ڪيم زاري،

دوستَ ڙي توريءَ تا نه سَري.

محبت تنهنجي، وو، ڪِيَس مستاني، بارُ بِرهُ جو باري،

دوستَ ڙي چَوي لوڪ چَري.

هِن بنديءَ کي، وو، بخش بلوچا سائين، هوت اَچِي هڪ واري،

دوستَ ڙي سَندءِ ذوقَ ذري.

اِميلائي لڳي، وو، محب اَوهان جي، واجهه وجهي ويچاري،

دوست ڙي وجان تا مَ مَري.

آهي مِڙيوئي، وو، توکي معلوم سائين، حال حقيقت ساري،

دوست ڙي وچ مَ يار وري.

جيڪِي آهين، وو، سو تا تون هين سائين، حڪم سندءِ آهي جارِي،

دوست ڙي پيرِمَ خبَر ڪَري.

”سچو“ آهي، وو، اَوهان جو سائين، ڏجو تنهن دلداري،

دوستَ ڙي وجن ڳِچَ ڳَري.

# داستان چوٿون

1

ڪاغَذ لکي ڪالَ، مُڪم جو محبوبَ ڏي؛
ڳالهيون سنديون حالَ، ڏِيندين پڙهڻ مان پڌ ريون.

2

آيو راتِ رقمُ، مون ڏي محبوبن جو،
ته ’دوستيءَ وارو دم، ڪڏهن تون نہ وسارئين.‘

3

لکيو موني مُون، ڪاغذ قربن ڏي،
’اَثَمَ تون هِي تون، ٻئي جو ناهم آسرو.‘

4

حَبِيبَن ڏانهُن هِيئَن، اَديون لِکجي آئيو،
ته ’تون مون سان جيئَن، آءٌ تيئَن تو سان آهيان.‘

5

نئَون لِکيو آيوم، پِريان سندي پار ڏنهن؛
سو لُونءَ پَريو لايومِ، وِني حال هيانوَ سان.

6

جيڪر لِکي موڪليان، هَي خط هزارين؛
پڙهي مانَ مهنجا پِرين، هِي سگ سنپا رين؛
شَل وار نہ وسارين، اِهو اَثَمَ آسرو!

7

لکي خط مُنجان، هِي پريان سندي پارَ ڏي؛
تہ ’منهنجون لک هُجان توسان آهن تو جيئن.‘

8

پانڌي پَهچائي، ورُ عَريضو عجيبَ ڏي؛
قاصِد ڪونچائي، متان سورَ وجهين ساهَ کي.

9

چَئو ڪِيمَ تِکو، مون کي پارئون پرينءَ جي؛
سرتيون سڀ سِکو، جيڪر لائڻ لُونءَ ڙي.

10

ليلائيندو آئيو، پانڌي اَجُ پَراءِ؛
ورتس دردَ ڏُراءِ، جو مَت وجائي آئيو.

11

اَکِيئون مُحب مَنِي، متان ڪا منهنجي ڪَرين؛
وهندو ورُ وني، ساڻِي خبر کِيئَن جي.

12

وجِي ڏيهہ ڏنو، ڪِي تو سندو سجڻين!
چِڱيءَ طرح چِنو، پانڌِي ڏِنُئِي پرينءَ کي؟

13

سوزَ پري سِٺِ جا هُئِي، سا ساڻِي ڪين سِکيو؛

نہ مٿان ڏئي، لهس لِڪيو، جو پڻ مُڪو سڄڻين.

14

سندو راز رقعو، آيو جو عجيب ڏنهن؛
سا سِٽ پڙهندي سَرتيون، ڳالهائڻ چُڪو؛
عاشق جي ارواح کي، جڻ لڳو تِير تُڪو؛
مون ڏي مُحب مُڪو، جڻ ساٿِي سلامَن جو.

15

حَبيبَن هيڪار، آئين وري موٽئين؛
با ٻِيهَل ٻيهار، اَچي ويهه اکين تي.

16

وري ڪانگ وريو، پريان سندي پار ڏنهن؛
لامين لِڳي لُونءَ جو، تنهن ڏاڍو سُر پريو؛
ڪاڪيون ڪِن ڪريو، جو ٿو ڏئي سنيهو سَڄَڻان.

17

سنيها ساري، منهنجا چَوي محبوبَ کي؛
’پرين تُنهنجي پارَ جي مدت مون ماري؛
’مُنج ڏهاڙي مون مَٽين، اهو ڏاهو ڏياري؛
’مَرُ سِگهڙو سَنپاري، ڏئي سِڪ سَنِيهڙا.‘

18

سنيهو سان سُورَ، چوي ٿو چهنبَ سان:
پَون پا ڙيچن پُور، پوليِ پُڌي تنهن جِي.

### ڪافي 1

آءُ ڪانگا ڪا پِرين جي ڳالهه ڪَر
وعدو ڪَيُئي ڪالهه سو پَرحال ڪر!

ڪِيئَن ڏنو تو دوست منهنجو ديس ۾،
خوش ڏنو هو ئي يا ر ڪهڙي ويس ۾ ؟
سا خَبر مون سان ورِي في الحال ڪر.
ڪِي پُڇيائون خَبر منهنجي حالَ جي،
ڪي ڪَيئي آگاهه هِن احوالَ جِي،
سو مون سان ڏاها اِهو اَحوال ڪَر.
هت فراقَ آهي ما ريو، مان پيو چا چوان،
سور منهنجي ساهه‍َ کي نِت نِت نوان،
آءُ ادا خاطر منهنِجي خوشحال ڪَر.
ڪِي اُڏاڻو هُئين پِرينءَ جي پا رَ ڏي،
ڪِي نيا پا هِي نِيا هُئي يا ر ڏي ؟
ڪا مَدد مُنهنِجي ادا الحال ڪر.
دوستن جي منجهه حضور حاضر ٿئين،

زاغ زاريءَ مَون نيا پا هي نِئين،

لِڳہ سائينءَ سا رو، ”سچوءَ“ جو سوال ڪَر.

### ڪافي 2

اي پرين تُون پاڙ پنهنجا، قولَ جي تو ڪالهہ ڪيا!

مَنجهہ جدائيءَ تانهنجي، هِت اَسان هِي حال ڪيا.

مون تا مِلڻَ لئہ تانهنجي، ڪوڙين ڪهڙا ٿي خيال ڪيا.

حالَ مُنهنجي ڪي ڏسي، ڪيئن پلا تو پالَ ڪيا.

سڌ ”سچوءَ“ سڪ سوزَ مون، جاني اوهان ڪي جالَ ڪيا.

### ڪافي 3

مُنهنجو هاڻي مون وٽ اِيندو، هاريون واقف حالَ جو!

ڪينَ ڇڏيندو ڇپَرين، نال نماڻي نيندو.

شالَ مقام مُئيءَ جو، ٿر وچِي نِي ٿيندو.

درسن سندو دائما، ڏاڻ ڏکيءَ کي ڏيندو.

”سچو“ پار پرينءَ جي، وره وارو ڪو ويندو.

### ڪافي 4

هِن غريب جو حالُ، توکي مَعلوم آهي!

صدقي ڪنديس سِر سائُن تون، بيو سڀ مِلڪ ۽ مالُ.
دوستَ اَوهان ريءَ ديس ۾، جيڻ آهي جنجالُ.
ڇَئي ٻُڌايان ڪيترو، آرياڻي اَحوالُ.
مَچ "سچوءَ" جو سُپرين، سائِنءَ لڳ سوال.

**ڪافي 5**

پرديسِي گَڏيا دوستَ لَٿو هِجر هلاڪِي،
آيا اڱڻ مُنهنجي، جن ڪيو هو فراقِي.

جَن ڪارڻ سڪيَس سالَ، ويٺي واٽڙين تي،
مون ساڻ اَچِي پاڻ، ٿيا محب ملاقِي.
پَرديس لڳه مون تي، پانڌي روز پُڇايا،
مون ڪي ڪانهه پَئي خبرَ اَچِي سي ٿيم اوطاقِي.
پيغامَ پَهرِيئون پانڌن هَٿ پاڻ مُڪائون ٿي،
هاڻي هِڪُ ٿيا مون سان، جي يارَ هئا ياڪِي.
آهي سَڳ "سچو" دوست جي در جو اصلَ کَون،
تنهن ڏيَڻ ڏوراپو، ناهي مَستُ ميثاقِي.

**ڪافي 6**

تون تا وسين مُنهنجي مَن،
ميان توکي ڇَئي ٻڌايان ڇا !

هوتَ سنديوَ آءُ حاضِري، پيون سي ڏنڙم پَن.
مقصد منهنجو تون ٿِئين، پِيا ڪَعبي نيت ڪَن.
آءُ گهٽو گهورِي تَن جِي، ڪيو سِرُ صدقي جن.
عرضَ اِلاهُون عاجزن، ڪوهُ نہ ڪرين ڪَن.
اڪِيُن عامُ نہ آوُڙِي، تو ڪي جانِي ڏِنو جَن،
آهي "سچوءَ" کي سدا طَلَبَ توهان جِي تَن.

## ڪافي 7

يارَ اسان کي ٿيون مارين،
تنهنجيون اَلغرضايون!

انهُون دانهُن تي، سائين هِي ڪميٽيون ڪا رين.
ٻاهيُون تنهنجي بِرهَ جيون، يا رڻ دل ۾ ٻا رين.
ڪِيئَن جو ڏنئون خَبران: "سچو" تو هُتِ سا رين.

## ڪافي 8

جڏهن پرِيَن پا تيم جهاتِي،
تڏهن حاجَت ناهي حج جي!

اَڄڻ ساڻُ اُنهن جي يا رو، عشقَ ڪَئِي اثباتِي.
سپ ڪُجھ ٿيڙم حالَون محرم، وسريَمِ ذڪر ذاتِي.
چوريءَ چوريءَ يا ر سَڄڻ سان، ڏس "سچو" دل ڦاٿِي.

## ڪافي 9

دوست تُنهنجي در جي، هيءَ ڳالهہ آءٌ ڪنهن سان ڪريان!

ڇڏ پرين پَرڏيهہُ تون، ميان، ڏکَ اُوهان ٻاجهون ڏريان.

دوست رههَ هِن ديس ۾، ميان، سرُ منجهُون سوُرن پَريان.

لَڪَ سَيَئِي وِيني لنگهيَس، ميان، پوريُءِ اوريان پَريان.

ساڻ چرخي چتَ جي، ميان، وِرهَ جا ڌاڳا وريان.

سِرُ "سَچو" ڇَوي پانهنجو، ميان، دوست تو آڏو ڌريان.

## داستان پنجون

1

ڏار چڙهِي ڏاهي، ڪِي جو چيو ڇُهنب سان:

اِهو مون آهي، آڏرُ رِڙي اَرواح کي.

2

ڏاهو ڏار چڙهِي، لَسين ٿو لاتيون ڪري:

ڪونئون سبق پڙهي، اَج پرڻ آيو اوڏنهون.

3

ڏاهو مَٿي ڏارَ، عجب اج لاتيون ڪري:

ٿو "سچو" ڏئي سنپارَ، پريان سندي پارَ جي.

4

ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري، ڪِي ٿو ڇهنب ساڻ چوي:

اَديون سڀ اُهي، آهيو ٻُڌڻ وا ريون.

5

ڇهنبَ ساڻ چوي، ڪِي پيو ڪانگل ڪاڪيون؛

پورن مَنجهه پَوي، ٿو سُڻي ساهُ سنهيڙو.

6

مُحبن ڏنهن مَسين اڄ پڻ ڪانگل آئيو؛

لاتيون واهَ لَسين، ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري.

7

لاتيون ڪنديئي، ڪانگو هيٺ ڪري پيو؛

هَي هَي هَنديئِي، ساٿيءَ ساه مٿي ويو!

8

ڪَهيو هِيئَن ڪانگي، آئون چيائين ڇهنبَ ساں؛

تہ سُڄڻ ڪنهن سانگي، وري ايندءِ اُتهِين.

9

ڇُهنب ساڻ چئِي، ڪا جا ڪانگل ڳالهڙي؛

ساري آتڻ سان انهيءَ، ڪَهڙي ڏِسُ ڪَئِي؛

پُورن منجهه پئِي، سڀ ڪنهن اَئٿ ڦتو ڪيو.

10

ڏاهي چڙهي ڏار تي، ڪا جا لِتي لاتِ؛

ڏک ڏنائين سڀ کي، وائِي آٽي واتِ؛

پِيون مِ هيهاتِ، آتڻ واريون اُتهين.

11

ڏاهو چڙهي ڏارَ تي، ڪري هيءُ مذڪور:
سنيهَن مِ سورُ، چوي ٿو چهنب سان.

12

سُڄُو سنِيها سَرتيون، ٿو چڙهيو ڏارَ ڏئي:
سارو ساهُ نئي، ٿو نازڪ نِياپَن سان.

13

ڏاهو ڏارَ مٿي چڙهيو، ٿو ڪري بِرهَ بيانُ:
آتڻ تي احسانُ، ڪري ڪلامن ساڻ ٿو.

14

ڏاهيون سپ ڏسو، جو آيو ڪانگ قريبَ ڏنهُن:
وڃي جان جئو، نيو نياپَن ساڻ ٿو.

15

وتيون مِ ويڙهي، ٿو ڪاريون ڪانگ وهائي:
روحُ نئين ريڙهي، سپ ڪنهن جو سرتيون.

16

ريڙهيون روح نئين، پَسو سَپ جو پاڻ ڏي:
سنيها جي سَجَڻان، سي چڙهيو ڏار ڏئي:
آتڻ مِ افسوس ٿيو، تنهن جي پيرَ پِئي:

ڪَتي سڳهي ڪانڪا، ڪَوَن وهلور وِهي؛
ڪهڙِيءَ طرح ٿئي، وري سَنباهو سَرتئين!

17

وِس تَندُ ڇِڄي، پَهو پٽ ڪري پيو؛
سُڻي سَنيها نيهن جا، پَئي جهوريءَ منجھ جهجِي؛
اِنهيءَ پَتِ پڄي، پيس روئندي ڪپڙا.

18

ويڙهي وتندي ئي، ڪانگي قهر ڪمائيو؛
ڪاڪيون ڪتندي ئي. پَيمِ پورُ پريان جو.

19

صدقي ساهُ ڪريان، هِنَ ڪانگي تَون ڪاڪيون؛
جي ڏئي سنيها سَڄڻان، سي ساڻپي ساه ڌريان؛
پلي پيرَ پَريان، اُنَهيءَ ويلي اوڏهِين.

20

آڻي ڪانگَ ڏنياس، ڪتابَت قرِيب جِي؛
پَهو ڪتيندي پَٽ پِسُ، چوهون تَند چُٽياس؛
پيجون پيج ٿياس، روئندي چولي چِڪَ ۾.

21

هَلِي ڪانگي هِڪَ، ڪا جا ڪَيس ڳالهڙِي؛
تنهن مامَ بُڌڻ سان روئندي، چولِي ڪيائين چِڪَ؛

سَنيهي مُون سِڪ، پاڻهي ڪيائين پڌ ري.

22

ڏاهي چڙهي ڏارَ تي، ڪا ٻولي هيءَ ٻولِي؛
سا ٻُڌي روئِي رتَ سان، ڇِڪَ ٿيس ڇولِي؛
جڻ هنيڙي ۾ هولِي، تنهن آٽي هِندن جي هنئي.

23

سَجڻ ڏنُن سَنيهڙَ، تنهن آٽي آتڻ ۾ ڏنا؛
جڻ ڏنائين سَين کي، ڇُريءَ ٻاجهون ڇيهڙَ؛
ڏک پَريائين ڏيهڙ، ماريو اِنهيءَ مام سان.

24

سُڻو سَنيهه سَپي، ماريون مَحبوبن جا؛
لَکن مَٽجهه لَپي، ڪا سوُرائِتي سارَ سان.

## ڪافي 1

آءٌ تا ڪالهه اُڏامِي، وجي پَيَس پرِين وٽ!
هت قبوليم تَنهن جي حلقہ بگوش غلامِي.
مِهر مٺوئِي ناه ڪو، عاشقَ ٿَج تون آرامِي.
اصل لاڪُون اُن جو، هِي پاڃِي آهي پيغامِي.
وِيَس برابر اوڏهِين، وِيئيس ڪين وسامِي.
مونکي ڪيائون پنهنجو، "سچو" يار سلامِي.

## ڪافي 2

ڪڏهن اِيندين هِڪُ ٿِيندين،

نت نها ريُون سنديئَي وانڱِيُون!

سانوَلَ ڪنهين سانگَ سان، اڱڻ اسان جي ايندين.

اِهو اٿئون آسرو، بَديون تا بخشيندين.

ڪَنهين ڏينهن هِن ڏکيءَ کي، دوست دلاسو ڏيندين.

پِرين نيندين پاڻَ سان، چَپَر تا نہ ڇڏيندين.

ٿوري گهڙي ڏينهڙي، گوِلي ساڻ گَڏيندين.

پَکا پَکن سامُهون، اوري آڻي اڏيندين.

سو ڏينهن ٿيندو ڪهڙو، "سچو" ڪري سڏيندين!

## ڪافي 3

مَنُ موهي منهنجا جانِي،

گهٽا لائِئَي ڏينهڙا!

صورتُ تنهنجي سُپرين، مورت ڪئَي مَستانِي.

پِرين اوهان جي پار جو، گوندر ٿيو گُذرانِي.

روز اَزل کَون ڏنُوَ اسان کي، نيهن پنهنجو نِشانِي.

اڱڻ اسان جي آءُ پيارا، محب ڪريان مهمانِي.

پيريءَ جا "سچو" ڏينهن وسارج، ٿيئَي جَمالُ جوانِي!

### ڪافي 4

يارَ سڄڻ ڪيئن سَرِي، توڪي اَسان ٻاجهون!

اسان نِماڻن ڏي سهڻا سائين، دوست نِهار ورِي.

توکي قدر ناهي ڪو، پلو، چيٽڪ ڪِيڙس چَري.

اَچي ”سَچوءَ“ جِي ايڏهين، سَندي دز ذرِي.

### ڪافي 5

ياد مون ڪي اَچُ پيون،

مِنيون ڳالهيون سُهڻا تُنهنجيون!

رهيون آهن روحَ منهنجي ۾، ڪين وسرِي سي ويون.

وينا ڏسون ٿا واٽ اوهان جي، دوسَت دلاسو ڪو ڏيون.

”سچو“ آهي سَگ تنهجي جو، ميان نالِ نِباهي سو نِيون.

### ڪافي 6

مون سان تو ڪَيون ڪيون، سُهڻا اُهي ڳالهيون ڳالِهيون!

سي نه وڃن وسري، پلو ميان،

چڱيون اَوهان جي چَيون چيون.

اوهان ٻاجهون سُپرين، ميان،

نِيهن وهايون نَيون نيون.

لِڪُون ڪيون سين لوڪَ کَون، پلو ميان،

پَڌر اُهي اَچ پَيون پيون.

ڳجهيون سي ڳالهيون يارَ ”سچوءَ“ ڪوَن،
ڪين وسري سي ويون ويون.

## ڪافي 7

آءٌ تا تنهنجڙِي آهيان، يار مون کي چو ٿو ڇڏين!
تون تا منهنجو آهين اَصل ڪوَن، ڪنهن نه ٻِئي در ڪاهيان،
هوتَ اِيندي هِت ڪڏين.
آءٌ نماڻي عين هاڻِي، سَگَ نه ساڻُو ساهيان،
پَڪا اوري آڻي اَڏين.
توڙي سُجاڻِين توڙي نه ڄاڻِين، لالچ تا ٻِي نه لاهِيان،
ساڻ گوليءَ پاڻ گڏين.
آءٌ تا ٻانهي تون تا سائين، آءٌ غريب سا چاهيان،
نانءُ ”سچو“ ڪري سڏين.

## ڪافي 8

انهن جادوگر چشمن يِران ڪيو سين!
اِنهن نيڻَن سندي نازن حيران ڪيو سين!
راتو ڏينهان دل کي هيءَ آهي پريشانِي،
اُنهن غَمزن ڳُجهن رمزن ديوان ڪيوسين.
هَي هَي هيءَ فرياد وي يارو، ڪنهن کي سُڻايان،
خونِن هِن خمارن، مَستان ڪيوسين.

ميدانَ منجهه ”سچو“ تَهه دليون آيو آهي،
اِنهن تا رن سَندي تِيرن نيشان ڪيوسين.

### ڪافي9

زاريون ڪَيو زار زار، ميان،
وِيئي روئان، پَڙي جيڏيُون!
ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان،
ياڪِي سو ٿيڙم يارُ، ميان.
راتو ڏينهان ڳالهه اِنهيءَ جو،
جيڏيون ڙي جِيءَ کي جار، ميان.
پاتو اَٿم لَڱه پرينءَ جي،
ڳِلِ هَنجُن جو هارُ، ميان.
عاشقن کي سوز ”سچو“ ڙي،
آهي سَدا سِينگار، ميان.

## داستان ڇهون

1

آءُ ڪانگا ڪارون، تو سان ڪيان ڪيتريون؛
جو پَهچائين پيغامَ تو، پريان جي پارون؛
کي ”سچوءَ“ سَنيا رون، تو ڏاها ڏها ڙي ڏئين.

2

ڪارون ڪِيئن نہ ڪريانس، جو تو ڏئي سَنيها سَڄڻان؛

پُٺِي پَرَ پکيءَ جا، ساڻ جواهِرَ جَڙيانس؛

موتين ۽ لَعلن سان، پينر ڪنپ پريانس؛

پيرين دست ڌريانس، جو آهه نياپا ڏيندڙ نِيهَن جا .

3

پَکِي سوئي پَرَ، تو اُڏري پار پِرينءَ جي؛

خوشيءَ جِي بہ خَبَرَ، مانَ وٺي اچي ڪا اُوڏهون.

4

چڙهيو لامَ لَنئي، اَج تو ڪانگل قريبَ جو؛

سنِيها سَڄڻان، سي چهنب ساڻ چَنئي؛

پورن منجهہ پَئي، تو ساهُ منهنجو سَرتيون.

5

چڙهيو لنئي لاَمَ، تو بوليون ٻاجها ريون ڪري؛

ڏئي سَنيها سَڄَڻان، تُريو مَتي تامَ؛

ماريون ماري مامَ، جا تو ڏئي لِڪائي لوڪَ کَون.

6

پِريان جا پيغامَ، تو ڏئي مِڙيئي مامَ مِ؛

سَوين مُنجَن سَلامَ، جو ڏاهو ڏاهَپ سان ڏئي.

7

چِيبو رهي چانپين، تو ڏئي سنيها سَجَڻان؛

آيل اولانئين، ٿو ٻاڌائي ٻُجهه ۾.

8

سِگهو اُڏامِي آءُ، تون پَکيڙا پرِيَن جا؛
سپ ڪنپ ڪريان تانهنجا، ساڻ جواهر جَڙاءُ؛
عِطر ڪٿوري اوتيان، ٻيا ماڻِڪ تو مَٿاءُ؛
ساري سنيهاءُ، ڪي آڻي ڏيج عجيبَ جا.

9

ماريون مامَ منجهي ڪِي تو ترُيو ٿاريءَ تي چَوي؛
سَجڻ ڏانهَن سنجهي، ڏاهو ڏکِجي آئيو.

10

آڻي ڪانگ ڏنوس، ڪو عريضو عجيب جو؛
پينَر سَپ پنوس، ڳاريندي ڳوڙهن سان.

11

مون ڏي ڪالهه مُڪو، دلبَرَ دلاسَن جو؛
سندو رازَ رقعو، سو پڻ واچيو وهسان.

12

واچيندي وياس، ها ريون پنهنجي حالَ ڪَون؛
نامي تنهن نِياس، پاڻ لکيو جو سَڄڻين.

13

ڪانگا ڪتابَت، ساري ساريج ساهَ سان؛

اِها اَمانَتَ، ٻِئي ڪنهن عامَ نه آچِئين.

14

ڪٽرِ ريءَ مِ ڪَنبَ، لويان لاڪيٽي سَپِئَي؛
جو ٻالهيون ٻُڌي تانهِجيون، ڇِپَرؤن وهن ڇَنبَ؛
تا پُڙ اُتي ٿَنبَ، ويهو ٿو وايو ڪري.

15

اَج نه انهيءَ ڏارَ، لامين لَنوين ڪانگڙو؛
جيڪس پِريان پارَ، ڏسندي سو ڏِکَ پَريو.

16

زاغَ نه ٿِيءُ زبون، ونءُ اُڏامِي اوڏهين؛
نه ته خاصو مُنهجو خون، پوندو ڳِچِيءَ تانهنجي.

17

ڪاغذ قريِن جو، اَج مون ڪي آئيو؛
ساجن ڪيو سعيو، اَچڻ جو هن پارَ ڏي.

18

لِڪو مِ لامين، تو لاڪِيٽو لاتيون ڪَري؛
ٿهڪندو تامين، ڏئي سنيهو سَجَڻان.

19

ڇڙهيو مَٿي ڇانبَ، ايئن چوي ٿو جيڏيون؛
’ڪج سِيني مِ سانبَ، ساري سَنيهن جِي‘.

20

ساري ڳالهہ سَچِي، ڪانگي ڪئي قريبَ جِي؛

ريهي دل رچِي، تنهن نازڪ نياپَن سان.

21

آڻيو ڏنا ڪَر، ساڻِي يارَ سَنيهڙا؛

منهنجي پارؤن پَکيڙا، وڃ دوسياڻي در؛

جو سِڪَ آهي مون سَر، ميان محبوبَن جِي.

22

ڏنا ڪَر آڻي، سدا سِڪَ سَنيهڙا؛

هِينئڙو مون هاڻي، آهہ ”سچو“ سوداءُ ۾.

## ڪافي 1

ماڻَ پرينءَ پَهچائي، هِي نياپو ڪو نيئي!

ڳچِيءَ پائي ڪپڙو، پاڄياڻي پَرچائي،

حال ڏسي وڃ هيئي.

پرين ڏسج پاڻ ڏي، چِتُ نہ وڃُ مون تَون چائي،

يارَ اسان کان پيئي.

الله ڪارڻ آءُ تون سائين، ٻانهِي ٿي ٻاڏائي،

بخش اسان کي پيئي.

اوهان ڀاڄهون سُپرين، ويڻي سو ورهَ وسائي،

ڪانگ اڏائي ڪيئي.
در اوهان جي جي دلبر سائين، ”سچو“ ٿو سگ سڏائي،
پَڏي پانهُون پيئي.

### ڪافي 2

هِنيون هوتَن هٿ آهي آهي،
ڪيرُ چوي تا ناهي ناهي!

فَهَمُ فراستَ، عقل ارادتَ، نيهَن بِنا ناهي ناهي.
مست ٿيا مخمور اٿاهِين، ڪَل نہ پَئي ڪنهن ڏاهي ڏاهي.
ڏوڙا طالَع ٿين اُنهن جا، يارُ جنِهان نون چاهي چاهي.
وسُ مِڙيوئِيي يارَ سَجَڻ جو، هيءَ نماڻي چاهي چاهي.
سَگ سِياپو يارَ سَجَڻ سان، ڪير ”سچيڏنا“ ساهي ساهي.

### ڪافي 3

آءُ اسانوٽ يارَ تون، آهي هِت اَسان جو حالُ هِي!

اُپاڻِڪو آهيان گهڻو تو ريءَ پِرين پرديسَ ۾،
آءُ مِڙيوئِي، معلومُ ڪر، عاشق سَندو اَحوالُ هِي.
آهہِ اوسيڙو اوهان جو، شب روز اکڙين ۾ ميان،
جانِي سَندءِ مون جاڳندي، آهہ خواب ۾ بہ خيالُ هِي.
دوست تُنهنجي درَ اُتي، دونهين وجهي ويِهي رهان،

منهن ڏيکار ڄح محب مون کي، نہ تہ آهہ ويهڻ هت وبال هِي.
دردمَند جي در پيهي، آءُ دوستَ دل خوشحال ڪَر،
صدقي ڪريان سِرُ ساهَ سان، چا مِلڪ ۾ بيو مالُ هِي.
ويني نهاريان واٽِڙي، تنهنجي اَچڻَ جي لئہ ميان،
لَهہُ سُڌِ سَنديمِ ساجن اچي، نہ تہ آه جِيڻ جنجال هِي.
پاڙون پَري نہ ڪريو مون کي، ڪي دوستَ دلداريون ڏيو،
هوءَ تون سَدائِين ساڻ مون، آهي "سچو" جو سوالُ هِي.

### ڪافي 4

آيو مُنهنجي گهر يار،
جنهن جي ڪارڻ مون تي ساڻي سَنياپا!

در پيهي مون آئيو، اڄ دوست مِنو دلدار.
سوئي گڏيو سُپرين، هو جنهن جو جيءَ کي جار.
بلڪل ڪيائون پانهنجو، ڏنائون قول قرار.
معاف ڪيائون مِهَر سان، مون تي هُئو ميار.
"سچو" سرهائيءَ ۾، چڏ روئڻ زارو زارُ.

### ڪافي 5

راتِ پرينءَ ڪاِتي پيئي، اڙي ساتِي سُڌ ڏيجو!

پُڄاڻان پرينءَ جي، حالُ اسان هِت هيئَي،

ساڻو ٿَڪيءَ هِڪ ٿيجو!

پَسَڻ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪانگ اُڏاءِ ڪيئَي،

نالِ وني هيءَ نيجُو!

عرضُ آرياڻيءَ کي، نانءَ ڏٽيءَ هِي نيئَي،

پانهون پَڌِي چڱيا چيجو!

”سچو“ يار ساٿيو، ڪين ڏوراپا ڏيئَي،

پيرين پانديو وجي پيجو!

## ڪافي 6

دوست دلاسا ڏيئَي، ڏک ڏوڙو وري ڏيندئَي!

متان ويهين مات ڪري، يار سَجَڻ سان تو پيئَي،

سان نيٺ دل نيندئَي.

مون تا ڏنا ڪيترا، ماريا سي ڪَجلين ڪيئَي،

اَڄ صبح تو وٽ اِيندئَي.

”سچو“ آڏو سَجڻان، پانهون پڌي آءُ پيئَي،

سڀُ بديون بخشيندئَي.

## ڪافي 7

هِيئَن مَ وڃُ تون ماريون، هوتَ نماڻيءَ کي، ميان!

سِڪ تُنهنجيءَ سُپرين، ڪوڪان هِن ڪي ڪا ريون!
پِرين پَري چو وڃين، پا رڻ دل ۾ پا ريون؟
پاڇهَ پا روچا تو پوي، سُڻِي ضعيف جون زا ريون.
جايون سا ري جيءَ ۾، ورهہ اُوهان جي وا ريون.
ميان مشتاقن جون، سَهُہ آريا ڻِي آريون.
سڪ اُتي ٿيو سُپرين، ڏک هِتي ڏيها ڙيون.
راتو ڏيهان ٿو روئي، ”سچو“ توکي سا ريون.

## ڪافي 8

سَجَڻ تُنهنجو بِرهہ با ري، اَسان جِي سا ڻ تو يا ري،
آءُ تا پانهِي تون تا سائين، ٻڏي پانهان ڪِيم زا ري.

اَچانڪ لَنئہ جا تو لائي، پئي، تا ڪَل نہ مون ڪائي.
وڻيئي جائي ڪَيئي سائي، پاتي سُون گل ڳچيءَ ڳا ري.
وڏو سِين طلب ۾ توئي، نہ هو هِت حال مون ڪوئي،
چوان هِي حال ڪنهن روئي، معلوم آهي توکي سا ري.
آلانپِيون عشقَ جي لايون، ويون وسري سَپئي وايون،
اسان جي طرف ڏي آيون، ڪئي سپ لوڪَ بيزا ري.
لِکان ڪيئن ڳالهہ هِن دمَ جي، ڏاڍي آهي راهَ هِن غمَ جِي،
ملامَتَ ڪُل عالم جِي، اَسان تا اَصل اِختيا ري.

”سچو“ ڪَر سَوَ شڪرانا، پُڇي تا بِرهُ بيگانا !

توڙي هِت سي ٿيا ديوانا، مليوسين دوست هِڪواري.

## ڪافي9

يارَ مرشِد تنهنجون ديدان،

مشتاقن کي مارِن ٿيون!

چڪيِ نہ هڻڻ ٿيون چوءَ منجها ران،

ڪانُ بشيءَ جو بَچائن ٿيون.

ڏسڻ سان ڏور وجهن ٿيون،

دام دلين جو ڊبائن ٿيون.

شهبازن جان ڪَرن ستونا،

گهورَ اُنهيءَ سان گهائن ٿيون.

جاڏي چَڙهن تاڏي بِرهہ بُراقان،

پير رڪيب نہ پائن ٿيون.

”سچو“ جهڙا سَوين هزارين،

ڪي ئي ڪُرنش منجه ڪنبائن ٿيون.

## داستان ستون

1

چڙهيو سَر چانڊين، لَنوين جي لاتيون ڪري؛

نہ ’سنيها سانڍين، جي ٿا مُڪَئي سَجڻان.‘

2

ٽڪيو تي ٿا رِيءَ، لَنوين جي لاٽيون ڪري؛

ڏئي سان زاريءَ، اُپي سنيها سَڄڻان.

3

پارانپا پويون، وجهي ڳوري ڳچيءَ ڪانگ جي؛

ڪڏي آبُ اکين مان، نيهين نِچويون؛

لڙڪن سان لويون، ٿي هئين لائيس هنڙا.

4

چڙهيو ڏار ڏئي، سنيها جي سڄڻان؛

ٿو جَڻ روح رڳُن مَون، نياپن ساڻ نئي؛

جٿو جاءِ ٿئي، سٽين پارانپا پِرينءَ جا.

5

اَج ڪانگل آيو، مان ڪندي مونجهه مَون؛

سو تا منهنجي ساهَ ڪي، سرتيون سيبايو؛

هيڏي هَلايو، اجُ محبوبن مِهر سان.

6

اَج ڪانگا چنهَ ڪِيئن، سَرها ڏنئي سُپرين؟

حالَ اسان هِت هِهڙا، ڪي هُت پِي هُئا هِئين!

جهامَ ڏئي جهُڙ جِئين، تِيئن ٿِي اوتَ اکين جِي.

7

ڏاها ٿيءُ نہ ڏورِ، ويهُ مون ڪي ٿي ويجهڙو؛
ڪر ڪالهوڪِي ڳالهڙِي، جان هُئِين رات حضور؛
دوستَ اڱين دستور، ڪِي تِعظيمان توکي ڏنيون؟

8

زاغ زبانون ڪڍي، اِهائِي وائِي؛
'پِريان سندي پار جِي، آهہ توکي واڌائي؛
'پِچي حقيقت حالَ جِي، هُت ساجن سَيائِي؛
'تہ ڪِي عاشق خوش اسان جو، ڪَل ڏئين ڪائِي!'
مون سان بيحد پلائِي، ڪَئِي پرينءَ پار وِن تانهنجي.

9

الله لڳ اُڏام، تون موٽي محبوبن ڏي؛
وڃي ڏيج پرينءَ کي، اِهو پاڄيءَ جو پيغام؛
ڪري قدمن تي پَئِي، سَوَ لک ڏيج سلامَ؛
آهي اوهان ريءَ سپرين، هِت مِڙيوئِي ماتام؛
'اچڻ جو اَنجام، ڪَر سِگهو طرف "سچوءَ" جي.'

10

نا تہ مرِي ويندو هيءُ، الله لڳ اَچيج تون؛
تو توَن آهي هن جو، جانِي، صدقي جيءَ؛
لاهہِ فراق فقير کَون، والِي ويجهو ٿيءُ؛
تون پڻ ان جو ٿيءُ، جو نوڪر تنهنجي ناوَ جو.

11

سَپئَي ڏيج ساري، سنيها ڪي سَڄَڻان؛
اوهان ٻاجهون سُپرين، هُت گوندر گذاري؛
گهَڙِي نا گهاري، ميان محبوبن ري.

12

پَڪِي سوئي پَرَ، اَج اُڏاڻو اوڏهين؛
رسيو وجي اُتهين، سو پاندي منجه پَهَرَ؛
آڏو عجين جي، ڪيائين سپ خَبَرَ؛
هُت عاشِقَ ڪي اَوهان بنا، هِنيڙي منجه حَشَرَ؛
تو اوتي اکڙين مَون، با راني بَحَرَ؛
هاڻي ڏيو دلاسو دلبر، متان عاشق اُت مَري وڃي.

13

ڏار چڙهيو ڏاهو، ٿو ڏئيم دلاسان دل کي؛
نہ صبح سانباهو، هو اَچڻ جو عجيبَ کي.

14

پکيڙا پُويانءِ، لَڙهان موتين سَندئُون؛
آءُ اُڏامِي اوڏڙو، تا جهولِيءَ مِر جهوليانءِ؛
سَپَئي کنب کٿوريءَ مِر، لاکيڻان لويانءِ؛
پوءِ سارو سَمهويانءِ، هِڪ هِڪ ڪري هَٿَ سان.

## ڪافي 1

آيا ڏنوَ آيا ڏنوَ، ڇنهُ ڪي پانڌِي آيا!

پرينءَ ڪي هِن پارَ ڏي، سَلِ ڪي ساٿِي، سَعيا!
طرف اسان جي ڪَهُ ڙي ڪانگل، ها روح سندن جا رايا!
وري سگهو ميان ونءُ اوڏاهين، جو سُورن اَسين ستايا.
”سچو“ ساري مِيان گهڻو سنيارَ، سَجَڻ پِي ڪي ئي سِڪايا.

## ڪافي 2

چَشمن يارَ جي مون تي، ڇنهُ جا چوٽَ چلائي!

درد مندن جِي دل اَچانڪ، آٽي عشق آڙائي.
اَسان نماڻن تي روز ازل ڪَون، چؤ، تَنهن جي حُسن هلائي.
بِنهي اکڙين سيف ستم جِي. چَو جا آٽي چمڪائي.
بَڙچِي بِره جِي سِيني اَندر، ”سچو“ هِن خيالُ ڪُپائي؛

## ڪافي 3

منهنجي زاري زاري، سُهڻا سائين تو سان!

معلوم تو کي ڳالهه اسان جي
يارَ سجَڻ سا ساري ساري.
هِيءَ تا هيِٽي واءُ وهيِٽي،
بِره اوهان جو باري باري.

دوستَ هِئين ۾ يار سمائين،

گهوٽَ نہ وڃهج گهارِي گهاري.

اَصلَ لاڪون آهي اوهان سان،

يار اسان جِي ياري ياري.

طرفون تنهنجي يارَ ”سچوءَ“ کي،

آهہ ڪِڇيءَ ۾ ڪاري ڪاري.

### ڪافي4

يارَ تو سان، ڪي تا ڏينهڙا لَنگهايمِ!

راتيان ڏينهان سِر تي ڪيئي، ڏکَ جا مينهڙا وسايمَ.

پُڄاڻا اوهان جي ڏاها، ڏاڍا سي پور پرايمَ.

سِڪ تنهنجي سُپرين، سارا ئي سورَ سَلايمَ.

پِرين تنهنجي پارَ جا، ڏيهاڙي سي پنڌ ڙا پُڇايمَ.

”سچو“ سي ئي آيا جَن لئہ، فالان تي روز وڄايمَ.

### ڪافي5

سانِي منهنجي يارَ کي،

ساري ڏيج سلام!

پِرت منهنجي روز اَزل کان، تو سان مُحب مُدام.

چئي مَڪا هُئُو يارَ سَڄڻ، ميان، اَچڻ جا اَنجامَ.

اَوهان جي نِي يارَ اَچڻ جا، هُلَ پَون هَنگامَ.

”سچوءَ“ جيها ڪيترا، تنهنجي در غُلامَ.

## ڪافي 6

تو سان يارَ سڄڻَ، منهنجي پِرت اَصل کَون پيئي.

اَصل اسان جو عشق توئي سان،

ڪوڙين آهن ڳالهيون ڪيئي.

ڪڏهن مُڪو- ڪونه اسان ڏي،

ڏکين نيا پو ڏيئي.

اَسين توئي سان هِڪ ٿينداسين،

وچون وائي هِجر جِي ويئي.

سي ئي سانِيج ڳالهيون اَسان جون،

جانِي ڪيڙم تو سان جي ئي.

جي ئي ڪَيا هَمِ قولَ توئي سان،

”سچو“ پا ڙيندس سي ئي.

## ڪافي 7

ويهي هِت ڪِيئن وسارين؟

پِرين تو کي پانڻَ پُڇڻ ٿا!

”جيھو تيھو آھہ اسان جو“، چئہ جو دوست چون ٿا .

ڪڏھن ماندو مٺان ٿئين تون، تنھنجي اڳڻ اَچَن ٿا .

جڏھين ٿين ٿيون ھُت پچارا ن، تڏھن ھِت پورَ پَون ٿا .

پرين تو ڪَون پَري نہ آھن، ويڙھي جَڻُ تہ وسَن ٿا .

ماندو مَٺان ٿين، خوش ٿِي ”سچو“، ھو اَجُ گوش گذارن ٿا .

## ڪافي8

مانَ پِرِيَن کي پوي، ڪَنِ فرياد اَسان جي!

عشقَ جو ماريون سُڃو سَپيئي،

اديون ڙِي ناھِيو اوي.

ھن نماڻِيءُ جو يارَ سَڄڻَ کي،

حالُ وڃي ڪو چوَي.

ھِيءَ تا تَن رِيءَ راتو ڏينھان،

راند روئڻ جي روي.

در دوسَن جي ڪيئي آھن،

”سچوءَ“ جيھا سَوي.

## ڪافي9

ساٿِي تون يارَ مُنھنجي کي،

نيئي پَھچاءِ سَنيھو ھي!

تہ ”قيد الماء“ جي قسمت، وڏِي، دوري تو ڪَون مون ڪي.

سي پا ڙَج واعدا پنهنجا، ڪيا هُيئي يارَ جانِي جي.

ڪتابَن ۾ وڏم مُنهن ٿي، تہ ٿي خورسَندگي حاصل،

لڳي دل اوچتِي تو سان، وساري بِره بي تي ٿي.

مون ڪي تو تا فراقِي ڪيو، اِها فرياد ڪنهن ڪي ڏيان؟

هو جي ڳالهيون ڪِيُئي سانولَ، ”سچوءَ“ ڪي ياد آهن سي.

# بيت، دوها ۽ هدايتون

## بيت سنڌي روجهن بابت

1

روجهُون رڻُ يادِ ڪيون، اُپيون رتُ رئَن؛

هر ڪنهن ويلَ هُئَن، اِهڙن اوراتَن ۾.

2

روجهُون رڻُ ڦِٽو ڪري، لاهِ لهِي آيون؛

ٿِين تا ر نہ تَرايون، جو مُند نہ اُٿَن مِينهڙا.

3

مُندين مِينهن اُٿانِ، وري روجهُنِ رڻُ ڦِٽو ڪيو؛

ڏولائيءَ جا ڏينهڙا، گهٽا گهر ڏٺانِ؛

اُنهيءَ ڪَوَن اَرمانِ، لحظي مَنجه لهي ويون.

4

مُندين مينهُن پيونِ، تَرايون تا رِ ٿيون؛

وجڻُ مٿين ماٿرين، ٿاڪن تي ٿيونِ؛

وِسري ڪينَ ويونِ، سورڻُ ريجاڻِن جو.

5

هنيَڙو چڏي هُتِ، ٿيون روانيون روجهون؛

ڏکيا اَوسَر ڏينهڙا، ٿيون گُذارن هِت؛

اَنئي پهر چِت، وطن تن نہ وسري.

6

رڻُ چڏي روجهُون، ڪا ڏس چِتائي هَليون؛
جيلهان مُند اُتا نہ مِينهڙا، تيلهان ٿيون ڪوجهون؛
لُڪَنِ جون لوجهُون، جَرين جالِڙَ هَليون.

7

ماڻَر مينهن پِيانِ، روجهان موٽي آئيون؛
اَوسَر سَندا ڏينهڙا، وسري سپ ويانِ؛
ڻاڻا ٽَر ٽِيانِ، ڦَٽيون ڦوڙيون ڳَڏيون.

8

جڏهن ٿيا اَبرِ، تڏهن روجهُن ڳاٽَ مٿي ڪيا؛
موليٰ وچڙيون ميڙيون، جن ٿي ڳذاريا اوسَر؛
پها ڙيءَ جي پاندَ ۾، ڳڏجي ڪَن گُذر؛
ٿيون سيپِئِي سَر، لَنگهِيَن ڏکيا ڏينهڙا.

9

جي ڦَٽيون جي ڦوڙيون، اُني اَچي ڳَڏ ٿيون؛
اوسَر ڪَيون هيُون، اورَنيون اوريون؛
لَکين ڪِروڙيون، رڻُ سپوئي روجهيون.

10

روجهڙين اُتاءُ، لنگهيا اَوسَر ڏينهڙا؛

موليٰ آندا مِينهڙا، پنهنجي مهر مٺاءُ؛

جي هيون ويچاريون وِچڙيون، هڪڙيون پِنَ ڪاءُ؛

وِيُن ڏولُ وِچاءُ، اُني اَچي گڏيُون.

11

آسَروند آهين، روجهون راڻيون رڻ ۾؛

اُپيون پيون اُپ ڏي، ٿيون وائڙيون واجهَائين؛

رڙيون ڪيو رڻَ ۾، ٿيون بُوندون بَرسائين؛

تنهن ڪُندِ ٿيون ڪاهِين، جنهن ڪُندَ وَسَن مِينهڙا.

12

”سچو“ رک سَماءُ، تو ماڻهو روجهن سان گڏين؛

هاڻي صبر مَنجهِ ئي آءُ، ڪمائي پوري ڪري.

13

آيون وَس چڙي، مُندين اُنَن مينهڙا؛

موليٰ سندي مِهر آهه، جي وچڙيون گڏ گڏي؛

لڻيون لاهَ لڏي، روجهون ريجاڻِن تي.

14

رڻُون روجهيُون آيون، وين اوسَر ڏينهن؛

مندين اُنن مينهن، ڪيئون رُخ ريجان تي.

15

رٹُون آيون روجھون، جو سنپاليائون ديسُ؛

مُندين اُنَن مينھڙا ، وسري وين پرديسُ؛

جي هيون اُني ريءَ اُديسُ، سي پُڻ سرهيون ساهَ ۾.

16

جي اوسَر ڏسِي روجھيون، رڻ چَڙهي ويئون؛

تن کي وجي اُتهين، پَلڪان ڪي پيئون؛

پوءِ مُندين اُنَن مينھڙا ، سَبزيون سب ريئيون؛

ڍوَ واري ڍيئيون، ڍليون گاهَ گُلن تي.

17

رِڻ چڙهي روجھان، ويون وري ڪَٽُ ڪري؛

سَبز سِيٽيون آئون ساوڙيون، سَپڪا چاڪُ چَري؛

پُري آئيون پِيئي تي، پَها ڙؤن پَري؛

وِيَن ڏولائي ڏينھڙا ، سَپڪا پَلُ پَري؛

”سچو“ مون نه سَري، ريءَ ميلائي سَجَڻين.

18

جي رڻ چَڙهيون روجھَڙيون، ڪيون ڏولاون ڏکيون؛

جبلن سَندي جھولِئين، بِرُ هيون بُکيون؛

ٿيون هاٽي سپ سُکيون، جو مُندين اُنَن مينھڙا .

19

هِنيون لاهي هَليون، روجهان رڻ چُتاءِ ؛

موٽي مِهر موليٰ جي ٿين، جو اُنن مينهن مَٿاءِ؛
ڏولائي جا ڏينهڙا، لاٿا پاڻَ خداءِ؛
وري پنهنجي ديس ڏي، وريون جاءِ بجاءِ؛
واري وسَ وساءِ، ڪا رازق روجهڙين تي.

20

روجهون وني واٽَ، هليون تَراين تل تي؛
گولاڙن جي گَس تان، چَڙن مِني ماٽ؛
لاهي اُج اُساٽَ، راهِي ٿيون رڻ راهَ ڏي.

21

روجهون ريجاڻن تي، لنگهي لَس ويون؛
بوندون جِت بارانَ جون، پَها ڙين پيون؛
رڻَ مِ سي رهيون، جن پنڌُ نہ ڪيو پها ڙ جو.

22

راهي ٿيون رڻ راه ڏي، لاهي اوسٽَ اج؛
پها ڙيءَ مان پُجَ، روجهن ڪيا رجَ تي.

23

راهِي ٿيون رڻ راه ڏي، لاهي اُج اُساٽ؛
اَچي وُٺن اوچتو، وڏَڦڙو مِ واٽَ؛
رعد جي رڙين تي، ٿَهي ڏنائون ٿاٽَ؛
پُڳيون منجهه پهاٽَ، لَٿَن سِڪ ”سچو“ چَوي.

24

وِني وٺ پَها ڙَ جي، هليون منجهان هيجَ؛
رِسي مَٺي ريجَ، پاندوڙين پِيا ڪيا.

25

رڻ چڙهي روجهون ويون، ڏسي اوسَر ۽ اولا؛
اُنا مينهن مِهر جا، مِهر ڪئي مَولِيٰ؛
روجهيون ريجهيون، ڏسي ڪري ريجهڪ رسيلا؛
واحد وسيلا، پنَن تي پڌرا ڪيا.

26

روجهُن زارو زار، اُپي رنو رڻَ ۾؛
رڙيون سُٽي رُلِيُن جون، سعيو ڪيو ستار؛
ساري ساز سُرودَ سان، سارنگ لَڏين سارَ؛
روجهن ساڻ رهاڻ لئه، ڪِنوٽِين ڪَئي ڪيڪارَ؛
ٿهي هليون ٿيلن تي، سُٽي گوڙ گجڪارَ؛
وسي وسَ وڏي ڪَئي، وسڻ جي وسڪارَ؛
تانگهيون تارَئون تار ٿيون، ترايون تلهارَ؛
سَچي لَذڙي سارَ، سِگهي سڪَ وارئين.

27

ڦوڙائي جون ڦَٽيون، ڦوڳيون ٿيون ڦولهِين؛
اَبر سندي آسَري، ٿَڪَر ٿيون ٿولهين؛

ٻوليو ٿيون ٻوليون، ترايون تَر پَريون.

28

”منڊائتا موٽيا“، روجُهون چَوَن روئي؛
”قسمتَ قيدالماءِ“ ڪي، ڪونَ جهَلي ڪوئي؛
سائين سِڪهوئي، ڪَندو وسَ ولهِن تي!“

29

”منڊائتا موٽيا، “ روئي چَون روجهون؛
”ڪميٽيون ڪوجهيون، قادرَ تنهنجيون آهيون!“.

30

پاندوڙيون پهاڙَ جون، رٽين ڪوه رهن؛
لوچي سي لهَن، جن ”سچو“ ٻَڌو سند رو.

31

ماٿرَ مٿاهان پنڌ ڙا، پاندوڙيون پُرن؛
سانگن مٿي سَرڙا، چَريو سي چَرن؛
ورِي ٿيون ورن، ”سچل“ سي ساٿيه تي.

32

چڏي رڻ راهِي ٿِي، روهَن مٿي روجه؛
ٻيلي پَئي ٻوجه، چَرڻ جِي تنهن چت ۾.

33

روهَن اَندر روجهڙيُون، ڪيون ڏکيون ڏولاون؛

”سچل“ سي ساون، سُڪيون ڪيون سُڪديسَ ۾.

34

ڀلر ڀها ڙين ڀلٽيا ، واحد ڪَين وسَ؛

لنگهي ويون لَسَ، روجهون راجاڻَن تي.

## دوها

شَي آهيان ڪاڪيون ڪهڙِي، جا سمجهي نہ جاڻان!

بعضي پايان پُتلي، يا آهيان گُڏيءَ ڏور،

يا گوءِ آهيان هٿ يارَ جي، يا وانگيءَ وانگر زور.

يا تا محل آهيان، جنهن ۾ شهنشاهہ،

بوليون ڪري ڪيتريون، ٿو درنئون داناهہ.

يا تا گهوڙو آهيان، جو هَلائي هَسوار،

يا تا موج درياهَ جِي، جا بوڙي ٿي ٻاهار.

يا مِهنديءَ گل تا آهيان، جنهن اندر لالائي،

يا آهيان گل گلاب جو، جنهن سِر ۾ سرهائي.

يا تا چشمو آهيان، جو اَبر پَريو آب،

تنهن ۾ سايو سج جو، يا پاچوئي مَهتابُ.

يا تا پاڇوئي حق جو، آءُ اَصل ڪَون آهيان،
جنهن ۾ ڳالهه ناهِ تا، سو پڇي تا ناهيان.

ڳالهه "سَچوءَ" تا سَمجهِي، ڪَون هاديءَ اِهائِي،
تا غير خدا جو ناهين، آهين صاحب سدائي.

## هدايتون

### هدايت 1

رمزان سي هاديءَ جون، ميان، جيڪي چيائون مون کي سي سَلڻ ناهن،
هوءِ هوءِ - ڏريون آهن دل تي!

ڳالهيون ڪري ڳُجهه جون، ٿا صاحبَ سَمجهائِين،
"لاالٰہ" کَون اڳيان ٿا هادِي هلائِين،
سَمجهڻ "سَمع بَصَر" جو ٿا فائِقَ فرمائِين.

"خوديون خاص نہ پائنجو هِي نِت نِت نما زان،
ڇاڙو پلي ڳالهڙِي هِي سوز و گدازان،
اَٿو 'اَناالحقَ' جا اِهي عِبرت آوازان."

"هَي هَي هِڪڙي ڏينهنڙِي، ٿا هادي اِئين چَون،
جَن نہ سَمجهِي هِت ڳالهڙِي، سي سُپان کهڙو رون،
جَن سُچا تو هتهين، سي هُت پِي اِئين هُون."

”جيڪي پَليون پاڙهيون، اُنهن پُڇڻ پَري آهه،
ڪوڙا قصا ڪُهه پئا يار- سُجاڻ سَواءِ،
پُرجهڻ آهي پاڻ کي، ٻي پَلي بات نه ڪاءِ.“

هاديءَ حقيقت جي، يار، موتي هيئن چيو:
”آقا آهي هيءَ ادا آهي ڪونه بيو،
جي ٿي لنگهيا سَڀَ ڪَوڙن، يارُ مقصد تن ٿيو،
سائين ساڳيو سو اَٿَو، جو وجودوُن ويو.“

## هدايت 2

مرشِدَ هادي رهنما، ٿا سَمجهائن اِئين:

”هو تون جاڻج پاڻ کي، متان هيءُ ٿئين،
”وحدت جي چوگان ۾، اِها گوءِ نئين،
””سچو‘ ساڻ يقين جي، هِي حال ڏي هِئين.“

## هدايت 3

هادي ويڙهي آيو، هاڻي سائينءَ هِيئن سمجهايو، واِلي ويڙهي آيو!

”ڪڏهن ٿيو ڪونڪو، عاشقن آرام، ميان،
راتو ڏينهان تن اُتي محبت جو ماتام، ميان،“

خاڪون هَلج خاص ٿي ڪر پاڻيءَ ڪَون پرواز، ميان،
چڙيءَ چَنبو ماريُئي، ٿي شاهِينءِ شهباز، ميان.“

”جيڪو اَصل آهي، ٿيو هاڻي سو سلطان، ميان،
گهوڙي چڙهندِ ڙ گم ٿيو، پيو گهوڙو ۾ جولان، ميان.“

”گرد ڳجهو ڪيو طالبو، اهو گهوڙي جو هسوار، ميان،
گهوڙي وارو گم ٿيو، اُڀريو گرد غبار، ميان.“

آيو بحر جوش ۾، تڏهن موج پَئي پاهار، ميان،
هَي هَي آيو نانءُ ۾، ٿيو ساوڻ جو سينگار، ميان.“

”لُڙَ منجهَون ٿيو اَچو ڪارو، اَصل سو درياهہ، ميان،
بيحد رنگ گهڻا ٿيا پاهر، هرڪو ٿيو گمراهہ، ميان.“

”ساوڻ لٿو، هڪ ٿِي تڏهن پاڻي موٽيو پوءِ، ميان،
ڪارو اچو لُڙ ٿيو، اهو سارو سموندبوءِ ، ميان.“

”نانءَ لَهِي ويا پاهريان، اهو باقي رهيو نام، ميان،
ڪوران، ڪَسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام، ميان.“

”هِت سَپيئي درياهہ ٿيو، پيو ڪوڙا لٿا نانءَ ، ميان،
اول آخر هڪ ٿيو، ويا وچائون ڳنان ، ميان.“

”اصل جيڪي هوس آءٌ آهيان هِت پي سو، ميان،
آخر ٿيندس وجي اُهوئي، هڏ آهِيان ڪونه ٻيو، ميان.“

”اڪيون اکڙين ۾ رکي، تون پنهنجو پاڻ سُڃاڻ، ميان،
پوي نظر جت تانهنجي، تت پنهنجو چشم چال، ميان.“

”اکيون اکڙين ۾ رکين، تا هِت هُت ’تون‘ هين آءٌ، ميان،
جي خبر اکين جي لَهين ، تا تون نرالو ناڻءُ ، ميان.“

”اکين مون معلوم ٿئي، اِهو صورت جو سينگار ، ميان،
’سچو‘ سارو سچ ٿيو، ٻيو ناهي تفاوت وار، ميان.“

# ڪافيون

## ڪافي 1

اڄ تون اسان وٽ آءُ، تون مينهن وانگر ميهار، ميان!

پاٽي اُپڙڻ نا ڏئي، هڪ ويريون ۽ بيو واءُ، ميان.

ڪاري، ڪُن لهرين لسان، دور وڏي درياءُ، ميان.

ساهڙ سببون تانهنجي، سرتيون ڏين نہ ساءُ، ميان.

پرين وڙئون پانهنجي، ”سچوءَ“ لهُ سماءُ، ميان.

## ڪافي 2

لڙ وهي لوهاڻو، يار، وي!

سا ڪيئن ترسي تار ۾، جيءَ جنهين جهوراڻو.

ڪاهيو پوي ڪُنن ۾، ڏِنس عشق اوراڻو.

ساهڙ ٻاجهون ساهَ ڪي، ڪيو وره ويڳاڻو.

سانولُ سدا آهہ مُون، اوهِين سيئي ٿيون ڄاڻو.

پچندو اَچي پاڻهين، ”سچل“ يارُ سِياڻو.

## ڪافي 3

آ ڪوڙِي! آءُ ڪير آهيان، ذات نہ ڄاڻان ڪير!

سَهي ڪَري ڪين سگهان ٿو، پينڊ پنهنجو پيرُ.
ڪاٿئون ٿِي آءُ ڪاٿي آيس، پرٿئون پاتم پيرُ.
ساڱيو ئي سو رانجهو آهيان، تنهن ۾ ڦندُ نه ڦيرُ.
پاٽون جاٽي پر گهمايم، سُرهو ڪيَڙم سيرُ.
جوڳي ٿي ڪَرَ جوڳ پچايم، ڏاڍو ڪيَڙم اَنڌيرُ.
مَڪي مَنجهه مَسيت بڻايم، جٽيو جيسلمير.
”سچو“ نانءُ نه آهي منهنجو، هَڏِ نه آهيان غير.

## ڪافي4

ساٿي ڙِي ديس دلبر جا، سِگهو وڃ پار پرين جي؛
خبر ڪا خيرَ جي آڻين، آهي خوش خاص سو مَظهر!

پانڊِي پيغامَ هي ني تون، سنپاري دوست کي ڏي تون،
ڳالهيون ڪر ياد پي ڪي تون، آهينم تون دل گهريو دلبر.

عاشق ايڏهن نهاري ٿو، تو لئه گوندرِ گذاري ٿو،
سَجَڻ تو سَرس ساري ٿو، اَوهان لِڱ آهِ مُنتظر.

زياده ٿو ڪري زاري، ڪيائين سَؤ ڪِچيءَ ڳاري،
مَ ڪج تنهن ڪَون بيزاري، ڏسي ڏوهن سندو دفتر.

دردَ ۾ دل بَجانو ٿيو، اُتي يَڪدل يگانو ٿيو،
وني نياپا روانو ٿيو، رسيو تا روءِ وجي رهبر.

اڳيون پِي ٻاجهہَ هُت پيئي، وائي تا هجر جي ويئي،
دلاسا دوست ڪيا ڪيئي، لِڪڻ ڪون هِن اُهي ٻاهر.

آهي سڀ خيال هِي منهنجو، اوڏنهن ويو حال هي منهنجو،
”سچُو“ ري سوالُ هي منهنجو، حضوريءَ ۾ ٿيو حاضر.

## ڪافي 5

تنهنجي چشمن چيٽڪ لايو،
آءٌ هاڻي ڪئن ڪريان!

ڪَل نہ مون کي ڪا هئي، عشق اَچانڪ آيو.
دل اسانجڙيءَ لعل ليپٽيو، رمزن جو رنگ لايو.
سدا گهُرجي ”سچوءَ“ کي، محبت جو نِي مايو.

## ڪافي 6

يارَ ٿئين وچي ياڪي،
متان هي وسارين، ميان!

پيو سَپو مون وسريو، برهُ رهيو هڪ باقي.
تنهنجي طالبَ آهيان، محبَ مون تا ميثاقي.
ڪم منهنجو ڪيچ ۾، هاڙهو سَپُ هَلاڪِي.
لاهج پنهنجي لطفَ سان، گوليءَ کون غمناڪِي.
ڪَر پاجاڻي پنهنجي، ”سچُو“ هيءَ ڪساڪِي.

## ڪافي 7

هِيءَ غريب نماڻي،

ڪيئن بيراڳڻِ ڪَيَئهِ!

معاف مدايون ڪر تنهين تَون، الھ لڳ آرياڻي،

پيش اچي جا پَيَئه.

بِيني آهيان يا رانهيءَ تي، حُب منجهؤن هوتياڻِي،

ڳالھ چُڪِيءَ جا چيئه.

هڪ خيال نِي دل تي تنهنجو، تنهن ڪَيَس جوڳياڻِي،

خيال بِيا سپ ڪَنيَئه.

وعدن واري ڳالھ اَسان سان، هوتَ ڪَيَئه جا هاڻي،

ڪيئن وسرِي سا ويَئه.

ڏک ڏوراپا ڪهڙا توسان، پرين سا ڪيئه پُجاڻي،

نال نماڻِي نه نِيَئه.

پَري نوڪَ نيهَن جِي سائين، ”سچوءَ“ کي نِي سُجاڻي،

هوت پَري جا هَنيَئه.

## ڪافي 8

عِشق اسان وٽ آءُ، اچي تو تا سانوڻ لايا!

چنچل چيهل ٽي چوڏاري، مينهن رات ڪئي موچاري،

عزت لڏي آسمان، پرينِ اچي پير گهمايا.

بوندَ بِرهَ جي بَرسي باري، جوشَ اکِيَن مون جرَ ٿيا جاري،
بيحد ٿيا بارانَ، اصل ڪون واهَ وهايا.

گل ڦُل ڳاهن ڪئي گلزاري، مَجيائون سا رنگ جي سرداري،
سَهسين ٿيا سامان، اکِين اچي آگَمَ لايا.

يار "سَچَل" چئي مُحب مِليا سي، بيشڪ دل جا دردَ لٿا سي،
شاهِي رکيائون شان، اچي تَن حُڪم هَلايا.

## ڪافي 9

عِشق پنهنجي جي خَبر جي ڪَنهن اَدا عاشِق آهي،
مُشرڪ ۽ مُرتَد آهي، توڙي اهو تارڪ آهي.

جو ٿيو گُم يار ۾، پاڻ ئي ڪون لا تعلق آهي،
پانهنجي هُوتَئُون اُهو، هَر فعل ڪون فارق آهي.

ڪُفر ۽ اسلام ڪون، لاڙو انهِيءَ لاشڪ آهي،
رمزتا هِن راز جي، سمجهي سوئي سالِڪ آهي.

دائم دُوئِيءَ وارن نظرَ، هڪ خلق ٻيو خالق آهي،
اُپٽي جو عبرت جون اکيون ، تنهن ڪي مڙيوئي مالڪ آهي.

جِيئَن هاديءَ فرمائيو، سوئي سَيو برحق آهي،
سو "سچوءَ" مُرشد سچو، سو پير عبدالحق آهي.

## ڪافي10

جيءُ آئين پلي آئين تون،
ڪنهن منزل مون پهچائين تون،
ٿو موٽي سِرُ وڍائين تون!

سرمَدَ کي ڏيئي لَتَ ڪهائيي، سوريءَ تي مَنصور چڙهائيي،
شيخ عطار جو سِرُ وڍائيي ، هاٽي هيڏي پنڌَ پُچائين تون.

زڪريا ساڻُ ڪرتَ چِيرائيي، يوسف کي مَنجھ کوهَ وجهائيي،
شمس مُلن جي هَٿون ما رائيي، عاشِقَ ٿو آزمائين تون.

جٽيو ڪفر صنعان وجهائيي، بُلي شاه کي ذبح ڪرائيي،
جعفر کي درياء ٻوڙائيي، تن کي پار لنگهائين تون.

گهاٽي ۾ بلاول پيڙائيي، عنايت ميدانَ ما رائيي،
ڪرمَل کي هِنَ حُڪم هِلائيي، ڦيرُوءَ ڪَنڌُ ڪَپائين تون.

قاسِم دُرن ساڻ سَتائيي، موسيٰ کي بي سُهاڳَ وٺائيي،
اڪيداسَ تَعزير ڏوائيي، سو اَجُ ساگيو آهين تون.

”سچو“ سَندءِ پنڌَ پُچائيي، گهوريو پنهنجو سِر گهمائيي،
نِيهن واري ٻالِهِ ٻالهائيي، عاشق ٿي فرمائين تون.

## ڪافي 11

حڪم تنهنجو ٿو هلي، پَر ڏوهه پاڻ ئي ڪي ڏيان!

آهي "فَعالءُ لِمَا يُرِيدُ"، ناڻءُ هِيءُ ڪاڏي نيان؟

آهي "وَبي يَنطِقُ وَبُبصِرُ"، تر نہ توريءَ جيان.

جاڏهن اچي ظاهر ٿئين، هَل هيجَ! مَون تاڏي هيان.

"يَرجِعُ اِلِيٰ اَصلِهٖ" سُڻُ مامَ هِيءَ مُون هان مِيان.

گمنام غمزي مِ ڪرين، ساڳيو "سچو" سُوئِي ٿيان.

## ڪافي 12

دِل چِمَن سان جي چُمين، پير مُغان جو آستان،

محبتَ سچي محبوبَ جي، بانڪا وجي تون باس تان.

ڪي ڏينهن مون دلدار لئہ، ورد ۽ وظائف ٿي پڙهيا ،

جڏهن عشق آرانپا ڏنا ، ٿيون خود خدا جون خواستان.

جڏهن شوق مون شامل ٿيو، بيو خيال خاطر کون ويون،

هڪ واسطو تنهنجو رهيو، وسري ويون ٻيون واسطان.

راهون سيئي گمراهه ٿيون، جي مون پڇين تون ڳالهڙي،

ڪر گُذري ٻئي گوڙ ڪان، اَتَئي راهَ رب جي راستان.

رنگ روح کي جيڪو لڳو، دنيا ۽ عقبيٰ پڻ پڳو،
غمزي تنهن گم ڪُل ڪيو، وهَواه بيا وسواس تان.

عشق جي ڙي جيڏيون، ناهي تمامِيت ادا،
چاهون چوائي ٿو گهڻو، هِي درد مون کي داستان.

”سچو“ سدا سِڪَ ۾ رهين، متان تون جهَلين روئِڻيُون اکيون،
هت درد وارن جي پرين، پاڻهِين ڪرن ٿا پاس تان.

## ڪافي 13

ڪَنهِن سان ڪَيَم نہ ڪَلَ،
جو سودو آندم پاڻ سان.

سودو ڪَنهِن نہ پُڇيو، آس ۾ مشڪل.
گران قيمت ڪون سَپَئي، موٽيا تنهن مَهَل.
سودي ههڙي جي اُتي، لاهن سپ نقل.
ميڙون موڙن تي ڪري، عالمَ ڪَئي اُچَل.
حال ڏسي تا هُنَ جو، جيئڙو منجهہ جَنجَل.
ڏوهہ نہ مون کي ڪو ڏيو، پئي خَلق منجهہ خَلَلَ.
”سچوءَ“ سرفراز ڪيو، آڻي سو عشِق اَجهَل.

## ڪافي 14

صحي سڃاتوسي، هاڻي اَصل اسان جو تون آهين!

عاشقَ متان اوتيين، ڀنبڙَن مون پاٽي.
ڪڏهن اسان جي ڳالهه ڪون، عذر متان ڪو آڻي.
عاشق مِني ڳالهه جي، ميان، وَري ٿا ڏين وراڻي.
ڏينهن ٿون نئين آهي سا ، ميان، ناهي سا پرت پُراڻي.
تن ۾ تنهنجي اصل اَسان جي، ”سچو“ ري سِڪَ سَماڻي.

## ڪافي 15

آهيان اوهانجَڙو اُئين- دوست چوين ڪير آهين؟

پِرين ڏسج تون پاڻَ ڏي، آءُ ٻانهو تون سائين.
پنهنجي درئُون سُپرين، پير منهنجي در پائين.
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، ميان، پِرينءَ ڪي پَرچائين.
آءُ اَوهانجَڙو آهيان، چِت نه مان تَون چائين.
ديدان ڪَڙُ تون مَثي الله لڳ، ميان، ”سچوءَ“ ڪي سَرچائين.

## ڪافي 16

جيڏيون مون ڪي چو ٿيون جهليو،
ويندس پرينءَ جي پار!

هُنَ پَرِ پيرا ٿي ڪريان، جو مون هُتِ روح رَليو.
ڏانهن ڳهٽا ڏينهَڙا ، مون ٿي عِشق اَليو.
روح پريان جي پارَ ڏي، وٺي سا حُبَ هَليو.

پريان سندي پار ڏهون، پا ڙيچون نہ پَليو.

”سچوءَ“ جوڙِي سَرتيون، محبَتَ مَن مَليو.

## ڪافي 17

منهنجو هِنئڙو وڃي پيو، پرينءَ جي پار، وو!

سپيريان ڏي سرتيون، مون کي نِيهڙي نيو.

ڳُڻين ڳالهيين يارَ سَجَڻ جي، سوگهو ساهہ ڪِيو.

پاڻون پائي اگڙ اَسان جي، لالن شال لِيو.

جَڙ لڳي هُيوَ جيڏيون، تہ ڪِيئَن مون ڏوهہ ڏيو؟

سُپيريان جي سِڪَ ۾، مون سان بيلي ڪونہَ بيو.

سگُ سڄڻ سان سگ ”سچوءَ“ جو، جيڏيون جيءُ ٿيو.

## ڪافي 18

دل جا دلبر يار، سگهو سکهو اِيندو رهين!

اسان نماڻن جي نانءَ سائينءَ جي، لهين تون سار سنپارَ.

يار اوهان جي ڪيئي مڪاسين، قاصد سَوَ هزار.

اوهان ٻاجهون يار پيارا، اَچن ٿا اُوتار.

سي تون پاڙج پرين پانهنجا، ڪَيوَ جي قول قرار.

هوءَ جا هِيڙِي مٿي منهنجي تي، ڪرين سا معاف ميار.

”سچو“ اوهان لئہ يار سياڻا، روئي سو زارون زار.

## ڪافي 19

پڇو نہ منهنجي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان!

اچڻ اَسان جو ٿيو اُتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات.
ظاهر آهِ زبانون منهنجي، ”الاقرب“ سندءِ ڪلمات.
”سچو“ سِر سهِي ڪر پنهنجو، عشق منجهون عِشقات.

## ڪافي 20

مڙس ٿي منصور چئہ، نہ تہ ڪيم چئہ منصور هان،
منصور جي منزل اتي ، ڏاڍا تماچا تهمتان.

سگهہ نہ جي ساري سگهين، منهن رکين تنهن تي مٿان.
چو چوڪراٽيءَ ۾ پئي، رانديون روين راتو ڏينهان.
احوال سڀ اسرار جو، سائين عشق کي آهي عيان.
نَڙڪو نڳيءَ ۾ ناهہ جو، ناحق ڪرين ٿو ناتوان.
هِن کي چيو هُن کي چوين،”آهيان لاهوتي لاطمع“!
منصور جي تنهن ملڪ تي، آهن سدا نوڪان نوان.
سُڻ ”سچو“ تون سمجهہ رک، توکي چگائي ٿو چوان.

## ڪافي 21

وهيان وساريان ڪيئن، جيڏيون جي لنءُ لائي ويا!

گهوري چڏيم هي گهر جايون، بره بهيران پنيءَ لايون،
پير نہ پوءِ ورايان، وري سنپا ريان ڪيئن؟

شهر ڀنڀور ڪان ٿيم آزادي، ڪيچ ويندي ٿي ڏٺم شادي،
تنهن سان نينهن نباهيان، پوءِ نها ريان ڪيئن؟

ٿي ٿي منهنجي دلڙي ديواني، محبت ڪيڙس آءُ مستاني،
در در ڦيريون پايان، هت گدا رايان ڪيئن؟

پور پرينءَ جي ڪئي پڌ رائي، اوڙي پا ڙي وچُتي وائي،
چاڪي عِشق چپايان، هُڻ گهر گها ريان ڪيئن.

ڪيچيڙن جي ڪم اَچان جي، رنگ- پَريَن جي رنگ رچان جي،
”سچو“ ري گُڻ ڳايان، هي سرُ واريان ڪيئن.

## ڪافي 22

اوهين پنهنجو پاڻ آهيو، ننگَ نباهڻ وارا!

هيءَ نماڻي عينَ هاڻي، هت مَٺون مون نہ لاهيو،
- نيڻ وهائن نا را.
عاشق سندوَ آهن اُداسي، چاه منجهون سي چاهيو،
- جي وره ڪيا وسڪا را.
ميلائيءَ جو مشتاقن سان، ناهِ ڪو سِگهڙو ناهيو،

- مَر تا ڪرن نظارا.

اصل لاڪون آهن اوهان تي، پاڻ پرين نباهيو،

- ڪَم ”سچوءَ“ جا سارا.

## ڪافي 23

ٿي تون رهبر راهي، پِريان سندي پار ڏي.

ڏيهه انهيءَ جي ساٿي تون سگهڙي، آءُ لهي آگاهي.

تِر نه هڪڙو ترس اِتاهين، والي آهي تنهنجو واهي.

هِن نماڻيءَ سان ناٺءَ سائڻءَ جي، ڪرين تون هيءَ همراهي.

درد اسان جي جِي اڳيان دوستن، ڏيندا هي نيڻ گواهي.

يار مسافر سگهو ”سچوءَ“ سان، آڻي تون ميڙ اِلاهي.

## ڪافي 24

جاني جدائيءَ ماريو، ڏينهن ڏهلا سي گهوريا!

اَصل لاڪون آهيان اوهان جي، ويچاريءَ نه وساريو.

ناٺءَ سائڻءَ جي اسان نماڻن سان، اَچي سو ڳڏ گذاريو.

مشتاقن ڏي مهر پئي تا، ڪڻي نيڻ نهاريو.

پري نه پاڻون يار ڪريجو، پنهنجيءَ وَٽ ويهاريو.

سَگ ”سچو“ آهي در تنهنجي جو، پنهنجي سو ڪَڍ قطاريو.

## ڪافي 25

ٿورا ڪيڏا مون سان لايا، يار سانگيڙي ميان!

جيئن چيوسي تيئن مڃيائون، موٽي نه تن موٽايا.
چُپ چپاتي ويڙهي اسانجي، اَج اَچانڪ آيا.
دل سان لايم هو جي دلبر، سچا سخن فرمايا.
ڏکن سکن ڏي ڪين ڏنائون، توڙي عاشِق ٿي آزمايا.
”سچو“ هئاسي اُداسي جَن لَئه، سي موليٰ محب ملايا.

## ڪافي 26

اج جو جوڳي آيو، نانءُ تَنهن جو نٿي ڄاڻان!

سر جهٽائون جوڳن واريون، لڱين تنهن بسمو لايو.
ذري جوڳي، ذري سنياسي، تنهن ساميءَ نانءُ سڏايو.
ذات اِنهيءَ جي نٿي سڃاڻان، چندين پاڻ ڇُپايو.
ڪڏهن نه ڏٺم ڏيهه اِنهيءَ ۾، موليٰ سو آڻي مِلايو.
ڏسڻ سان تنهن جوڳيءَ جي، مون ڏاڍو پور پرايو.
سيرين با زارين کِهڻ کِهڻ گهنگهرو، ڇَم ڇَم تنهن ڇَمڪايو.
سوئي ساڳيو رانجهَڻ هُيَڙو، ”سچوءَ“ سِر سُٽايو.

## ڪافي 27

هُتَئون هَلي هِت آئين،

ڪَرڻ واپار ڙي وڻجارا!

وچ بازار جي چوسُولَ وچ ۾، پِڙي پرت جي پائين.

شاهَ پنهنجي سان وعدو جو ڪَيڙءِ، ڏينهن سمجهي چت لائين.

شاهوڪاريءَ جي ڪوني جا پاتَئي، سا ويهج ڪِيمَ وَسائين.

وڻج وره جو تئي موتي لعلان، بي گهور سا ڪِيمَ گهمائين.

سودو سَچَ جو آهي ”سچو“ هِي، ڪوڙ ڪَنگڻ ڪَچ ڪائين.

## ڪافي 28

حُج قِتي ڪِيمَ هَاٽي، ماريس تنهنجي ماٽي،

الله چاٽي!

تنهن ڏينهن لاڪُون يار اَوهان سان، لايو نِيهُن هِن نماٽي،

الله چاٽي!

وِيني ڏسان واٽ اوهان جي، آءُ پَلا هِن پاٽي،

الله چاٽي!

جيهي تيهي آهيان اوهان جي، سائين تون پاڻَ سجاٽي،

الله چاٽي!

راتيان ڏينهان يار سَجَڻ مِيان، تَن تونئي ڏي تاٽي،

الله چاٽي!

ڏوڙا طالع ٿِيَن ”سچوءَ“ جا ۽ الله جي توکي آٽي،

الله جاٽي!

## ڪافي 29

حال اَچي ڏس هاٽي، وَهي ٿو پنبٽيئون پاٽي،

پاڻَ جاٽين!

آءٌ ڪنيزڪ مُلھ خريدڻ، سائين تون پاڻُ سُجاٽين،

پاڻَ جاٽين!

سُڌ لَهِج تون سِڪھڙي تنهن جي، جاني ڪِيَو جوڳياڻِي،

پاڻَ جاٽين!

ڏيئي ڏيکاري پاڻ چُپايُوءَ، پلي اُها توکي پاڻِي،

پاڻَ جاٽين!

روز ازل کون دَرَ تنهنجي تي، والِيءَ سا هِيءَ وڪاٽي،

پاٽي جاڻِ!

سيني اندر يارَ ”سَچوءَ“ جي، سِڪ سَندءِ ساماٽي،

پاڻَ جاٽين!

## ڪافي 30

مُلڪَ جا مالڪ پيا هِن، تون وِچون بينين بَڻي؛

هَي ڪَنهِن هِن حالَ ۾، توکي وڏو هَستِيءَ هَٽِي.

سيرِ لِلهِ سيرِ باللهِ، سيرِ مون الله گھر؛
سيرِ في الله لاهِ تون، خود ڪون وجي مَنزل ڪِٽي.

هِي جيَڻ آھ عاريت، جن جو آھ تن ڪي وٽي؛
ڪڍُ وچون تون پاڻ ڪي، اَندر ٻاھر آھي ڏٽي.

آھين امانت ٻِيَن جي، تون آھين ڪاٿي ڪِينڪي؛
سِرُ هِيءُ سارو سهي ڪَر، ”ھڪ ٻہ ٿي“ چو ٿو ڳٽين؟

انسان جو اولو ڪري، سَؤ رَنگ ڪَرين سَنسارَ ۾؛
ساھ ڪي هِيءَ ڳالھڙي، وَہ واہ جا ”سَچُو“ وَٽي.

## ڪافي 31

ڪم نہ عاشِقَ سو ڪرين، جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿي،
ڪَڻُ ملامت ڪا مٿي، مَرُ ڏيہ تو طعنا ڏئي.

ٻِرہَ ۾ بَدنام ٿيءُ، ٻيو ڪِين ٿئي ڪَسبَن ڪِئي،
عشق جي درياہ جي، چولِي چِڪي مَرُ تو ٿِئي.

پوءِ تا ساري خبر دوست جي هِنَ پَنڌَ پئي،
راہ گم ڪر پانهنجي، وَئون وڪَ نہ ڪنهِن ڀِهِڳُڻ ٻِئي.

ڇج حجابان پڌر پَئہ، لونيو توکي ڪَھڙي لئي،
چا ٿيندو پوءِ تا ”سَچُو“ ، هَي هَي اِنهيءَ ورھ وئي.

## ڪافي 32

سَل ڙي سوداگرَ، تون تا آئين وَڻي هِتِ سودو ڪهڙو؟

هُتئون آڻي هِت ڪِيئن لڪايئہ، ڪَڻي مُشڪَ عطرَ؟
هوڪو هِت پِيو ڪيهو گُهمايئہ، ڪَري تا گُم گوهَرَ؟
هِهڙي جوهَرَ جي هِتي، ڪَنهِن سان نہ ڪَيئہَ ڪا خبَر.
پنهنجي اڳيون ڪَيُئہ مِڙيوئي، سارو مُلڪ مَشهر.
چاڪون تو تا شاهہ چُپائي، هِيئن سا هَٿَ مُهر.
لِڪي ڏنا تو ڪيترا، مُلَن کي مَحضَر.
لعلان لڪين ڪيون پڌ ريون، ”سچو“ وي سَرورَ.

## ڪافي 33

ڪيهي ڪَريان مهماني، يارُ اڱڻ منهنجي آيو!

دوست گَڏيو دلجاءِ ٿي، هينئڙي لَٿي حيراني.
هن وَڙَ لائق هوسِ نہ آءٌ، محبَ ڪَئي مهرباني.
مشڪل جا هُئي ڳالهہ اسان کي، اُها ڪَيئون آساني.
فضل ڪرم سان پاڻ بخشيائون، ”سچوءَ“ کي سُلطاني.

## ڪافي 34

نہ مان مريد نہ مان پير، ساري فقرَ جو فقير.

نہ مان حاڪم، نہ مان ظالم، آهيان اَمُن جو امير.

نہ مان طاعَت نہ مان تقويٰ، آهيان وره جو وزير.

نہ مان گُهمڻ نہ مان گهٽڻ، آهيان عِشق جو اسير.

نہ مان ڪُچَڙ نہ مان پُچَڙُ، آهيان دوست لئہ دلگِير.

”سچوءَ“ ٻَڌ محڪم سِرَ تي، محبت جو مَنديرُ.

## ڪافي 35

عاشق اکيون اُپٽي ڏسين، آهي مِڙيوئي يار، ميان-

ظاهر زباني ٿو ڪريان، عجب جيهو اِسرار، ميان.

اعتقاد فردا رکُ، اَڄ دوست ٿيءُ اظهار، ميان-

جنهن کي پَسَڻُ هِت پرينءَ جو، هُت پِي تنهن ديدار، ميان.

سالِڪ سَهي ڪِي تا ڪَرين، صورت سندو گلزار، ميان-

ٻانهون ٻَڌين چو ٻين کي، آهين تون سِپہ سالار، ميان-

بلبل اول ڪر پاڻ کي، گُهٽ گهٽ سارو گلزار، ميان-

جي تو زليخان جان ٿئين، ساجن سِپَو سنسار، ميان.

تون تان سچيءَ هِنَ ڳالھ کَون، عاشق نہ ڪر انڪار، ميان-

جيڪي چيو مرشد توکي، آڻج اُتي اعتبار، ميان.

سروپا اُهو ساجن وسي، ٿي پاڻ ڪون بيزار، ميان-
آهي وس ”سَچوءَ“ سڀ يار جو، ناهِ ڪو اسان اختيار، ميان.

## ڪافي 36

عاشق جي اَحوال جي، تون ڪوهُ نه پُڇين ڪَلَ؟

راڻي ڪارڻ ٿي روئي، محل چڙهي مومَل.
سُهڻي گهڙي سِيرَ ۾، آڻي عشق اجهلَ.
سَسئيءَ گوندر گها ريا، پُنهونءَ ريءَ هِت پَل.
ڪڏهين ٻُڌي ڪانڪا، جهانگيڙن تي جهَل.
سِڪ ”سَچوءَ“ کي سرتيون، ڪيا هينئڙي اندر هُلَ.

## ڪافي 37

ڙي جيڏيون، منهنجي يار سڄڻ سان زاري زاري!

هيءَ نماڻي عين هاڻي، بِره سَندن آهي باري باري.
حاضر ٿيندي‌سَ در دوستن جي، پائي ڳچيءَ سان ڳاري ڳاري.
پوءِ نه ياڪي يارُ ٿيوسي، پهروين لائي ياري ياري.
هَٿ سڄڻ جي اَديون ڙِي آهي، ڳالھ ”سچوءَ“ جي ساري ساري.

## ڪافي 38

اگر اَسانجڙي سائين، ڪَر پَلا تون پيرو!

نانءَ ڏٽيءَ جي دلبر سائين، پاند ٻڪيءَ ۾ پائين،

- ڪَج فقير ڏي ڦيرو.

سدا سؤ لڳ يار سڄڻ وي، جايون سِي بنائين،

- وجهِي منهنجي در ديرو.

حجت رکَڻ سانڻ اَوهان جي، ٻولِ اِهو ٻولائين،

- ناهيم اِيڏو سو جيرو.

واڻ اَوهان جيءَ جو ڪَنئيو، ”سچوءَ“ ڏينهن اُنهيءَ ڪان اَج تائين،

- پيرادِن جان پيرو.

## ڪافي 39

جي اوهين ڄاڻو، ڙي جيڏيون، آهي الله لوڪ سارو!

ڪاٿي آهي چُپ چُپاتيءَ، ڪاٿي ماري نعرو.

بيڪسيءَ ۾ ڪاٿي گذاري، ڪاٿي سو حڪمن وارو.

ڪاٿي شَرَع ۾ شور مَچائي، ڪاٿي ٻِڪيءَ ۾ ٻارو.

جاڏي ڏسو تا تاڏي آهي، سندس نِيهَن نظارو.

حقيقت جي حال ڪَون، ”سَچُو“ ٿِيءُ نه وِسارو.

## ڪافي 40

لِڪ ڪريان توڙي زاري، دوست چَوي ”تون ڪهڙو!“

هَٿين پيِ پَوان پيرين پيِ پوان، پايان ٻچيءَ ٻاري.

آءٌ اُهائي يار اوهان جي، تنهنجي محبت ماري.

روز اَلستان منهنجي آهي، يارَ اوهان سان ياري.

اسان يتيمن کي يارَ پيارا، ڏيج اَچي ڏيکاري.

وِره مَٿي تي وِڙِني وسايان، دوست ڏيو دلداري.

آءٌاوهان تَون سُهڻا سائين، واري وجان لک واري.

توڙي سچاڻي توڙي نہ ڄاڻين، دوست نہ آهيان ڌاري.

ٻَلِ اصل ڪَون آهي اوهان جي، ٻالھ ”سچوءَ“ جي ساري.

## ڪافي 41

مون کي نہ وسار، ڍوليا، آءٌ تا تنهنجڙي آهيان!

نانءُ سائينءَ جي اسان نماڻن ڏي، ڪِڏي تون نينڻ نِهارَ.

پِرين وڙئون پانهنجي، گڏ غريب گُذار.

ڪَيَوَ اسان سان جي يارَ پيارَلَ، پنهنجا سي وعدا پار.

اَگڻ اَسان جي سگهو ڪِي اِيندين، والي سو ڪهڙيءَ وار.

دَرَ پنهنجي جو دلبَرَ سائين، ”سچو“ سو سگ سنپار.

## ڪافي 42

”دَعْ نَفسَڪَ وَ تَعَال“، اِتي ڳُجهي اِها ٻالھ.

خاڪِي جسم ڪَون ڪر جدائي، بَحرَ عَدَمَ جي مِ جال.

خيال وجودي چونه وسارين، ڪرين بي قيلَ مَقالَ.

ڳالهيون ڪوڙيون سَٽ سِپيئي، پنهنه تون خاص خيال.

ڪڏهن نه ٿيندءِ حق سو حاصل، جي تو بُت بحال.

گرد غبار مِ ڪاءُ نه غوطا، ”سَچُو“ ري پاڻ سَنيال.

## ڪافي 43

آءُ تا گڏ گذاريون، وي، ڏکيا سي سکيا ڏينهڙا!

ڳالهيون ڪيئَه جي ڪالهه اسان سان،
ڪيئن تو يارَ وساريون.

ڳچيءَ پائي ڪپڙو سائين،
دوست ڪريان ٿي زاريون.

راتو ڏينهان توکي دلبر،
سانوَل ويٺا سارين.

اَچڻ سَنديون تانهِنجون،
سائين واٽان نِت نِها ريون.

پرِين پَنهنجو پاڻ سان،
”سچو“ سو سگ سنپا ريون.

## ڪافي 44

آءُ يا روچل ٻيلي، مونجھ تنھنجي آھيان ماري!

ناھي واجب رسڻ توئي کي، تون گرُو آءُ چيلي،
سگ نہ ٿي ڪو ساھِيان.
عشق اوھان جي ڪَون ھوت يا روچا ، ڪيئن ٿرن ھيءَ ٿيلھي،
نہ تہ چيَرَ اڳيون چاھيان.
سَگھ نہ ساريان پَنڌَ ڪرڻ جي، تو بن آھيان اَڪيلي،
ڪيچ وٺي ڪِيئن ڪاھيان.
وڳِي آھيان ورہ تُنھنجي ڪَون، توڙي ڪِي پُورن پئِلي،
”سَچو“ نہ آسڙَ لاھيان.

## ڪافي 45

ڏينديَسِ ڏوراپو، آءٌ وجي وراڻو روبرو.

پريان سَندي پارَ ڏي، ڪو نئي نياپو.
اوھان ياجھون سُپرين، آءٌ ڪريان ٿي ڪاپو.
سوڊل توئي ساڻ آھ ، مُنھنجو سَگ تہ سِيا پو.

## ڪافي 46

منھنجو نيھُن وڏايو نازَ، نيٹن نيٹن جي، ميان!

تيغان آهن يا تہ سِتم جون، تنهنجون اکيون ڪَجليون ڪاريون،

اَلا سائين، يا تہ بَجرِي باز.

درد مند جي دلڙي دلبَر، ڏاڍي زور سان آندي،

اَلا سائين، نيڻ منجهؤن نياز.

مان پَون ڪِي ڪَن اَوهان جي، اوهِڪي واري،

اَلا ميان، عاشقِ جا آواز.

بَئي بانهون بَڌي ”سچو“ وچ، تون سانڍ يقيني،

الا ميان، درَ مٿي ڪارساز.

### ڪافي 47

ڪنهن ويلَ نہ ٿا وسارن، عاشقَ نہ ٿِج تون ماندو!

”نحنُ اَقرب“، اِها اشارت، گَڏ توئي سان گذارن.

اَصل لاڪون طرف تنهنجي، نِت نِت گهٽو نهارن.

جي تو اُڪندَ اَن جِي، سي پِي توئي ڪي سارن.

ڏينهن اِتهين چو ٿو لائين، تو هُت ”سچو“ سنپارن.

### ڪافي 48

تنهنجي اَچَڻ جون واٽڙيون، نِت نِت اُپي تہ نهاريان.

لَنءُ لِڪايو لوڪَ کَون، هَنجَ مِ هنجون ٿي هاريان.

سي ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪريان، جيڪي سچڻ ٿي ساريان.

داغ تنهنجي درد جا، ڏيھ ڪي تہ ڪيئن ڏيکاريان؟
”سچو“ ڇَوي سائين شوق تنهنجي ۾، ڪو دم ڪين وساريان.

## ڪافي 49

ڇڏ غصو غمناڪ سان، اچي مِل تہ مانڊائي لهي.

سُڌِ سپا توکي پِرين، جيڪا واڍوڙين سان وهي.
سور سيبائڻ جهڙو، پر جيءُ جُدائي نا سَهي.
پاڻون آيا هِن پور هي، ڪِي تو مُڪا پرِيمِ پهي.
”سچو“ وهاريو وٺ ۾، هِي ٿاهه تڏهين ڪو نهي.

## ڪافي 50

منهنجو ناهِ ڪوئي اِختيار، هَي يار وي!

مون تا سِر تي چائيو، باري بِرهَ جو بار-
هَي يارَ وي!
راتو ڏينهان تِيڏي ڪارڻ، روئڻ زارو زار-
هَي يارَ وي!
ڪيئن ڏنو تو سُپرين، جاني جيءَ ڪي جارُ-
هَي يار وي!
”سچو“ سارو سمجهين، عشقَ سندو اِسرار-
هَي يار وي!

## ڪافي 51

تنهِين ڏينهن ڏِنائون، ساه منهنجو ساهَڙ کي سرتيون.

درد منديءَ جي دلڙي، نازن ساڻ نيائون،
هيڏي هوڏي نا ويو، سوگهو ساه ڪيائون.
سُڻِي سنيها يار جا، عاشق ٿيڙس آئون.
جيءُ وڌائون جارِ ۾، ڪاڪيون تن ڪڏاهون.
ميهَرَ سندي معرڪي، هِيءَ غريب گَڏيائون.
جِيءُ منهنجو جيڏيون، وِيرن منجهه وڌائون.
”سَچُو“ ڪڏُ سرير مَون، ميڙي سڀ مدايون.

## ڪافي 52

جيءَ جون ڳالهيون هيون جن سان، هَي هَي سانگ چڙهي پيا سي ئي!

ما ريَس اِنهيءَ مامري، هيءَ پوءِ اُنهن کان پيئي.
وٺي ويندي‌س اوڏهين، حال پنهنجڙو هي ئي.
اِيندا اُٿم آسرو، جيءَ گُهريا ٿي جي ئي.
مون ڏي مڪائون ڪيترا، ڏک ڏوراپا ڏيئي.
جيءُ وڌو آهي جار ۾، تَن نياپن نيئي.
”سچُو“ سنيها پُڌِي تَن جا، پڌ پانهون تون پيئي.

## ڪافي 53

مان تان محبن کي، ڏيان ڪيها ڏوراپا!

ڪيئن شِرڪت آءُ ڪندي، سرتيون سان سائِنِ!
آءُ نماڻي آهيان چا ، ڪيئي سَوين سِڪن.
ڏوڙا طالع مون ٿين، جي ويڙهي هِنَ وسن.
ڏسي حال حقير جو، اگهڻ مانَ اچن.
ڪين چڏيندا ڪذهين، ”سچُو“ سَگ سندن.

## ڪافي 54

مون کي ڏور چو ڏَسنِ، سرتيون ديرو دوست جو.

جي مون سٽو سرتيون، هو سدا وچ وسن.
اکيون عجبين کي، پل پل ٿيون پسن.
محب مشتاقن جِي، ٿا کليون دل کسن.
”سچُو“ سوزن واريون، وجي روءِ رَسن.

## ڪافي 55

اج اگهڻ اِجهي ايندم، سُکيا سانگي گَڏيمَ شال!

ڏِسي حال حقير جو، سَوَ دِلاسا ڏيندم،
هو جِي کُهي ويڙم ڪالهہ.
پنهنجي وَڙون سپرين، حال پائي اچي ٿيندم،

جَن لِڳ وڃهاءِ فال.

لِڪِي ساري لوڪَ ڪَون، گوشي پاڻ گذيندم،

اُهي ڪندا پلائي پال.

سَڳ جنين جو سڏجي "سَچُو"، سيئي سڏيندم،

جِيءُ جِيءُ چونديس جال.

## ڪافي 56

هِينئَن ڪانگ اَڄ ڪَهِي ويو، اِينديءِ صبح سَويلي.

ڳالهيون ڪري سَڄڻ جون، اَڄ رات هِت رهي ويو.

هو حال منهنجي جو سَماءُ، هِنَ لوءِ مون لَهِي ويو.

ڳالهيون ٻُڌي ڏکن جون، ٻولِي تنهِين ٻهي ويو.

پرين جي پار اُڏاٽو، ڪيئَن سورَ هي سَهي ويو.

"سَچو" سجڻ مِلايئِين، هِنَ ناهَ تي ٿَهي ويو.

## ڪافي 57

وٽيوسي وهَ واه ، پڙهندي پروانو پرينءَ جو!

اوڏا مِينهَن ملهارَ ٿيا ، گُل ڪِلن ۽ گاه.

سِي ئي سجڻ ٿيا سامهان، حال پائي همراه.

محبت منهنجي مَن ۾، چوريءَ مچايو چاه.

سِڪ تا سجڻ جي، اُجهايو آڙاهُ.

ديس ڇڏي پرديس ويا ، دوست پرين داناه.

هوتن ڏانهن نہ هڪڙي، مهڙَ مِڙئي مان ڏانهہ.

پرين جي پيغامَ ڪيو، آرامِي اَرواح.

قاصدَ تو تان آءُ ڪريان، هي سِرُ صدقي ساه.

اگڙ آسَروندن جي، اَٽيندونِ اَللهُ.

"سَچُو" چوي رب ميڙئي، روز پُڇان آءُ راه.

## ڪافي 58

پانڌي آيِم اَج پيهي، پِريان سَندي، ووء يا رَ جو!

ڏوٿ ڏوراپا ڏيئي مُڪائون،

تَن ڪَئي ديواني ديهي.

"ڳالهيون اُهي يا رَ سَجَڻ جون،

ڪيئن وِسا ريئي ويهي.

"جِهڙيائي آهي جيءَ تنهنجي سان،

هُت بہ گذري تِيهي،"

هوش "سَچوءَ" جو نيو نِيا پَن،

ڳالهہ ڪَريان بي ڪيهي.

## ڪافي 59

پانڌي منهنجي يا رَ کي، ساري چئج سَلامَ.

چڱي مُڪا هئا ڪيترا، مون پرتِ وارا پيغام.

اوهان جي ئي اَچڻ جا، هُل پَون هَنگام.

محبتَ منهنجِي روز ازل کون، توسان محُب مُدام.

”سَچُوءَ“ جيها ڪيترا، دَرَ تُنهنجي تہ غُلام.

ڪڏهن ڪندين يارَ اَسان ڏي، اچڻ جا اَنجام.

عشقَ اوهان جي شورُ مَچايو، هُل پَون هَنگام.

ٻانهي گولي يارَ سجڻ جِي، مُلهہ خريد مُدام.

روز ازلَ کون ”سَچُو“ آهي، سائين سَنديوَ سام.

## ڪافي 60

هيئن اَجُ چڱي مُڪائون، عاشِقَ اَچون ٿا ايڏنهُن!‘

هِنَ جيءَ جَڏي ڪي جيڏيُون، آذر وڏي ڏنائون.

”تنهنجي ديس اَسين اَچون ٿا، عاشق نہ ٿيَجِ اُٻائون.“

مون هن نماڻِيءَ سان، ميان، ڪيڏا ڪرم ڪيائون.

”مطلب تُنهِين جو آءُ آهيان، ٻيون چڏ مِڙئي مُدعائون.“

دلاسي لئہ دردمندِ جي، قاصد ”سَچُو“ ڪديائون.

## ڪافي 61

اَج ڪِي صبح اچن ٿا، نروار چئو نجومي!

مون هِت نماڻيءَ جو پرين، حال ڪِي پُڇَنَ ٿا .

هِن پا رَ ڏي اچڻ جو، چئو ڪِي سجڻ چوَنَ ٿا ؟

پِرين آهن پنڌَ ۾، ڪِي ويڙهي پنهنجي وَسَن ٿا ؟

”سَچُوءَ“ جي پِي سُڌِ لَهَڻ لئه، قاصد هيڏي ڪَدِن ٿا ؟

## ڪافي 62

دوستَ کي دانهون، سُڻِي، مَنَ مهرَ ڪا مون ڏي پوي!

دردمَندِ جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاڪيٽو لَوي.

پيغامَ پِرين پا رَ جا، چَشمن اُتي ويهون چوي.

سِرَ پَري اَسين ايڏهن اَچون، يا ڪِي اوري ايندؤ اَوهِي.

”سَچُو“ آهي اُڪَنديو گهڻو، تو راند روئڻ جي رَوي.

## ڪافي 63

ڳالهه پنهنجي حال جي، توريءَ وجي ڪَنهِن کي چوان؟

جوش تنهنجا جان ۾، نت نت آهن مون کي نوان.

ڪِئَن جي پچان پوءِ ٿي خبر، پانڌي اول پيرين پوان.

پاڻون آيا هِن پور هي، ڪِي هِن مڪا مون ڏي اَوان؟

”سَچُو“ متيان آءُ ڪينڪي، هي سور سُکَن سان سنوان.

## ڪافي 64

مڪاسين قاصد ڪالهه، اِجهي جاڳج آيا آيا !

آهي تياري ايڏنهن اسان جي، آهيون سو منجهه خيال.

اُڪنڊ تنهنجي اَصل اسان جي، آهي سا جيءَ ۾ جان.

عاشق توتي ڪَرم ڪيوسي، سڻي سنڌءِ اَحوال.

پنهنجي لطف سان هاڻ لاٿاسين، تو تُون ڪُل ڪَشالَ.

اچي لهون ٿا اِجها تنهنجڙي، ”سچو“ ري رات سنپال.

## ڪافي 65

آهي ههڙو حال ويچاريءَ جو، سهڻا ڪر ڪو ڪرم ستاريءَ جو!

لڏ پنهل جي ڪانگ اُڏايان، ڪوٺيو پوٺيدار پٺايان،

وَرُ وري ورَ واريءَ جو.

حال ڏسي پنهنجو پال پلائج، پرَ پڃاڻو وره ورائج،

ڪج ڏيپ دارون دک واريءَ جو.

درد فراق جا دونهان دکَن ٿا، مَچ مگرهن مچ مچن ٿا،

شل ورُ وري ويچاريءَ جو.

سڪ ”سچل“ جي توکي ساري، ڪيچي ايندم نرتَون نهاري،

ساه سڪي سڪ واريءَ جو.

## ڪافي 66

جيءُ نچ آيا، پلي ڪري آيا، ساٿي سجڻ جي ڏيهه ڏنهن!

مون تا چاتو واٽ واهو، پر مون ڏي سي هوت هلايا .

ڏينهن پڇاڻو پانڌي پرين جا ، ساڻ غريب گڏايا .

پاڻ مٿائن ڪريان قرباني، لکين ٿورا جَنِ لايا .

اَول دلاسا ڏيٽي انهن هي، پوءِ پيغام سڻايا .

طرف تنهنجي اهي عجيبن، سچا سخن فرمايا .

”اُڻ تڻ اهائي آهِ اسان کي، ڏکيا تو ڏينهن لنگهايا .“

”پيا اسان وٽ هاڻي تنهنجا ، ’سچو‘ ڙي پنڌ سجايا .“

## ڪافي 67

پانڌي اوڏاهون اَج آيو، پِريان سندي پا ر ڏنهن.

طرفان تنهنجي هونِ اَچَڻ جو، ساٿ ڏِٺين کي سعيو.

گهڻو پڇن هُت پِرن توئي کي، گهمين تون هِت اجايو.

آهي توئي ڏي سڻ ري عاشق، روح سَندن جو رايو.

پاڇاڻيءَ جو هنن پيغامن، وري سو وره وڌايو.

پڌي نياپا پانهون پڌي پئي، آڻي ”سچوءَ“ سر نوايو.

## ڪافي 68

اَج اوڏانهون آيا ، گڏيا سي قاصد مون کي!

وري ورڻ جا هئا پنهور ڏي، ساٿَ ڏِٺين جا سعيا .

اَج صبح اَچي ويجها سي وهنَندءِ ، ڏور جنين ڏينهن لايا .

گوشي گڏجي ڪندءِ سي ڳالهيون، جَن جا تو پند پُڇايا .
خيال سچوئي هيڏي هُئڙن، ڏکيا تو ڏينهن لَنگهايا .
طرف تنهنجي اڳي پي رهَبَر، ڪئين تنهن هوتَ هلايا .
نِيهَن جا نياپا ڏنا جَنين هي، "سچو" سي ساهَ سيبايا .

## ڪافي 69

نوان نِياپا آيا ، مون ڏي محبن جا ، ميان!

قاصِدن، وو ميان، هيڏي اَچَڻ جا ، روز سي رستا لايا .
طرف پنپور جي، سُڻ تون عاشَق، پنهونءَ ٿي پند پڇايا .
تو تا طالب يار سچڻ رِيءَ ، گوندر ڏينهن گنوايا .
اگَڻ تُنهنجي اَچ سي ايندا، تو جن لئہ وره وَسايا .
جي ئي گذاريئہ يار جانب ريءَ، اُهي سي ڏينهن اَجايا .
هئا پِرين کي يار تنهنجي، ميان "سچُو" اَچڻ جا سعيا .

## ڪافي 70

اِهو نياپو آندو، پانڌيءَ پرينءَ جي يا رَ ڏنهن.

آهي تياري ايڏهن اَسان جي، متان ٿئين تون ماندو.
عاشق توکي آٿي اَسان سان، حُب ڪندي هيڪاندو.
اسين بہ اوڙڪ اِينداسي ايڏنهن، ٿيج نہ وره کون واندو.

ملڻ محبن جو آهي اِهوئي، پِرت جو پاڇاندو.
طرفون اَسان جي سُڻ ”سچُو“ وي، لاهِين تون سپ سياندو.

## ڪافي 71

آءُ اَدا ڙي پانڌي، دوست دلاسو ڪو ڏنو؟

سُڻ تون ساٿي، آهيان، ادا، آءُ محب بنا هت ماندي.
اگڙ اسان جي ڪڏهن اِيندا، اِها خبر توڪا آندي.
دل اَسان جِي دوستن ڀاجهون، ناهي وره ڪَون واندي.
سِگهڙي ساٿي ڙي مانَ ٿيان، ڪا هوتن سان هيڪاندي.
ساران سنياران ”سچُو“ وي لهَندءِ، آهين جَنين جي تون باندي.

## ڪافي 72

منهنجو ڪِي هُت پچيائون، سچ چئه ادا ڙي ساٿيو؟

ڳوشي ويهي ڳَڏ اَوهان سان، منهنجي ڳالهه ڪا ڪيائون؟
سَليو سنيها ساڻ سلامن، هِنَ ڏاهَ ڏي ڏنائون؟
پيغام پرت وارا، چئوجي مون ڏي چيائون.
دلاسي جِي دردمندِ ڏي، ڪا اچ خبر لکيائون؟
”سچوءَ“ ڪاڻ تا گهٽيرو، هِن ڏيهِ تي ڏنائون.

## ڪافي 73

سِڪَهڙي پِريَن جي پار جِي، ڪانگا خبر ڪا مون ڏيئِن.
دوست جي ني ديس ڏي، ڪيئن ڪالهه تون اَڏري وئِين!

اَول اسان جي حال جا، نازڪ نوان نياپا نِئين،
ساري سنيها سوز جا، هَي هي سپئي لائج هِئين.

ماري ميان مشتاقِ کي، ڪيئن يارَ تون ياڪِي ٿئين،
پُورن مَنجهِين پرديس جي، پاجهون اَوهان آهيون اِئين.

آءُ جي مُئي تا گهوريس، جانِي سدائين تون جئين،
"سچو" سِڪي ساري توکي، تون پِي تهين سان هوائين.

## ڪافي 74

ڪانگي قربن ڏنهن، خبر آندي وَني وهندو وري.

خطَ منجهوَن معلوم ٿِي، ساري خبر ڪِيئن جي ڪري.
"دوستَ دلاسا لکيا تا "تو اسان ريءَ ڪيئن سَري"
"آءُ تا گهڻو تو ساريان، ڳالهيون ڪرين ڪهڙيون چَري"
"سچُو" توسان آهي منهنجِي، اُها ذوق مَون دل جي ذري.

## ڪافي 75

ڳالهه ڪريان پي ڪيهِي، تنهنجي مڏگن ماري آهيان!

پرين وڙئون پانھنجي، ميان الا، آءُ پڪي ھِن پيھِي.

پا ڙي ساڻ پرين جي، ميان الا، ورهُ وهائِم ويھِي.

پلئہ لڳي پِرين جي، ميان الا، جيھِي سا آهي تيھِي.

ڳالھ ڏَسيائون سا تا ناهي، ميان الا، ”سچُو“ سلڻ جيھِي.

## ڪافي 76

ڪيھِي چال چلي ٿو، اڙي جيڏيون يار منهنجو!

”وَنَفَخْتُ فِيہِ مِن رّوحِي“، ساري ڳالھ سَلي ٿو.

”اَنا عَبْدَهٗ وَرسُولَہٗ“، مُلن گھر مِلي ٿو.

ڪاٿئين تعظيمان ڏئي، ڪاٿئين ڪِل ڪلي ٿو.

ڪاٿئين سڪيون سُپرين، ڪاٿئين جوشن منجھ جلي ٿو.

”سچو“ سَپ ڪنهن صورتين، هھڙي هلت هلي ٿو.

## ڪافي 77

چاڪي ڏونگر ڏوريان، مَن وسي يار مُنهنجو!

پرين آهي پاڻ سان، تَڪَ ٻئا چو توريان؟

راتو ڏينهان روح ۾، آرياڻي ٿي اوريان.

سَپ ڪنهن پارين سُپرين، آءٌ ڪھڻوئي گھوريان.

هوتَ هميشه حاضري، وندر ڪنهن لَگہ ووڙيان؟

”سچو“ سچي ڳالھڙي، چِت اِهائي چوريان.

## ڪافي 78

هوت اَچي هَٿ ڏيندو، پَلو جيڏيون، مون هِن نماڻيءَ ڪي!

پِرين وڃڻون پانهنجي، چَپر تا نہ چڙهيندو.
ڏسندو اکڙين سان، نال نماڻي نيندو.
پاڻون پاسي نہ ڪري، گولي ساڻ گڏيندو.
پاندن پچا رون ڪيون، آرياڻي اَچُ ايندو.
اَگَڻ آسَروند جي، پَڪا پاڻ اَڏيندو.
ڪيچن سندو قافلو، لوئَون تا نہ لڏيندو.
ساجن سَنگت پانهنجيءَ، "سچو" شالَ سڏيندو.

## ڪافي 79

ڪيچ منهجڙو ڪمُ، ني، آهي، پلو پينر ڙي!

ويا ڪيچيڙا نہ ڪري، گوليءَ ڏيئي غمُ، ني.
دعا ڪريجو جيڏيون، جانِيءَ ٿيان جَمُ، ني.
ڪنهين چِنَ نہ چڙهيان، دوستيءَ وارو دمُ، ني.
قيامَتَ تائين ڪينڪي، ٿيندي طلب تَمُ، ني.
پير نہ چڙهيان پرينءَ جو، توڙي ٿئي چيها ڙيون چَمُ، ني.
جهُڙ نہ پائنجو جيڏيون، اِهو اکين جو آگَمُ، ني.
سِڪئون "سچو" پرين ڏي، راتو ڏينهان رمُ، ني.

## ڪافي 80

توکي جاني نہ جڳائي ٿو، رُسڻ نماڻين سان!

جيھِي تيھِي تانھنجي، آءٌ اصلَ ڪَون آھيان،
اوھان جي تا اَچڻ جو، آسَرُ ھَڏِ نہ لاھيان،
سِرَ تي نينھَن فراقَ جا ، ھي مينھڙا وسائي ٿو.

پَري ڪر نہ پاڻ کَون، ڏي دلبَر دلاسو،
تورِيءَ سُجھي ڪونڪو، مون کي پِرين بيو پاسو،
جيھي تيھي اَصل کَون، ھيءَ سَندَو سڏائي ٿو.

سکن مٿي ڏُکَڙا ، تي محب مَٽايان،
غم خوشيءَ کان اُگُرو، آءٌ پليڙو پايان،
مُنھن مُقابل تانھنجي، اھو گوندر گڏائي ٿو.

اگَڻ نماڻِيءَ جي تون، اَچج اَللهَ ڪاڻ،
ھيڪر ھوتَ ڪَريج تون، پيرو منھنجي پاڻ،
سوز تنھنجو سُپرين، ھِت سانولَ سِجائي ٿو.

ونې وِينِي آھي اھو وعدو ويچاري،
ٻَچِيءَ پائي ڪپڙو، ھيءَ ڪري ٿي زاري،
”سچو“ سگ اوھان جو، ھِتِ پانڌي پُچائي ٿو.

## ڪافي 81

خبر ڪا مون ڏيو ساٿيو، سائين، عجين جي اَچڻ جي!

ڪيچيڙن جو قافلو، وچينءَ رات ويو.

اِئين نہ چڏيو چپَرين، هيءَ تا نال نِيو.

توڙي وِره وهاريو، ڪنديس ڪونہ بيو.

وندر سنديءَ واٽ تي، مون صدقي سِرُ ڪيو.

چڏ ساها سنبر، "سچو"، ڙي، جي توپور پيو.

## ڪافي 82

جاني تو نہ جڳائي، رُسَڻ نماڻِيءَ سان!

دوست اوهان جي دَرَ تي، ويٺي وره وسائي.

ٻاهر ٻانهي تانهنجي، سانولَ هيءَ سڏائي.

اَچڻ لاءِ اوهان جي، پاندي روز پُچائي.

فالان فلَڪ فراق جون، وو، وَريِن ڪان وجهائي.

سُوال "سچوءَ" جو سپرين، عجز سانڻ اگهائي.

## ڪافي 83

ڪنيو نيڻَ نِهار، ڙي، ميان، پلو منهنجا يار ڙي ميان!

مون مَنُ گڏي گوند رين، ٿئين ڪيچ قرار.
ڏکيا سُکيا ڏينهڙا، گڏ غريب گذار.
دلبر پنهنجي دل ڪَون، ويچارِي نہ وسار.
منهن نہ مون ٻئي پارَ ڏي، پنهنجي ڪَدِ قطار.
”سچو“ آهين اسان جو، هنجون هَڏ نہ هار!

## ڪافي 84

سِڪَ هُئي جنهن جي سِر، وو، دوست آيو اسان جي در!

پرين وَڙئون پانهنجي، ڪَئي ويچاريءَ ڏي ور.
هيءُ سِرُ ڪيان صدقي، گهوٽ اچي مون گهر.
ڏٺم هِن اکين سان، پرين موچاريءَ پَرِ.
جاءِ ڪيائون جيءَ ۾، نهر يا هَڏ نہ نرِ.
قُربَ ڪارڻ سُڻ ”سچوءَ“ ري، ڪوشش ڪائي ڪَرِ.

## ڪافي 85

ڏنو هِي پانڌيءَ پيغام: ”تنهنجي اڱڻ اَج يار اَچي ٿو!“

عاشق عجيبن جو، توکي سَوَ لک آهي سَلام.
سپ قبوليو سُپرينءَ، جيڪو ڪَيُوَ ڪلام.
پڪو آهي پرينءَ جو، تو سان اَجُ اَنجام.

روءُ نہ رت اکين مون، عاشقَ ڪر آرام.

”سچو“ گڏجن، پوءِ پيي، آهِ نہ طَلب تمام.

## ڪافي 86

هوتَ پا رئون مون کي هاٽي، ڏنا نِينهن نيا پا هي.

هٿئون پَئي پانهنجي ميان، عذر بيا ڪيها آٽي.

اوتين ڪهڙيءَ ڳالھ ڪون، پنبِٽين مَون پاٽي.

ويئينءَ ڪيئن پنپورَ ۾، سُورَ هئُي جي ساٽِي.

”سچو“ توکي ساهَ کَون، آهي اوڏو آرياٽِي.

## ڪافي 87

ڪيچؤن آيِم ڪالھ، سي تا سُٺو سَنيها !

ڳالهيون ڪندي گُذريئي، سوَ راتيون توکي سالَ.

اُڪندِ اسان ڏي ڪانہ تو، ڏينهن اِتي جاليئي جال.

ڪنهن جي ڪارڻ توڪيا، لَڪَ روئي سپ لالَ!

ڪيَئي نہ قطري جيتري، ساعت هِڪ سنپالَ!

ڀُڏي ڏوراپا مون ٿيو، جيَڻ منجھ جنجالَ.

جن لَئي ڏونگر ڏوريان، تن پِي هِهڙا حالَ.

سي سپ تنهنجا اگهيا، جي ڪيئي ڪالَ ڪشالَ.

ڀڏندو پا روچو وري، ”سچوءَ“ جا پِي سوالَ.

## ڪافي 88

مون ڪَر تا ڪِين پُڇيائون، هاڻي ڪانگل ڪَل ڪاڍي!

ڏوٿَ ڏوراپا وو ڪيترا، ميان اَلا، سي سخت مڪائون،

- هِت حالَ اسان جا هي.

سگھا ايندا وو سُپرين، ميان اَلا، ڪي تا پاڻ اتيائون،

- جڏو جيءُ جيارن جي.

ڏاها ڏيھ وو پِرين جي، ميان اَلا، آهيان اپاڻڪو آئون،

- منهنجو هِي نياپو ني.

طَعنا طَرفَون وو تانهنجي، ميان الا، هِن ڏِکيءَ کي ڏنائون،

- سائين سپ قبولِيم سي.

سي نہ وِسارج سُپرين، ميان الا، ساڻ "سَچوءَ" ، سَمجھائون،

- اُهي قولَ ڪيا هي ڪِي.

## ڪافي 89

يار منهنجو يار، ڪَئَي ڪَئَي صورت سير ڪَري ٿو!

ڪاٿئين بُڍڙو پِير ٿيو، ڪاٿئين بولي بار.

ڪاٿئين بيراڳي ڦِري، ڪاٿئين ڪَيُس قرارُ.

ڪاٿئين وظيفن ۾، ڪاٿئين خم خمار.

ڪاٿئين آهي بادشاھ، ڪاٿئين چوبدار.

ڪاٿئين پيرين پنڌ ڪري، ڪاٿئين گھوڙي جو هسوار.

ڪاٿئين ”اَحد“ ٿيو ”اَحمد“، ڪاٿئين ”عبدالحق“ اظهار.

آهي دلبر دوست جو، ”سَچُو“ سَڀ سِينگارُ.

## ڪافي 90

ٻالهه ڪَريان آءٌ ڪيهي، حالَ پنهنجي جي، ڙِي جيڏيون!

ڪالهه ڪالهوڻي سُپرين، ويا ونئون مُون ويهي.

چڏي شهر پنهور ڪي، ويا پها ڙين پيهي.

ڪري پريشان ويا، درد منديءَ جي ديهي.

آءٌ اُنهن جي آهيان، جيهِي جي تيهي.

مارڻ پوءِ جيارڻ، رَسمَ اُنهن جي ايهي.

”سچو“ سوز فِراق جا، بار ڪٽَن ڪي نيهي.

## ڪافي 91

هوتَ ڏهون هاڻي آيُون، مون ڏي خوشخبران هي!

اَچي اَڏيون ٿا اوڏڙيون، جار اُوهانجڙي جايون.

چڏي شهر پنهور ڪي، پير وري اِيڏي پايون.

ٿيون جيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ ڪي وايون.

”سچوءَ“ سَنديون دانهڙيون، دوستَ وري وَرنايُون.

## ڪافي 92

هوتَ اوهان تي آءٌ، ميان، سارو نَنگُ نماڻِيءَ جو!

سائِنءَ ڪارڻ سُپرين، پير اگھڻ منهنجي پاءِ، ميان.

پرين وَڙئون پانهنجي، لَئُن نماڻِيءَ سان لاءِ، ميان.

ماڻهو شهر ڀنڀور جا، ساهَ نہ اَچَن ساءِ، ميان.

ڏسنديس آءُ اکڙين سان، جانبَ تنهنجِڙي جاءِ، ميان.

ڪارِي ڳُڻَن تانهنجي، ”سَچوءَ“ کي هاءِ واءِ، ميان.

## ڪافي 93

هوتَ اَچڻ جِي ڪا ڪَر ميان: پانڌي روز پُڇايان ٿي!

راتو ڏينهان روحَ کي، سِڪَ اَوهانجِڙي سَر، ميان-

تو لئہ هِت ڪانگ اُڏايان ٿي.

سِر توئِي تَون صَدقي، گھوٽَ اچين جي گھَر، ميان-

گھوريو پاڻُ گھُمايان ٿي.

ايندِيس اَهڙِي حالَ سان، دوستَ اَوهانجِڙي دَرِ، ميان-

ڳِچيءَ پَلئہ پايان ٿي.

پِرين پا رئون تانهنجي، ٿِي ويچاريءَ جي وَرِ، ميان-

وِيني ڏکَ وسايان ٿي.

سارو مطلب مون ٿئي، پِرين اَچي ڪَنهِن پَرِ ميان-

هِت پوٿِيون پٽايان ٿي.

”سچوءَ“ اُتي سپرين، دست مُبارڪ ڏَرِ، ميان-

سَنديوَ يار سَڏايان ٿي.

## ڪافي 94

هِنيڙي ٻاڌيون ياد، آريءَ ٻا روچي جيون!

ويا وِساهي نِڪري، عشق ڏنئي اِمداد.
پينر ٻاجهون جيڏيُون، عُمر مِڙئي بَرباد.
دردمندن جِي دلڙي، شالَ ڪندا سي شاد.
”سچوءَ“ سَندي سَرتيون، پُني سَڀ مُراد.

## ڪافي 95

آءُ ڪوهيا رلَ ڪائين، وري ويڙهو وسائج، ميان!

ٻانهون ٻانهَن جان ٻڌي، ميان اَلا، پاند ڳچيءَ ۾ ٿي پائين-
مون تَوَن چت نہ چائج، ميان.
مونهَون مدايون ٿيڙيُون، ميان اَلا، ٿيس اِيلازَڻ آئين-
پرِين پاڻ پسائج، ميان.
آءُ ڪنيزڪ تانهنجي، ميان اَلا، تون تا منهنجڙو سائين-
بيو عيب نہ لائج، ميان.
ڏنئي حالُ حلاجَ جو، ميان اَلا، ”سَچوءَ“ کي سمجهائين-
سارو سِرُ سُٽائج، ميان.

## ڪافي 96

آءُ اَچي رَهُ رات، پلو منهنجا يار وي!

راتو ڏينهان روحَ ڪي، آهِ اوهانجِي تاتِ.
مَشر آهي مُلڪَن ۾، سَنديوَ ڏادي ذاتِ.
اَڄَڻ ريءَ اوهان جي آهي، هِينيڙي ڪي هيهات.
”سچوءَ“ ڪي تِنهن سِرَ جِي، ڪاڏهون ٿيندي ڏات.

## ڪافي 97

آءُ ويڙهي تون تا وس، وي،
پَلو، پُنهَل يار ميان!

پِرين مون ڪي پانهنجو، ڏاها ڏي ڪو ڏَسُ، وي.
نماڻِيءَ جو حالڙو، پريمِ اَڄِي پَسُ، وي.
ڪاهي اِيندي ڪيچَ ڏي، ڳولِي وَنِي ڳَس، وي.
پَوي پاڄياڻيءَ جو، توکي مان تَرس، وي.
ويهڻ آهي پنپور ۾، بنا عشق عبث، وي.
سوز اوهان جو سُپرين، ”سچوءَ“ آهه سرس، وي.

## ڪافي 98

اَچي لايو ڪِيئن، سجڻ، تو تا نِينهن نماڻِيءَ سان!

ما رِيَس انهيءَ ماءِري، هوتَ ڪندين ڪو هيئن.
سا تا ڪيئي پانهنجي، جاني وِٽِيئي جيئن.
جهڙي پُنهل توڪَئي، آءُ پُڻ ڪريان تيئن!

ڪان ونندِي ڪڏهِين، نالو سَندو نيهَن.

وري وها ريو ويڇڙو، ”سچو“ پنهنجي سِيئَن.

### ڪافي 99

اِهو ڏونگرُ ڏهاٽين، مون ڏوراپو ٿو ڏئي!

هاري هِهڙا هوت تون، ٿي ويڃها وسارين.

هيڏي هوڏي ٿي گهمين، تون نال نہ نهارين.

پنيورئون بيزار ٿي، ڇي سانول سنپارين!

پاڻ ”سچو“ تون پاڻهين، وڃي ساڻن سلها ڙين.

### ڪافي 100

وسئون تا نہ وساريو، پلو يارَ ڙي،

آءُ اوهانجڙي آهيان، پلو ميان!

سِڪائيءَ ڏي سُپرين، ڪٽي نيڻ نهار.

هيڏي نہ چڏين: پنهنجي ڪَڊ قطار.

توکي ڏسان مون ڏَسين، پِرين ڪهڙي پار.

”سچو“ صَبر مِ رهِي، گوندر ڏينهن گذار.

### ڪافي 101

هُئي نہ مون ڪَلَ ڪائي، سِرُ اِنهيءَ جي ڙي جيڏيون!

اَڳ نہ سُيَم ڪڏهين، هِيءَ وراڻي واري وائي.

ڳالھ نہ ڳَرھڻ جهڙي، سائِيُن جا سمجهائي.

ڏوهَ ثوابَ جي ڳالھڙي، سپ ويساهَ وڃائي.

سائي حقيقت حالَ جي، سِر اَچانڪ آئي.

”سچو“ سانيچِ ڳالھڙي، پرينءَ جا پُرجهائي.

## ڪافي 102

رهبر روز بروز، اَچن مون ڏي يار جا!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، سُپيريان جو سوز!

اَندر منجھ عجيب جي، ڪَيڙو سِڪ سروز.

هيڪَند ڪارڻ ٿي ڪريان، خاطر اندر خوض.

شال ڪنهين تي نہ ٿئي، سندو جانب جوز.

”سچو“ اجهو آئيو، آرياڻي اِمروز.

## ڪافي 103

طعنا سِرَ تي سهندي آنُ،

سَرتيون ساري لوڪ جا!

ٻاجهون ٻا روچل جي، راتيون هِت ڪا رهندي آنُ.

ڪاف منجها رئون ڪاڪيون، لَعلن لوري لهندي آنُ.

پَسڻ بنا پرينءَ جي، ٿاهہ نہ ٻئي ڪنهن نهندي آنُ.

پينر هِن پنهورَ ۾، ريءَ ٻا روچي نہ ٻهندي آنَ.

”سچو“ سَچيءَ سِڪ ڪون، ڪيچين ڪَڍ ڪهندي آنَ.

## ڪافي 104

دل جيون ڳالهيون، ميان، آءُ تا توسان اوريان!

ڳُجهيون ڳالهيون ڪريان ڪَن سان، تَڪَ وينِي ٿِي توريان.

سَڄو تنهنجي سِڪ جو ميان، ساه اندر ٿي سوريان.

سڪ اوهان جي سَر ٿي ميان، ڏيهه سا روئي ڏوريان.

راتو ڏينهان ڪاڻ اوهان جي، چت ۾ چرخو چوريان.

اڱڻ ”سچوءَ“ جي آءُ تون پيارا، پاڻُ گهوٽ ئي گهوريان.

## ڪافي 105

هينئن نہ مون کي ماريو، اوڙڪَ اَوهانجڙي آهيان!

ٻانهي آهيان وو تنهنجي ٻا روچا، پورهيت پنهنجي پاريو-

سَڱ نہ ٿي ڪو ساهيان.

آسَروندِي وو آهيان ميان، واڳ مُئيءَ ڏي واريو-

لالچ نہ ٿي لاهيان.

ڏاڍا ڏونگر لَڪيو، ميان، توهَ پنهنجي سان تاريو-

چِپَر اڳيون نا تہ چاهيان.

آءُ اوهانجڙي وو آهيان ميان، وسئون ڪيم وساريو-

جوڙَ اوهان جڙيِ آهيان.
سانول اِنهيءَ وو سڏ ۾ ميان، ٻالهين تنهنجِن ٻا ريو-
ڪيچَ وٺن ڏي ڪاهيان.
آءٌ اُڪَنڊِي وو هوتَ اوهان جي، ”سچو“ ڪِي سانول سا ريو-
ٻاهُ ٻرهَ جو ٿي ٻاهيان.

### ڪافي 106

رهو مون وٹ رات، اَڙي پانڌيو پرين جا!

آءٌ اوهان تَون صدقي، جا وائي مِنيَو وات.
پَسان اکڙين سان، ٻا روچاڙِي ذاتِ.
راتو ڏينهان روح کي، تن جي آهي تاتِ.
هُئي هميشه ساٿيو، ”سچو“ سَندوَ ساٿ.

### ڪافي 107[1]

تون آءُ آرياڻي اوري،
تنهنجي دامن لڳڙي آهيان!

سِر پنهنجو سَرتيون، آءٌ گهرئون آسَ گهوري.
ڪامِل ڪڏهن ڪينڪي، آءٌ ڏونگر سگهان ڏوري.
ڪا جا تندُ طلب جي، چِت وئين تون چوري.

[1] هي ڪافي 107، سر سسئي جي داستان نائين ۾ ڪافي 13 طور به شامل آهي.

نيو نماڻِي پاڻَ سان، تِرُ نہ رهي هِت توري.
”سچو“ سَگ اوهان جو، ڪيئن پُڇي تنهنجي ٿوري.

## ڪافي 108

مون کي تايو طبين، ميان،
بَن پُڪِيون وجهان تَن جون!

نَظَر ساڻُ نِهال ڪيو، هاريون حَبين، ميان.
آزارئون آزاد ڪيو، اَچي عجين، ميان.
دل کي دلاسو ڏنو، ڪاڪيون قَربن، ميان.
ڏيندا ”سچو“ سپرين، گوش پِي غربن، ميان.

## ڪافي 109

نينهن ڏادي سان لايو سي،
آءُ تا هاڻِي ڪيئن ڪريان!

عشق سَولو سَرتيون، هِت پينر پايوسي.
پُڇي اسان جا پَکڙا، اَديون اجهو آيو سي.
پينَر شهر ڀنڀور جي، هِت طعنن تايو سي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو پَلئہ پايو سي.
سوئي ”سچو“ سِر تي، هاڻي چُمي چايو سي.

## ڪافي 110

اسين آهيون! ڇا اسين آهيون؟

بيلي، ننڍا ڇاڙون، ڇا اسين آهيون!

ذري باران برساتيون لايون، ذري ٻرن ٿيون وڏيون باهيون.

ذري پڙهون ٿا نمازان روزا، ذري لوچَ مٿي تَون لاهِيون.

ذري چئون ٿا ”آهيون اَسين ئي“، ذري چئون ٿا ”اصل ناهيون“.

ذري آرام آهي هِن دل کي، ذري وهايُون نيڻَون واهيون.

ذري چئون ٿا ”اسان پاڻ سچا تو“، ذري چئون ٿا ”اسين ڇاهيون“.

”سچو“ اصلئون سوئي آهين، ناهُ هتي ٻيو ڪيهو ناهيون!

## ڪافي 111

محبت مست مجنون ڪيا، ڪَئِين خاصا خماري، لو....

اصل ڪَون عاشقن آهي، مٿي سُوريءَ سواري، لو....

هِتَئون مُنهن سا نہ موڙيندي، هوندي جا وره وارِي، لو....

سڻو جا مير محبت جِي، ڪُنَن کي ڪوٺَ ڪاري، لو...

جنين کي جوشَ جاڳايو، تنين کهڙي تياري، لو...

ڇڏي هِي عيش عالمَ جا، هليا سي هيڪ واري، لو...

پياسي هوءِ حيرتَ ۾، ڇڏيئون سُڌ سارَ سارِي، لو...

برِهَ جي بابَ ڏس تن کي، سپا وائي وساري، لو....

سدا تن کي آساجَن جي، اَچڻ جي انتظاري، لو....

”سچيڏنا“ سَمجھ ڪِي هتَهِين، مَتان ٿِئين هُت مياري، لو...

## ڪافي 112

ڪڏھن اَلاجي اِيندا، يار سانگيڙا، ميان!

سِگھي اَچڻ جون ڪانگ اسان کي، اَچي واڌايون ڏيندا.

ڏيئي دلاسا دل منھنجيءَ کي، نال نماڻي نيندا.

اِهي اُميدان آهن اسان کي، هِڪُ ٿَڪِيءَ سان ٿيندا.

ڪين ڏسندا ڏوھ اسان جا، بَديون سڀ بخشيندا.

آهي اوسيڙو اکڙين کي، ڳولي ساڻ ڳڏيندا.

ڪيچَ وڃڻ ڪَون پَتي پَکڙا، آڏي هِت هوتَ اڏيندا.

جيھو تيھو ”سچوُ“ سَندان آ، پانهِجو ڪِينَ ڇڏيندا.

## ڪافي 113

سرتيون ڏِين صلاحان، ’چت تَون چرخي لائِين‘:

آءُ ڪَتيان ڪِي ڪانگ اُڏايان!

راتيون ڏينھان روئان اُنھن لڳ، پرين جي ٿِيم پَراھان.

دل جمعيت تڏھن ڪِي ٿيندي، جڏھن اِيندا ڪي هوتَ اڳاھان.

اَديون اُنھيءَ جي وِيني اَچَڻ جون، روز نھاريان ٿي راھان.

والي ورائي وري پنهور ڏي، سُڻي اسان جون آهان.
ڪيون قبوليت سَڀئي ”سَچُوءَ“ جون، سائين عَرضَ اِلاهان.

## ڪافي 114

آ اَچِي ڏس حال مُهنجو، آءُ اَچِي سُڻ عرض هي!

نينهَن تا مون کي نيو، طاقت نہ ڪا تَنِ کي رَهي،
مشتاق جي مارڻ سَندو، آهي اوهان کي غَرض هي.

ڏاها وڃِي ٻئا چوپُچان، مون تا پروڙي ڳالهِڙي،
درد ٻيو مون کي نہ آهي، محب تنهنجو مَرض هِي.

دل کَسي مون کَون وئِين، موٽي نہ آئِين چا چوان،
سُڌ لَهو ساجَنَ اَچِي، آهي اوهان تي قَرض هِي.

آءُ اچِي امام ٿِي، توٽي اَسان نِيتي نماز،
سِرُ ڪَرڻ صدقي اَوهان تَون، آهي ”سچُوءَ“ تي فرض هي.

## ڪافي 115

هِڪي ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهہ ٻُجهي فرمائي!

سَلَڻ جهڙي ناهي سا ، جا آڻ پرين پُرجهائي.
عامَ نہ مَجَن ان کي، جا صاحبن سَمجهائي.
مَتَ منجها رئُون مَئي جي، تنهن ساقيءَ سُرڪ چکائي.

پيالي مَون پرواز ٿيو، واءِ وڙي بي وائي.

’عبد‘ جا تو ٿي جنين، تن بازي هِت ها رائي.

’حق‘ ڪَون ’حق‘ نصِيب ٿيو ٿي، مدعا ”سچوءَ“ سَنپائي.

## ڪافي 116

هوتَ غريبِ نماڻي، اِتي ڪيئن وسا ريئي، ميان!

اڳڻ آسَروَند جي، آءُ تون پاڻُون چاڻي-

هوت هَٽي چو ما ريُئي، ميان!

وندر جي وڻن ۾، حب منجهَون هوتياڻي-

مون تا ڳهڻو نها ريئي، ميان!

ٿورا ڳهڻا ڏينهڙا، هن عاجز سان آرياڻي-

مان ڪَڏُ گڏا ريئي، ميان!

اٿي هَلي هيڪلي، پرت منجهوُن پاڇياڻي-

جڏهن سانول سا ريئي، ميان!

ڇڏي وئين ڇپَرين، ڪَيئي پُنهون جام پُڄاڻي-

هيءَ ڪيئن آزا ريئي، ميان!

”سچو“ سگ اوهان جو، سائينءَ لڳ سُڃاڻي-

پنهنجي ڪَدَ قطا ريئي، ميان!

## ڪافي 117

آءُ ڪا رهندِ هوتن رِيءَ، هُنديَس سانولَ ساڻ!

لَنْ لَئَن منجھ لڳي رھيو، ٻا روچي جو ٻاڻ.
وندر سنديءَ واٽ تي، پرزا ڪنديَس پاڻ.
ڏير ڏيئي ويا ڏکَ جو، ھِن ڏکيءَ کي ڏاڻ.
درد مندي دانھون ڪري، چيٽڪ ڪَيڙُس چاڻ.
مانَ اَچِي ٽئي ڪَڍھين، ھِنَ مُئيءَ جو مھماڻ.
"سچو" سگ اوھان جو، سو تا پنھنجو چاڻ.

## ڪافي 118[2]

ڙِي جيڏيون، ھوتَن ريءَ،
آءٌ ڪنديَس ڪوہ رھِي!

اندر ورہ وٹاڻ ڪيائون، لُنُ لَئُن منجھ لِھِي.
چڏي شھر ڀنڀور کي، ھِيءَ ويندِي ڪيچ ڪَھِي.
ڪونھي ڪوھيارل ريءَ، سَرتيون ھِت سَھِي.
قول ڀا ڙيندو ڀانھنجو، ڪَيو ٻا روچَل ٻھِي.
"سچو" گڏيِم سا ٿيڙا، پَنڌَن منجھ پِھِي.

## ڪافي 119

پرين نا ٻئي پار، ميان، جانبَ تنھنجي جان مِ، آخوند ري!

---

[2] ھيءَ ڪافي 118، سر سسئي جي داستان پنجين ۾ ڪافي 12 طور بہ شامل آھي.

سبق ڏئين نہ سور جو، ڪتابي نہ ڪار.

حرف صحيح ڪر هيڪڙو، وَرَق سِپئي وار.

نينهن وارن کي ناحقي، مُلا هِيئن مَ مار.

راتو ڏينهان آهي توئي کي، ڪتابَن جي ڪار.

ٻاجهون نالي نينهَن جي، "سچو" سبق وسار.

## ڪافي 120

پرجهي پاڻ نہ جاڻان، ڪير آهيان، يارَ ڙي ميان!

مورَتَ موڳائي ڪئي، صورَتَ تا نہ سُڃاڻان.

ڪَنهِن تا ڳالهيئون، ڪاڪيون، ٿياسي هِت نماڻا.

جان جتو دل سپوئي، آڏا ٿِيم آڏاڻا.

ڏنم ڏاڍي ڏک سان، عشق جا اوراڻا.

خام خيالَ نِي، "سچو" ري، اِنهيءَ فِڪر اُڏاڻا.

## ڪافي 121

اهو ٻرَ پِي ٻا زر آهه، جتي ديرو دوستَ جو!

ڏونگرُ ڏورِلي پائيان، سپيريان جي ساءِ!

چُمنديس چپَن سان ميان، سندِي جانب جاءِ.

محبت محبوبن جي، ڪاري هينيڙي کي هاءِ هاءِ.

ويئي ڪانگَ اُڏايان، لَڪين لالن لاءِ.

مون کي ڪيچ وڃڻ ۾، نيئي پانڌيڙا پهچاءِ.

ساڻي سُپرين سان، هيءَ گداگر گڏاءِ.

"سَچُو" سَجَڻ کي ميان، پاند ڳچيءَ ۾ پاءِ.

## ڪافي 122[3]

ڙي جيڏيون، هاڻي گهوريو، هوتن ريءَ سارو شهر ڀنڀور!

لائيندا وو لطف سان، هِن ڏکيءَ کي ڏور.

هَيءِ هالاڻي اُن جي، شعُلي وڏڙو شور.

مِنت نه منهنجيءَ موٽيا، زاري نه آهي زور.

دَرَسَن ساڻ دفع ٿيو، سندو هِنيڙي هور.

"سچو" سندن راهَ تي، هِڪَ جفا ٻيو جور.

## ڪافي 123

حال معلوم توکي هي ئي، آءٌ تا وسِ نه وينياس!

پرين تنهنجي پار ڏي، قاصد مُنجان ڪيئي-

ايڏانهن منهن ڪيو بينِياس.

چڏي وڃ نه چيرين، مُنج دلاسا ڪي ڏيئي-

تنهنجي محبت ماريَاس.

چئي بڏايان سرتين، هن سباجها سي ئي-

---

[3] هيءَ ڪافي 122، سر سسئي جي داستان نائين ۾ ڪافي 8 طور به شامل آهي.

آءُ تا وار نہ وسرياس.

پاڻئون پري نہ ڪري، آءُ پنيءَ اوهان جي پيئي-

تنهنجي پَڪي نِي پينياس.

ساڻي ڏيج "سچو" اِهي، نياپا تون نيئي-

آءُ تا ڳهڻو اُڪنڊياس.

### ڪافي 124

منهنجو پَنڌ ڙو پَهہُ آهي، پَلو سرتيون سانولَ ساڻ!

سو تا چِنڊ جيهو، اَصل ڪَون ناهي-

آهي سَڱ تہ پُنهونءَ ساڻ.

ايندو، اَٿم آسَرو، آسَر هَڏ نہ لاهي-

ٿيندو مُئيءَ جو مِهماڻ.

ڇڏي شهر ڀنڀور کي، ڪيچ ويندي هيءَ ڪاهي-

لِڳم پا روچي جو باڻ.

هِيءَ ڪَميڻي ڪوڙِي، سڱ ساڻن ساهي-[4]

پر پرين ڏسندا پاڻ.

"سچو" جاڻ صحيح ڪري، توڙي باب سَندن هِيءَ ناهي-

تہ پي نيندا سياجها ساڻ.

---

[4] ڪافي نمبر 665، سُر بروو 210، "رسالو سچل سائين" مرتب علي قلي بيگ.

## ڪافي 125[5]

منصور سوريءَ تي چڙهيو، هر ڪنهن چيو ٿي واه واه،
عاشق اتي ئي سر ڏنو، اناالحق ٿيو سڀ ساه ساه.

عشق اچي نعرو هنيو، ٿيس سپائي باه باه.
نظر مون کي هادي آيو، ٿيو سوئي الا الله.

عاشقن سُرڪي جا پيتي، ٿي سپائي هو هواء،
منصور، شمس تبريز پا رن، هٿ ڪياؤن جاه جاه.

ويا سمنڊ ۾ ڏيئي ٽبي، سارو لڌائون سُڌ سماءُ،
الف سان جي گم ٿيا، ڪُل شيءِ هرجاءِ جاءِ.

”سچو“ ڏسڻ سان سُرخ ٿيو ۽ تخت تي هو شاه شاه،
رچي اُتاهون لعل ٿيو، سارو اهو هو خود خداءِ.

## ڪافي 126[6]

عشق لڳي تان ڪر آمين، نا منجهه ڪفر نا منجهه دين.

---

[5] پيروي، ڪافي 82، صفحو 78 ”رسالو سچل سائين“ مرتب علي قلي بيگ. ڪافي 125 کان 129 تائين پنج ڪافيون، علي قلي بيگ صاحب جن جي مرتب ڪيل ”رسالو سچل سائين“ تان کڻي هتي شامل ڪيون ويون آهن. ٻنهي رسالن کي پيش بعد اهي ڪافيون شامل ڪيون ويون آهن، جي رسالي ۾ اڳ ۾ موجود نه هيون.
[6] سر آسا، ڪافي 3، صفحو 26، رسالو سچل سائين“ مرتب علي قلي بيگ.

سٺون سورن جون ڪهڙيون پڙهين ٿو،

ورهُ نه پُڇندئي وَلاَالضالِينَ.

ديد ڏِسي ڪي ديد اڙائين،

نينهن نه پُڇندئي نابين.

جلوهہ عشق جو عرش ڪُرس تي،

سرزمين چا زير زمين.

دل سان ذرو درد قبوليمہ،

ڪشف قبور ڪرامت ڪين.

شُبها شَڪَ سيوئي لاٿمہ،

پاڻ سچاڻ سان يقين.

طالب ڪي تاويل گهرن ٿا،

ڪن تمنا تي تمڪين.

هادي عبدالحق "سچوءَ" کي،

توڙئون هئي تا ڪئي تلقين.

## ڪافي 127[7]

سا روئي سر آهي، ڪاٿي سچل، ڪاٿي ذات سچل دي.

---

[7] بروو، ڪافي 44، صفحو 149، رسالو سچل سائين" مرتب علي قلي بيگ.

موُج درياءِ حُباب ڪڙا ڪيا، ڄاڻج ڪو شڪ ناهي.
آهي اونهون اسرار الاهي، ڇا منجها رؤن ڇاهي.
پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ، ناهَ لڪين ٿو ناهي.
عاشق، عشق، معشوق اهوئي، ڏانوءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي.
”الاالله“ اثبات مڙوئي، ”لا“ کي ڇڏ تون لاهي.
”لي مع الله“ سمجھ اشارت، فيل لنگهيو منجھ پاهي.
واٽ اهائي وحدت واري، ڪامل ايندا ڪاهي.
سوئي اندر سوئي ٻاهر، ڪئين چوان ائين ناهي.
ڳالھ ”سچل“ جي سالڪ سمجهين، لوڪ جي ليکي ڇاهي.

## ڪافي 128[8]

تون رَب ڏاڍو بي پرواهه،
آءٌ تا ڊِڃان تنهنجي ڊاءِ.

ذڪريا ڪرت وڄهائي، سِسِي ساهه منجها.
هو مڪي جو ڪوڏيو، تنهنکي ڏنئي ڪين ڪهڪاءُ.
حسن ۽ حسين ما رائي، ڏئي جيءَ جفا.
ڪربل منجھ قتل ڪرائي، ترس نه پيڙئي ڪا.

---

[8] سر بلاولي، ڪافي 88، صفحو 51، رسالو سچل سائين“ مرتب علي قلي بيگ.

ظلمي آهين، رحمي آهين، جا وٽئي سا واه.

”سچوءَ“ تيز تي سپ هنئين، جيڪا رَبَ رضا.

## ڪافي 129[9]

ڪرن مڙئي قتل عام،

پاڻ ڪريان جي پڌ رو.

جدا جماعت کان، آهيان پاڻ امام.

دم نہ اڳيون دين ٿيو، ڪفر نڪو اسلام.

فارغ هئڻ فرض کون، سُنتَ کي بہ سلام.

”سچوءَ“ آيو سچ ۾، ناهي حلال حرام.

## ڪافي 130

ويندي تا وڻڪار،

جيڏيون هي لڳ هوت بلوچ جي.

ڪيئن وِهان هتهين، آهي منهنجو ڪم ڪوهيار.

ساه منهنجو سرتيون، آهي پرين جي پار.[10]

هِيءَ دل ديواني ڪري، هو ٿيا پاڻ قرار.

---

[9] پيروي ڪافي 186، صفحو 89، ”رسالو سچل سائين“ مرتب علي قلي بيگ.

[10] ڪافي نمبر 270، سر بروو، صفحو 211، ”رسالو سچل سائين“ مرتب علي قلي بيگ.

جات جَتن جِي جيڏيُون، جِيءَ وڏو آهي جار.
”سچو“ نہ وسار ساه ڪون، دوستَن جي دربار.

## ڪافي 131

عين اَٿوَ اِنسانُ، پول مَتان پُلي ڪائي!

دَلقُ درويشِي، پهري آيو، صورت هِن سلطان.
آهي جَڳَ مِ، سُٺو ڙِي جيڏيُون، صاحب جو سيلان.
ڏِسي تَماشو يارَ سڄَڻ جو، هَر همَه حيران.
واه عجائب جيهو ڪيائين، ”سچو“ ري سامان.

## ڪافي 132[11]

ٻاروچي لَؤن لائي، ميان، ڪوهيا ري لَؤن لائي!

ڳالهه نہ ڳَرهڻ جهڙي، ڏاڍي سور سلائي.
سَرتيون مون سان سورَ مِ، پينَر ڪانهي پائي.
هِيرَ وٺي سا هانوَ کي، ڏَنهن عجين آئي.
سِرُ ڏيڻ سيڻَن کي، ”سَچُو“ آهي سَچائي.

## ڪافي 133

صحيح سُڃاڻ ساري، خود آهين وي خُدائي!

---

[11] هيءَ ڪافي 132، سر سسئي جي داستان پنجين ۾ ڪافي 5 طور بہ شامل آهي.

لڪين سِتارا گم ٿيا، روز ڪَئِي روشنائي.
ڪوڙين قطرا ڪارونپار، ڪِي سَمونڊَ سمائي.
سُڌِ تِنهين سِرَ انهيءَ جِي، مٿي جنهن جي آئِي.
تخت هزارو اوري رهيو، پَري رهي بُلي شاهي.
”سَچُو“ سَچي ڳالهڙِي، پاڻَ پرين پُرجهائي.

## ڪافي 134

وَس ڪا آهي ويچاري! - هُڻَ هن جو هوتَ، ناهي!

اُتَن اُوناَرن توَن، سائين الاءِ صَدقي آءُ سَو واري.
چاڙِ ڏاڍي چاه مان، سائين الاءِ بِره بلوچي باري.
هيڏي هوڏي جان ڏسان، سائين الاءِ اَندر پاهر آري.
پانهون پانهن جان پڌي، سائين الاءِ زار ڪريان ٿي زاري.
”سچو“ سهي جي ڪرين، سائين الاءِ حَق حقيقت ساري.

## ڪافي 135

تون آءُ اسان وٽ يار: تنهنجي اَچڻَ ڪاڻ
جيئڙو جُڪي ٿو، ساهڙو سِڪي ٿو!

بَس نہ وَهڻ ڪَون ڪَرن، هي نيڻن سَندا نارَ.
مات ڪندي ئي چا ڙهيا، بره اسان تي بار.
پرين پا ڙج پانهنجا، جي ڪيئي قولَ قرار.

ڇُمِي ڇَشمن تي ڪَنيم، تنهنجو عشق اَله توهار.
باه جيهو آءُ پائيان، جو دمُ توهَئون ڏار.
راتو ڏينهان تانهنجي آهي، ”سَچُوءَ“ سار سنڀار.

## ڪافي 136

دردمندن جي دل جو، ميان، شوقِي وو يارُ شڪاري!

يار سُهڻي جون ڏسو ڏهاڙي، ڪَن ٿيون خون خماري.
سوز وارن کي سيني اندر، ماري قيبر ڪاري.
چشمان چوٽَڪ ڏاڍو لائن، ڪجليان هَن قهاري.
ٻانهون سي ٻڌيم اڳيون انهن جي، زاري سَوَلکَ زاري.
دل اسان جي وو لُٽ نِيَن ٿيون، ٻئي چشمان چاري.
پاٽان جاٽي ظاهِر ڪيائين، هوءِ هوءِ حُسن هزارِي.
جيءُ ”سَچوءَ“ جو جار وڌائون، ڏيئي پارڻ ڏيکاري.

## ڪافي 137

سِگها اِيندا، سِگها ايندا، پانڌي پِرين جي ڪِي تا!

سڪائيءَ سان سرتيون الا، ڏکَ پائي اَچي ٿيندا، پلي اِيندا.
دردمنديءَ جي دل کي، ميان، دوست دلاسا ڏيندا، پلي اِيندا.
ڪين چڙهيندا چيرين، ميان، نال نماڻي نيندا، پلي اِيندا.

پَڪا پڪن سا مُهان، ميان، آڻي پار ڙ اڏيندا، پلي اِيندا.

سو ڏينهن ٿيندو ڪهڙو، جو "سچو" نانءُ سَڏيندا، پلي اِيندا.

### ڪافي 138

تنهنجي محبت موهيو، رَمزن ريهيو ريهيو، هِي تا ساهُ -

آئي الله!

طرف تنهنجي راتو ڏينهان، چِتِ هَٽيرو چاهُ-

آئي الله!

آهي اسان سان سُپرين، حبَ سندَو هَمراهُ-

آئي الله!

پيو پناري تانهنجي ميان، هي ڏوهاري ڏاهُ-

آئي الله!

واڪا ڪَيون ٿو وهي، دل اندر درياهُ-

آئي الله!

ڪشي ڪَري ڪپڙا، "سچو" مَليندا پاهَ-

آئي الله!

### ڪافي 139

هوتَ ڪڏهن نه هلائِوَ، پانڌي پنهنجي پارَ ڏنهن اسان ڏي!

طرف توهان جي مُڪوسين قاصد، سو پِي وَهندو ڪين ورايُو!

نيا پو منهنجي نيهن جو، جيڪَر سا ٿِيءَ نه سٽايُوَ.

هو جو ڪيو هوءَ وعدو، سو تا ياد نہ آيُوَ.

”هر دم هونداسين اَسين توئي سان“، فائق هِيئن فرمايُوَ.

تنهن ڏينهن لاڪُون يارَ ”سچوءَ“ کي، باري برهُ بچايُوَ.

## ڪافي 140

ڪالهہ قاصدَ اوڏانهون آيا، اِها ڪَيئُون آگاهي!

’يار پنہور جي هئا اچڻ جا، ساٿَ ڏٽيءَ کي سعيا‘-

چڱي ڏنائون گواهِي.

مُنهن محبوبن جو ٿيو اسان ڏي، پيا سي پَند سَجايا-

ڪيها رَهبر ڪريان راهِي!

يارَ مُسافر ڪِيم اُداسِي، ڏور جنين ڏينهن لايا-

آڻي تون ميڙ اِلاهي!

پاندُ ٻَڇيءَ پائي اڳيون پرين جي، اسان ڏوهَ سڀئي بخشايا-

ٿيا سي پاڻَ صلاحي.

”سچو“ اُتاهون اَچي رَهِي هِت، ويڙها سي يار وَسايا-

غَم لَٿي گُمراهِي.

## ڪافي 141

هاري سو پائُي هار، تا آءُ جام چنيسر آوڙان!

جنهن دوستَ ڪسايو دَمَ ۾، سَٿ اُهو سِينگار.

هَٿُون پَئي تنهنجي آهي، روئِين ڇو زارو زار.

داڍو هُيَڙو درد جو، جنهن ڪيو بهشتُؤن بيزار.

ڏوهُ نہ تنهنجو ڪونہ هو، پرَ نِينهن ڪيو نروار.

پَلنگُون پيئِنءَ پَٽ تي، ڪَري گوندَرَ گفتار.

”سچو“ سهي جي ڪَرين، هِيءُ هو عشقَ جو اسرار.

## ڪافي 142

هارَ چنيسر جام، ليلان ڪسايو دَستُؤن پنهنجي.

ڏاڍو مَٺيون هو ڪَسوٽِي، جو دل جو ٿي پيو دام.

نَظَر وڌئي تا غيرَ تي، تيلهان تون ٿِيئَن تمام.

پُلي پورِلي ۾ پيئِنءَ، هار پائيُّي آرام.

تنهن ڏينهن آنديئي پاڻَ سان، سورن جو سر انجام.

”سچو“ رَه صَبر ۾، عِشقُ ٿِيئي انعام.

## ڪافي 143

ڪِيئَن چَوين ٿو، ڪِيئَن چَوين ٿو!

لوڪ ناهي بيو؛ ڪِيئَن چوين ٿو؟

لوڪُ سَپوئي اُهو آهي، ڪيئن بيائيءَ مَنجهِ پوين ٿو؟
اَجاڻ بنائي پاڻ بيها رئي، غمزي انهيءَ ۾ چو نه گوين ٿو؟
ساڻ سچي تا ”سچو“ گذارين، راند روئڻ جِي ڪيهي رَوين ٿو؟

## ڪافي 144

پُل وجي ٿو، لوڪ سا روئي پُل وجي ٿو!

”مان“، ”تون“ ويندي، اُهوئي ٿيندو، پولُ اهوئي جيڪو پَجي ٿو.
اهو اُهوئي سَرتيون آهي، نه تا اها ڪوئي ڳالهِ مَجي ٿو.
اندر باهر اُهوئي آهي، ”سچو“ هِي سِرُ صحيح سجي ٿو.

## ڪافي 145

سُهڻو سگ ٿيو، ڪاڪيون ڙِي، ڪيچَ ڏٽين سان، شالَ مولو ميڙيندو!

اڳين ڪَون پي اڳرو، پائن تان وره ويو!
آريءَ جي اولاد سان، ڏادو پيچ پيو.
بيڪَسِيءَ جي دائري، تنهن کي نِيهَن نيو!
صدقي تَن سيرن توُن، ”سَچوءَ“ ساه ڪيو.

## ڪافي 146

شال مون سان وريون وريون،
ڪانگ ڪَرين مِنيون ڳالِهيون!

جدائيءَ جون جان جسم تي، ڪيون پورن پَريون پَريون.

دردَ سَڄَڻ جي دل منهنجيءَ کي، زور ڪيون ذريُون ذريُون.

ڏکن واريون ڳالهيون، اسان پي دل پائي ڏريون ڏريون.

وايون وصل جون يار، ”سچو“ تون، مٺان ڪرين ڍريون ڍريون.

## ڪافي 147

مون کي مٺان تون چڙين،

سونها ڙي سَڄَڻ جا!

مَ جاڻان ڏينهن اُهو تا، ٿيندو اَلاجي ڪَڏهين.

نانءَ موليٰ جي محبوبن سان، ٿي غلام کي گڏين.

حاضر ٿِئين حضور ۾، نانءُ ”سَچو“ ڪري سَڏين.

## ڪافي 148

اهو آهي آهي، يار ساڳيو ساڳيو!

اوهين ڄاڻو ساڻ يقيني، ٻيو سو ناهي ناهي.

ميخاني وچ مست هميشه، ڪيئن سو ڪعبي ڪاهي ڪاهي.

لوڪ سارو ٿي هِت جو آيو، سَڀ حجابان لاهي لاهي.

ظاهر باطن آهي اُهوئي، جان جنو وري چاهي چاهي.

نانءُ ”سچوءَ“ جو آيو صفت ۾، ڏانءُ ڪيو ڪيهو ڏاهي ڏاهي.

## ڪافي 149

هيءَ پورهيت پاڻيءَ ڍوئي، خان يا روچا تنهنجي!

حاضر خدمت اَچي اوهان جي، حال چوندس روئي.
ساٿي اسان جي سُڌ لَهڻَ سان، سوال پورو ڪر سوئي.
ڪِيئن وساري ويهان اوهان کي، ڪئي تا هِهڙي توئي.
طوطيءَ جي ڳچيءَ سو سَلامن، "سچوءَ" مُڪا پڻ پوئي.

## ڪافي 150

واتِ مون کي آهي وائي، خان يا روچا تنهنجي!

پرين نه مُڪوَ طرف اسان جي، لِکي ڪتابَت ڪائي.
پيرو ڪندين وري پنپور ڏي، اِها اَڏَرَ مون آئي.
حالَ منهنجي جي خَبَر نه ڪنهن کي، چگي سَجَڻ تو لائي.
اِهو آسرو مون کي آهي، ٿيندين اَچي ڏکَ پائي.
اَج صبح تا اَگڙ "سچوءَ" جي، جاڻي اِيندين شالَ جائي.

## ڪافي 151

سُڻ منهنجڙو حال،
دلبر ديس وسَئي، گهوريو ڙي پَرڏيهه تو نوَن!

مون کون پَري نه ٿئين، سائين مَج سُوال.
منهنجو توسان تا آهي ئي، خاصو يا رَ خيال.

روئان وانڙين تي، ڪَريو ههڙو حال.

واڳان وطن پانهنجي، ڦيري آءُ في الحال.

تو ڪون ڳجهو ناه ڪو، عاشقَ جو اَحوال.

ڪَر ”سچو“ ڪي سپرين، ڪِئي نيڻ نهال.

## ڪافي 152

قاصدَ وري ويندين،

ديس ٻا روچل جي، ميان!

خبَرَ خوشيءَ جي وني اُتاهُون، سِگهو اسان ڏي ڪِي اِيندين.

دردمنديءَ جي دِل ڪي، هاڻي ڏاها دلاسو ڏِيندين.

سپيرين جي ڳالهِ ڳُجهيءَ جو، وجي سو واقف ٿِيندين.

سوزَ فراقَ جي، يار ”سچوءَ“ جو، تون هِي نياپو نيندين.

## ڪافي 153

آئين قاصدَ ڪالهہ،

پرينءَ جي يار ڏنهن، آندئي جي سَنِهيا سَل اُهي ئي!

هاريا هِنَ جي حالَ جِي، ڪا هُئي هُت قِيل مَقالَ؟

پاڃيءَ ڪي پَرديسَ ۾، سِڪندي ٿيڙا سال.

پِرِيَن ڪِي مون پُڇيو، ڪا خبَرَ ڏي خوشحالَ!

ڪِي ڪَيندا هجر فراق ڪي، ڪِي ورندا واوَ وصالَ!
”سَچُوءَ“ سندي ساهَ جِي، ڪا هئي هُت ڪِين سنڀالَ!

## ڪافي 154

عاشقَ ڪر آرام،
پِرينءَ گهڻو پُڇيو تُنهنجو، خوشيءَ ۾ رَهُ، ري!

طرف تنهنجي آهِ، اَچڻَ جو، اسان جو اَنجام.
رَهبَر عاشِقَ کي وَڃِي، سَوَ لَک ڏيج سَلامُ.
اڳيان آهي تانهنجو، سُرهائي سَر انجام.
جيڪي چَيُوَ تانهنجو آهي، ڪُلِي قبول ڪَلام.
”سچو“ تنهنجي ساهَ کي، آهِ محبت بخش مدام.

## ڪافي 155

يار منهنجي کي ڪريو، مِنت وڃِي ڪائي!
پَرڏيهه وڃ نه مون پِرين، يارَ تو سان مون تا لائي.
اَندر منهنجو اَڏ ٿيو، ڪري وڃڻ جِي ٿو وائي!
ڏسو اوهين ٿيون، دل ڏاڍي سان، اديون آ مون اٿڪائي.
چڱا مِڙيائي ميان اِئين چون ٿا، ’لائي نه توڙ نڀائي‘.
هِجَر منجها رؤن ٿيندي وصالت، اِها ڳالهه ”سچُوءَ“ آزمائي.

## ڪافي 156

هاڻي مون ڪي پرين پوءِ،

جيڏيون جيڻ جنجال ٿيو!

ويني واٽڙين تي، هيءَ راتو ڏينهان روءِ.

ويهڻ هن جو وهه ٿيو، هو لڏي ويڙا لوءِ.

دردمندي دانهون ڪري، آهي هوتن ريءَ هوءِ هوءِ.

ڪاڪيون مون ڏي ڪيچ ڪون، شال قاصد اچي ڪوءِ.

”سچوءَ“ ڪندي سال ٿيا، وريتيون ووءِ ووءِ.

## ڪافي 157

يار ساٿيو ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان، پلوڙي ميان،

دوستن جي ڳالهه مون کي ڪا ڏيجو!

هيءَ نماڻي در وڪاڻي، نال نباهي نيجو.

ڪيمَ وساريو، مئي نه ماريو، چوري تا نه چڏيجو.

ڏيو دلاسا ڪڏهن ايندا، لوءِ ٿون تا نه لڏيجو.

جنهين ويلي هلو اتا هون، ”سَچو“ نانءُ سَڏيجو.

## ڪافي 158

ساجن انهيءَ سيڙ، ايندئي ڙي اَجا!

سي ٿِي پَهتيون پرينءَ سان، جي ڳِهڙيون انهيءَ ڳير.

سپيريان جي سيرَ ۾، هيجَؤن هِينئڙو هير.

بَدِي نچج نيهَن جي، چاتِيءَ چاتِيءَ چيرَ.

”سچو“ سائين جي پُچين، ڦَندَ سَپئِي ڦير.

## ڪافي 159

”توکي عاشق پنهنجو ڄاڻان، توکي سَونِ ۾ سُڃاڻان!

”اسين تا توسان آهيون سدائين، وِڃهج ڪِين وڃاڻا .

”اُهي تا آهن نظر اسان کي، اَڇي جي در وڪاڻا“،

دستؤن ڪري ڏِنو هِي مان کي، يارَ دارونءَ جا داڻا .

سَهِج ”سَچُو“ تون ساڻ يقيني، محبوبن جا ماڻا .

## ڪافي 160

هوتَ اسانجڙو حال، تون پاڻهِين ٿو ڄاڻين!

اوهان ڀاڄهون وو سپرين، ميان اَلا، ساعت ڀايان سال-

وري اَڄج آرياڻِي.

راتو ڏينهان روح کي، ميان الا، سندُو خواب خيال-

هِيءَ اَٿوَ نماڻِي.

معلوم توکي مون پرين، ميان الا، عاجز جو اَحوال-

تون سانول سُڃاڻِي.

چڏين ويندين وو ڇپرين، ميان الاءِ تو لڳ ڪيم ڪشال-

تون هِيئن ڪِيئن هوتياڻِي!

سوز اوهان جي وو سُپرين، ميان اَلاءِ بِره ڪئَي بيحال-

تہ پِي عذر نہ آڻي.

لاه فراق وو فقير ڪَون، ميان الاءِ "سچو" مچ سوال-

هيءَ هادي لئي هاڻِي.

### ڪافي 161

منهنجي اڱڻ اَچ آءُ،

پرديسيڙا ڙي يا رَ!

والي شالَ وصال جو، ڪو وري لڳي واءُ.

اچي هَڏ نہ هِتَهين، سانوَل تو ريءَ ساءُ.

ميان مشتاقن جو، اَچي صاحب لهہ سَماءُ.

دانهون ڪري دردَ مِ، جا ڦٽي فراقاءُ.

ٿيون مَدايون ڪيتريون، سائين "سچوءَ" ڪانءُ.

### ڪافي 162

اوڏاهون قاصد جي آيا، تَن هُلائي هِيءَ وائي:

هاڻي هوتياڻِن جي، هُئي تو ڏي تياري،

واٽان پُڇي تانهنجون، ٿو اَصل ڪان آري،

ڏاري، سنديوَ حال جِي، هت معلوم سَپائي.
اهو رکج آسرو، جو اَج تو ڏي اِيندا،
ڏيئي ٻانهون ڳل تو وري، پرين پَرچائيندا،
هيڪَند ٿيندينءَ هوتَ سان، تون جاڳندي جائي.
ما رئي ماندِي نه ٿيءُ، چو گوندر ڳذارين،
واٺان اَچَڻ ان جون، ٿِي نت نِت نهارين،
جهڙي تون هِت آهين، آهين هُت پِي اُهائي.
ويو وچوڙيو وِچ مَؤن، تون ڳڏيئن سائينءَ سان،
توسان آهن سُپرين، پَري ياءِ نه پاڻ،
"سچو" ٿِيندين سيکهڙي، اها وائي سوائي!

## ڪافي 163

ڪيچي ڏنم اَج اِتي،
اوهين تا چا ٿا ڀانيو!

سال لنگهِي ويا ڪيترا، ڪاڪيون ريءَ ڪِتي.
اج تا ويندِس ڪاڏي ڪِينڪي، هُوُسو، تا منهنجو هتي.
منزل محبن جي جتي هوندي، ميان، هونديون سَرهايون تتي.
موڪائيءَ جي مونجهه مِ، سائين الا، ڪانه ڏِسي ڳپ مِ ڳِتي.
سودو سيٹڻ سان حال ٿيندو، ميان "سَچُو" تا سِرَ ڏتي.

## ڪافي 164

اَڄ اوڏاهين سي آيون، مون ڏي خَبران خير جون!

پيو تا توسان دوستَ وي، ڪون برابَر پايون.
لِکي مَؤن معلوم ٿيو، هاڻي پير ايڏاهِين ٿا پايُون.
سَنيري توکي ميان ڏيهہ سنديءَ، لک ٿورا ٿا لايون.
سورن واريون سيئي ساعتون، تو تان لکَ لنگھايون.
توکي ٿينديون هاڻي حاصل، "سَچو" ري سَرهايون.

## ڪافي 165

منهنجِي حجت تو سان ناهہ، توکي مولو ميڙي يار!

مون هِن نماڻيءَ کي، آسَر سَندُوَ آهہ.
اندر باهِر تا تنهنجِي، جانبَ آهي جاءِ.
ڏونگر ڏورڻ آئيا، ساجَڻ تنهنجي ساءِ.
"سَچُو" آهي سِڪَ مِ، لاڻَن تنهنجي لاءِ.

## ڪافي 166

پُڇن ڪوه طبيبَ، او، سوزَ واريون سَرتيون، پلو الوَ!

پيدا ٿيندا پاڻهين، ڪول آيس قريبَ.
ڏِيَن ڏيکا ري ڏِيلئَون، اچانڪ عجيبَ.
"سچو" وَسَن سي سدا، هِنَڙي منجھ حَبيبَ!

## ڪافي 167

الا با ري بِره ڊولڻَ جي، دل ديواني منهنجي ڪيئي!

اوري اَتڪَ نہ رهِي، خاص پرين پڪيئي.

پيا ريائون پُر ڪَري، بي سپ وائي ويئي.

راتيان ڏانهان روحَ ۾، ”ٿيا ٿيا“ آهي ٿيئي.

اکيون دل ”سَچُوءَ“ جيون، پاڻ سڪيون ڪِيئُون پيئي.

## ڪافي 168

يا رَلايو رنگ، ڏِس تون، جي هُيَئِن ڪنهن حالَ ۾!

محڪم رهين احوالَ ۾، قائيل نہ ٿي تون قالَ ۾.

خيالَ پاجهون خاص تنهنجي، هُئي جيَڻ جَنجالَ ۾.

جي هُئِن ڪو دَم اِتي، تا هُج تون خاص خيالَ ۾.

اَصل ۾ يڪتا ٿِئين، عاشِقَ چَئُون اَمثالَ ۾.

محبت مگر مرشد سندي، آٿين اِنهي اَحوالَ ۾.

## ڪافي 169[12]

”تو ڪِيئَن اُهي وسري ويا ، جن ڪي تو ٿي ڪارون ڪيون ؟“

---

[12] مرتب پاران ڪافي 169 ۽ ڪافي 170 رسالي ۾ ”ڪلام“ جي عنوان سان ڏنل هيون، پر اسان اُنهن جو عنوان ڪافي رکيو آهي، ڇوتہ ڪلام شاعريءَ جي ڪا الگ صِنف ڪانهي بلڪ شاعريءَ جي هر صِنف کي ڪلام چئي سگهجي ٿو. پيو عرض نہ اهڙي ئي سٽاءَ واريون: يعني ٽلهه ۽ هر بند جي آخري

پانڌيءَ پرينءَ جي پار ڏنهن، آنڌي خبر اها يار ڏنهن؛
آيو اصل اسرار ڏنهن، دوست سنڌي دربار ڏنهن.

ڪيئن تون پئين ٻيءَ ڳالهه ۾، هي جيءَ وجهين جنجالَ ۾؛
چئه، آهين ڪهڙي خيال ۾؟- ره تو هميشه حالَ ۾.

ڪانئن پاسي ڏينهڙا پَيَئه، سي ڳُڙَ سَندن وسِري ويئه!
سچا سخن سانيَڻ ٿِيئه، سڏ ڪين ڪڏهن نا ڪَيئه.

”ڳالهيون سَڄڻ جون ياد ڪر، دل سامڻ ٿي عاشق اَپر،
”تا تواچي نازڪ نظر، هَيءِ هَيءِ متان ٿئين بيخبر.“

”جيڪس فراق جي فال هُئي، ڪا ڪين تنهنجي ڳالهه هُئي،
”توڏُ جِيڻ جي جال هُئي: اَج تو نه تن سنپال هُئي!“

”اِتي وِساريئي ڪيئن ويهي، جي ڏيهه هئا تنهنجا ڏيهِي؛
”توڪي آئي مَصلحت ڪيهِي؟ - هانِ پانَ ايندا اجُ پيهي.“

”’سچو‘ متان دلگير ٿئين“، اَج پاڻ فرمايئون ائين،
”طالب وجي تَسلا ڏئين، معافي مَدايون ڪيون مئين!“

## ڪافي 170

وعدا اُهي اَج ياد پئا، مون سان قربن جي ڪيا!

---

سِٽ جو ٽلهَ سان هم ڪافيه هجڻ بجاءِ، هر بند جي سِٽن جو هڪ ٻئي سان هم ڪافيه هجڻ، اهڙيون ڪافيون رسالي ۾ ٻيون پڻ ملن ٿيون. مثال طور ڏسو: سر سسئي داستان چهون، ڪافي 6.

ڳالهيون ڳجهيون اُهي يارَ جون، اصلون ٻُڌيم اِسرار جون،
سي ٿيون عطا اعتبار جون، دل ۾ رهيون دلدار جون.
والي اهو وعدو ڪيو، جو ڪَم چيوسين سو ٿيو،
”هڪ ٻول توسان، نا ٻيو، وِسري نه مون کَون سو ويو.“
فائق وري فرمائيو، ”تو سِرُّ اسان جو سائيو،
”اهو ڏسڻ مون آئيو، دل ساڻ سو مون لائيو.
”’سَچُو‘ سدا سَرهو رهين، هِن ٻولَ اسان جي تي ٻهين.
”تون ناه تا هِن تي نهين، سِر بار برهي جو سَهين!“

## ڪافي 171[13]

دمَ دمَ جا ديدار، وو، اَبر اَسان جي نارَ تي!

ٻَگا ڏاندَ ٻَڌائون ٻيئي، تَن جي ڳالهه ڪريان آءَ ڪيهي،
وهَن ڏارو ڏارَ، ڳاڏِيءَ جي ٻُتڪارَ تي.
پا روني هِڪڙي چَڪريون ٻيئي، آرا انهن جا آهن اِهي ئي،
وهن بارو بارَ، وو، لَٿ واريءَ للڪارَ تي.
ڦرهيون ونگڙون آهن اوپا ريون، اِرڙيون سونهَن مالهَه موچا ريون،
جهَلڻ جا جهَلڪارَ، وو، لوڙن واريءَ ڏڏڪارَ تي.

---

[13] هيءَ ڪافي 171 اصل ۾ ”سنڌي روجهن بابت بيت“ جي آخر ۾ ڏنل هئي. پر جيئن ته هن ڪافي جو مواد نه ته روجهن بابت هو، نه ئي وري اهڙي ماحول جي عڪاسي ڪندڙ يا ان سان مناسبت رکندڙ ئي هو، ان لاءِ هِن ڪافيءَ جو هِت شامل هئڻ مناسب ڄاتو.

ڊڍي چونڪ جوڙ جا نِسري، ڳنا تنهن جا ماڪِي مِصري،

ڪِيرن جا بہ خمار، ووءِ آهن پيهي واريءَ پُونجار تي.

ڪانگَن ڪانگيرو، وهِيَن واهيرو، ڪَبَرن، ڳيرن ڪيو اچي گهيرو،

ڳوڙهن جا وسڪارَ، ووءِ جهِرڪين جي جنسار تي.

آيو نيسَر پا ڙچ ۾ پاڙِي، مرشد اچي ٿيڙمَ ساڙِي،

سا جوڙ پَچاڻِ جار، ووءِ آهن ڪَم "سَچل" جا ڪلتار تي.